# چوند نوبل ڪهاڻيون

(13 نوبل انعام يافته ليکڪن جون چوند ڪهاڻيون)

ترجمو ۽ ترتيب

ممتاز بخاري

حبيب ساجد

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1998ع

ROSHNI BOOK NO. 124


كتاب جو نالو: چونڊ نوبل ڪهاڻيون

ترجمو ۽ ترتيب: ممتاز بخاري
حبيب ساجد

چاپو پهريون: © روشني 1998ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي، فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو


***CHOOND NOBLE KAHANYOON***

(Selected Stories Of The Noble Prise Winer Writers)


Compiled & Translated by: Mumtaz Bukhari & Habib Sajid
Composed by: Habib Qadir Qureshi
Printed by: Fine Communication Hyderabad.
Published by: Roshni Publicatian Kandiaro
First Edition © 1998

## فهرست



## چونڊ نوبل ڪهاڻيون

# اسان پاران

هن قسم جي مواد جي سنڌي ادب ۾ گهٽ هجڻ جي صورتحال کي ڏسندي اسان هي ننڍڙي ڪوشش توهان آڏو رکي آهي. اهو ضروري ناهي ته اسان پاران ترجمو ٿيل ڪهاڻيون اڳ ۾ شايع نه ٿيون هجن. پر اسان هي ڪهاڻيون انگريزيءَ ۾ ڇپيل ڪهاڻين جي اينٿالاجيز، Collections ۾ چونڊ مان ترجمو ڪيون آهن. ڪي هڪ به اردوءَ مان ترجمو ڪيون ويون آهن، جنهن ۾ هڪ ٽيگور جي به شامل آهي. ممڪن آهي، هن ڪتاب ۾ موجود ڪهاڻيون ڪن دوستن اڳ ۾ ئي ترجمو ڪيون هجن. پر اسان ڪوشش ڪئي آهي ته انگريزيءَ مان ترجمو ڪندي ڪهاڻيءَ جي اصل مزاج کي برقرار رکجي. ڪيترا ڪامياب ويا آهيون، اهو فيصلو پڙهندڙ ئي ڪري سگهن ٿا. اسان جي ڪوشش هوندي ته اڄان به وڌيڪ ۽ بلڪل نئين ڪهاڻي توهان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڏيون. اهو ان ڪري ضروري آهي جو ان سان ڪهاڻي لکندڙ ۽ پڙهندڙ پنهنجي ٻوليءَ ۾ لکي ويندڙ ڪهاڻيءَ جي ڀيٽ ڪري سگهندا. هن صفحي تي اهائي ننڍڙي وضاحت ڪرڻي هئي ۽ ها ڪوشش ڪبي ته توهان تائين چونڊ نوبيل شاعري به پهچايون.

هي ترجما ١٩٨٩ع کان مختلف وقتن ۾ شروع ڪياسين.

ممتاز ۽ حبيب

# نوبل ڪهاڻيءَ جي آتم ڪهاڻي

ممتاز بخاري

جيڪر آئون پنهنجي جديد (Modern) روپ وٺڻ تائين جو سفر ٻڌائڻ شروع ڪيان ته هوند پاڻ سان انصاف ڪون ڪري سگهنديس. مون کي جڏهن جديد ڪهاڻي (Modern story) سڏيو ويو ته ان لاءِ ضروري ٿي پيو ته مون کي ادب جي ٻين صنفن جهڙوڪ : ناول، شاعري، تحقيق،فلسفي ۽ تاريخ جيان اوچو ٿيڻ کپي ۽ اهڙي ريت مون نوبل (Noble) ٿيڻ کان اڳ Great Story (عظيم ڪهاڻي) جو اڙانگو سفر شروع ڪيو. منهنجي واٽ تي وڏا وڏا نقاد نانگ بڻجي ويهي رهيا. مونکي ناول سان ڪلهو ملائڻو هيو. پر ناول پاڻ ئي منهنجي انهيءَ سفر ۾ مدد ڪئي.

جديد ٿيڻ کان وٺي نوبل ٿيڻ تائين جي وارتا ٻڌائڻ کان اڳ آئون اهو به ضرور چاهيندس ته پنهنجي جنم بابت به ڪجهه ٻڌايان.

سمجهه ڀرو ٿيڻ کان اڳ واري صورتحال جي سڌيءَ طرح سان ڪنهن کي به ڄاڻ ناهي هوندي. ان لاءِ ٻڌل ڳالهين جو سهارو وٺڻو پوندو آهي. منهنجي جنم کان اڳ خود دنيا جي جنم بابت به صحيح طرح سان ڪا ڄاڻ ناهي ملي سگهي ۽ ان بابت مختلف خيال، ذريعا ۽ خدشا بيان ڪيا ويندا آهن تا.

ڪائنات پيدا ٿي. انسان جو اچڻ ٿيو / جنم ٿيو. تڏهن انسان جي ڪهڙي حالت هئي؟ نه هن کي زراعت جي خبر هئي. نه ئي پنهنجي چوڌسائن جي ڄاڻ هئس. پنهنجي جياپي بابت به خبر نه هئس ۽ پوءِ "مجبوري ضرورت جي ماءُ آهي ۽ ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي" جي اصول تحت انسان ۾ ڳڻ ايندا ويا. ڳالهائڻ سکڻ کان اڳ تصويرون ناهي، هڪٻئي جي ڳالهه سمجهندا هئا. جيئن ته "ڪهاڻي" به هڪ "ڳالهه" ٿيندي آهي. اهڙي ريت انسان جي هڪٻئي کي سمجهائڻ لاءِ تصويرون ناهڻ سان گڏ منهنجو جنم ٿيو. اها

حقيقت اجان تائين ظاهر نہ ٿي آهي تہ منهنجو "جنم" يا "پهرين ڳالهہ" ڪهڙي هئي؟

پٿر جي انهيءَ دور کان انسان ۾ ساڃاهہ جا ڪٿا اڀرڻ شروع ٿيا. پوءِ پٿرن جا هٿيار ايجاد ٿيا. ماڻهو باهہ ٻارڻ سکيا. زراعت جي شروعات ٿي. ڳالهائڻ لاءِ ٻولي جنم ورتو. مختلف شين تي نانءَ پيا. رات جو گڏجي ماڻهو هڪ ٻئي کي مختلف واقعا ٻڌائڻ لڳا ۽ انهيءَ ٻڌائڻ جي عمل هيٺ آئون وڌڻ لڳس. ڪنهن ماڻهوءَ سان ڪو واقعو ٿيندو هو تہ اهو خاندان ۾ اچي ٻڌائيندو هو ۽ ائين اهو واقعو هڪ آکاڻيءَ جو روپ وٺندو هو. مختلف ٻڌائڻ وارا ان ۾ پنهنجي پاران مرچ مصالا ملائي پيش ڪندا هئا. ان ڪانسواءِ هٿراڌو گهڙيل ڳاليهون پڻ جڙڻ لڳيون. جنهن هنڌن تي درياهہ هئا، اتي انساني تهذيب ترقي ڪرڻ لڳي. آبادي وڌندي وئي. انسان ترقي ڪندو ويو. ضرورت آهر شيون ايجاد ٿي ويون. گهرن مان خاندانن جنم ورتو. ائين وڌندي وڌندي، انسان الڳ الڳ شهرن ۾ رياستون قائم ڪندا ويا. تانجو سلطنتون ۽ بادشاهتون وجود ۾ اچي ويون. مصري تهذيب ڪانپوءِ سميري عبراڻي، بابلي، اشوري ۽ سنڌو تهذيبون عروج تي پهتيون. انهن تهذيبن ۾ ئي آئون آکاڻي جي روپ ۾ وڏي ترقي ماڻي، آکاڻي ڪانسواءِ مصري، سميري، بابلي، (ميسوپوٽين) سنڌ سڀيتا، چيني، يوناني ۽ هنديءَ ۾ ڏند ڪٿائن وسيلي پڻ منهنجو هڪ روپ هيو.

اهو دؤر "آڳاٽي داستان گوئي" جو دؤر چئبو آهي. جنهن کي منهنجي ابتدائي شڪل بہ چئي سگهجي ٿي. ڃاڪاڻ تہ چرندڙ پرندڙ شين جي شڪل ۾ وقت سان گڏ ڦيرو ايندو رهي ٿو. ٻار جيئن جيئن وڏو ٿيندو ويندو تيئن واڌ ويجهہ سان گڏ هن جي جسماني بيهڪ ۽ چهري ۾ تبديلي ايندي ويندي. اهو تہ نهيو وقت سان گڏ تہ پٿرن ۽ پهاڙن جي هيئت ۾ پڻ تبديلي ايندي رهندي آهي. جيئن جيئن ٻوليون وجود ۾ اچي ويون. تيئن تيئن آئون بہ انساني چرپر ۽ روزاني زندگيءَ جو حصو بڻجي ويس.

داستان چوڻ واري دور جي صحيح تاريخ تہ مون کي بہ ياد ناهي پر

اهو ضرور آهي تہ اج بہ دنيا جون وڏيون قومون يورپي، چيني، فرانسيسي، هندي، جرمني، فارسي، عربي وغيره مون کي ياد ڪنديون پيون اچن ۽ پنهنجي ادب جي بڻ بنياد کي جاچڻ لاءِ يا پنهنجي آڳاٽي تهذيب جاچڻ لاءِ انهن جو بنيادي ذريعو منهنجي داستاني دؤر واري عمر آهي.

هزارها سال اڳ واريون ڪيتريون ئي آڪاڻيون اهڙيون آهن، جيڪي دنيا جي سڀني تهذيبن ۾ ملن ٿيون. پر تهذيبن جي ورچ ڪانپوءِ انهن ۾تبديليون ايندي يون ويون. هر تهذيب مان الڳ الڳ داستانن جنم ورتو.

اوهان ڏسندا تہ منهنجو *داستان چوڻ جي حوالي سان آڪاڻي جي روپ ۾ پهريون دؤر اهو آهي، جڏهن وڻن، جيتن، جانورن ۽ موسمن بابت ڳالهيون (ڪهاڻيون / آڪاڻيون) ٺڌايون ويندي يون هيون.

پر جڏهن دنيا ۾ مختلف مذهب پيدا ٿيا تہ ماڻهن ۾ بيشمار عقيدا پيدا ٿي پيا. انهن عقيدن پنيان ڪو واقعو، ڪا ڳالهہ ڏاڍي پراسرار ۽ جادوئي نموني سان بيان ڪيل هوندي هئي. ۽ ائين ديو مالائي داستانون دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلجي ويون. انهن ڏند ڪٿائن کان اڳ دنيا جي پيدا ٿيڻ جون ڪٿائون، ريتن رسمن جو اپرڻ، پڻ ديو مالائي ڏند ڪٿائن کان اڳ، مختلف ڪٿائن تحت ٺڌايون ويندي يون هيون. چيني، وچ اوڀر، هندي، يوناني، عربي، فارسي وغيره ڏند ڪٿائن ۾ ديوتا ۽ ديويون هونديون هيون. جن پنيان عقيدا هوندا هئا. ڪنهن کي دنيا جوڙيندڙ، ڪنهن کي روزگار ڏيندڙ، ڪنهن کي جنگ جو ڪنهن امن جو، ڪنهن کي حسن ڏيڻ جو، مطلب تہ دنيا جي واهپي جي هر چيز لاءِ بنياد ڏيندڙ ديوتا يا ديوي مجيو ويندو هو ۽ انهن جا عجيب قسم جا داستان ۽ قصا بيان ڪيا ويندا هئا.

اجان دنيا ۾ اهي ڏند ڪٿائون عروج تي هيون تہ ڪيترائي نوان ڪردار گهڙيا ويا. جن پنيان ايڏيون وڏيون ڳالهيون بيان ڪيون ويون جو ڏندين آڱريون اچي وجن. اهي ڪردار دنيا جي سمورن تهذيبن ۾ الڳ الڳ

* ان سلسلي ۾ داستاني ادب جي ارتقاءَ ۾ "ايسپ جون آڪاڻيون" جو اهم نانءُ ورتو ويندو آهي.

گهڙيا ويا. ڪتي ڪتي هڪ جهڙائي بہ هئي. اهي قصا، آکاڻيون، داستان، ڏند ڪٿائون هڪ نسل کان ٻي نسل تائين ماڻهو هڪ ٻئي کي ٻڌائيندا آيا. انهن ۾تبديليون ايندڙيون ويون. ڪجهہ اهڙيون ڳالهيون بہ هيون جيڪي ٻڌائڻ واري عمل هيٺ ماڻهن کان وسري ويون ۽ انهن جي جاءِ تي ٻين ڳالهين والار ڪئي. ۽ ايئن مسلسل تبديلي ۽ انساني تهذيب جي ترقي ڪرڻ ۽ ارتقاء واري تسلسل هيٺ جڏهن انسان مختلف تجربن سان ايجادون ڪيون تہ هنن *لکڻ جو عمل بہ سکي ورتو ۽ ايئن قصا لکت ۾ اچي ويا. جيڪي مختلف تهذيبن جي الڳ الڳ ٻولين ۾ هئا. مذهبي اصول ٺهيا تہ انهن ۾ بہ قصا ۽ مثال ڏنا ويا. ان لاءِ مذهبي ڪتاب پاڻ ئي شاهدي ڏين ٿا.

لکت جي دؤر شروع ٿيڻ کانپوءِ قصا، داستان، آکاڻيون ۽ واقعا لکجڻ لڳا. اهي لکتون ڪتبن، پنن ۽ تختين تي ٿينديون هيون.

مذهبي طور قصا ۽ آکاڻيون رگ ويد، گيتا، پران، توريت، زبور، اوستا، انجيل، مهاڀارت، اپنشد، وغيره ۾ جهجهي تعداد ۾ آهن. هنن ۾

---

*ڪيترن ئي ماڻهن جو خيال آهي تہ انساني تهذيب جي ارتقا مصر کان شروع ٿئي ٿي. اٽڪل چار هزار سال قبل مسيح مصر ۾ Papyrus تي آکاڻيون لکيون وينديون هيون. (Papyrus هڪ ٻوٽو آهي. جيڪو نيل نديءَ تي پيدا ٿيندو هو) مصر ۾ لکڻ جي رواج کانپوءِ آکاڻين جي لکڻ جا اهڃاڻ ٻين تهذيبن ۾ بہ ملن ٿا. ڪيتريون ئي اهڙيون لکتون بہ آهن جن کي اڄان تائين پڙهي بہ ناهي سگهيو ويو. مصر واري لکت بہ تصويري آهي. جيڪا Hieroglyphic سڏبي آهي. جيڪا بعد ۾ Coptric نالي سان سڏي وئي. ان کانسواءِ ٻولين جا ڪيترائي اهڙا خاندان بہ آهن جن جون لکتون اڄان تائين پڙهجي ناهن سگهيون. آکاڻي جي انهيءَ ترقي (لکت ۾) ڪرڻ واري دؤر ۾ بيشمار بادشاهن، بهادرن، شهزادن، شهزادين، غلامن، جنن، پرين، ديو، جانورن وغيره جا قصا ڪتبن، تختن ۽ مختلف شين تي لکيل مليا آهن. اهي لکتون ۴۰۰۰ ق-م کان عيسوي سال شروع ٿيڻ تائين جون آهن. انهن جو تفصيل تمام وڏو آهي. جيڪو هتي نہ ٿو ڏيئي سگهجي.

ڪردارن جي بهادري، حوصلي کي ظاهر ڪيو ويو.

مصري، سميري، يوناني چيني وغيره جا سمورا داستان ڏکيا هوندا هئا. جيڪي ناول جي بنياد جو پڻ ڪارڻ آهن. آکاڻين جي حوالي سان مصر جو قديم ترين ڪتاب Manuscript pressi جي نالي سان مشهور آهي. جيڪو ٢٥٠٠ ق. م ۾ Papyrus تي لکيو ويو. مصري تهذيب ڪانپوءِ داستان لکڻ جو وارو چيني، يوناني، (سميري ۽ بابلي تهذيب کي مصري سان ڳنڍي سگهجي ٿو. ڇو تہ تنهيءَ جو واسطو وچ اوير سان آهي.) هندي ۽ سنسڪرت جو اچي ٿو.

رگ ويد ڏهن حصن ۾ هڪ هزار سال قبل مسيح مرتب ٿيو ۽ هن ۾ ڪيترائي قصا بيان ڪيا ويا. اهڙي طرح مذهبي حوالي سان ننڍي ڪنڊ ۾ داستانوي ڪتاب لکيا ويا. ان ڪانسواءِ حيواني آکاڻين بابت بہ دنيا جي ڌري گهڻ هڙني تهذيبن ۾ ڪتاب لکيا ويا.

تڏهن مصرين ان بابت ڪيترائي قصا جوڙيا. هو مختلف جانورن جي پوڄا ڪندا هئا. انهن جون جوڙيل آکاڻيون جڏهن ٻين هنڌن تي پهتيون تہ انهن ۾ ڦير ڦار ڪري يا ڪجهہ نويون آکاڻيون جوڙي، ماڻهن کي ٻڌايون ويون ۽ پوءِ انهن کي لکت ۾ آندو ويو.*

اهوئي اهو دؤر هو جڏهن انسان ترقيءَ جي منزل ڏانهن وڌي رهيو

---

*جڏهن مصرين جون چيل جانورن بابت آکاڻيون ايشيا جي اولهہ واري پاڳي ۽ بابل پهتيون تہ اتي مروج ٿي ويون. جڏهن ايسپ (هي غلام هيو ٦٢٠ ق م ۾ پيدا ٿيو ۽ ٥٦٠ ق.م ۾ گذاري ويو.) تائين پهتيون تہ هن اهي لکي ڇڏيون. پاڻ حڪيم هيو. انهن آکاڻين کي "حڪايات لقمان" يا "ايسپ جون آکاڻيون "جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. اهي آکاڻيون ايشيا مان يونان پهتيون ۽ اتان پوءِ هنن آکاڻين اوير جي ٻولين ۾ ڪتابي شڪل ورتي. آکاڻين يونان ۽ اوير جي ڪيترن ئي ڏاهن کي متاثر ڪيو. افلاطون بہ هي آکاڻيون پڙهيون هيون. سقراط هنن کي لکڻ چاهيو هو. يونان جي شهر اٿينز جي هڪ ڏاهي فوليرس بہ ايسپ جي آکاڻين مان (بقايا صفحي ايندڙ تي)

هو. ڪيس مشاهدو ۽ مطالعو حاصل ٿي رهيو هو. سوچ ويچار وڌي رهيو هو. مختلف علم پيدا ڪرڻ ۽ حاصل ڪرڻ جو وقت شروع ٿي چڪو هو. سائنس، فلسفي، سياست، سوشيالاجي، حڪمت ۽ ٻين ڪيترن ئي علمن تي انساني ذهن سوچي رهيو هو. سوچ جي نتيجن سان علم وڌي رهيا هئا. معاشي ساڄاھ اچڻ ڪانپوءِ جنگ جي علم ۾ واڌ ٿيڻ لڳي. ماڻهو جنگي تربيتون حاصل ڪرڻ لڳا. ڏاها حق ۽ سچ جو علم ڳولڻ لڳا. سماجي ريتن رسمن سان مختلف اصول ۽ قاعدا جڙڻ لڳا. جن جي آڌار تي قانون جي واڌ ويجهہ ٿيڻ لڳي. شهري رياستن جي آڌار تي جمهوري علم جي سوچ پيدا ٿي. ان سموري عمل ۾ منهنجي ابتدائي شڪل آکاڻي / داستان جو وڏي ۾ وڏو هٿ هيو.

ماڻهن جي اخلاقي تربيت لاءِ ڪيتريون آکاڻيون گهڙيون ويون. جن وسيلي ڪين هدايت ڪئي ويندي هئي. ان لاءِ ڪڏهن ڪردار جاندار هوندا هئا تہ ڪڏهن بي جان. جنهن ۾ ، جانور، جيت، پکي، پهاڙ، وڻ، رستا وغيره شامل هئا.

داستانوي / افسانوي ادب ق - م ڌاري ماڻهن جي مزاج ۽ روزاني زندگيءَ ۾ جاءِ ڪري ويو. ان ڪانسواءِ ماڻهن جا ٽڪل ذهن ساهي بہ پٽي سگهندا هئا. هنن کي آکاڻيون ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جو وڏو شوق هيو. قبل مسيح جي پوئين صدين ۾ جانورن، جيتن، پکين ۽ غيرجاندار شين بابت چيل قصن کي

---

(پوئين صفحي تان آندل) سئو آکاڻين جو هڪ ڪتاب ترتيب ڏنو هو. ١۴ هين صديءَ جي پهرين ڏهاڪن ۾ قسطنطنيہ جي هڪ پادري کي شوق جاڳيو ۽ هن ايسپ جي آکاڻين کي ترتيب ڏيڻ شروع ڪيو. پادري جو نالو پلانديز هيو. هن سخت جدوجهد کان پوءِ ٢٣١ آکاڻيون ڳولي لڌيون. هن جو ڪتاب ئي هو، جنهن مان پوءِ سڀني فاعدو حاصل ڪيو ۽ پوءِ دنيا جي هر ادب تي حاوي ٿي ويون. ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان ايسپ جي آکاڻين جو اثر هر تهذيب جي جانورن ۽ پکين بابت لکيل آکاڻين تي رهيو. پر جنهن ڪتاب وڏيڪ اهميت ماڻي اهو آهي پنج تنتر جنهن جو ذڪر اڳتي اچي ٿو.

پڌڻ جو وڌ ۾ وڌ ا ساهه پيا ٿيو.

۽ ائين هزا ها سالن کان ماڻهن وٽ موجود حڪايتن جي ان ادب (Fable) کي لکت ۾ آندو ويو ۽ اهڙي ريت عظيم آکاڻيءَ وارو ادب (Great fable litrature) سامهون آيو. "ايسپ جون آکاڻيون" ۽ "پنج تنتر" جنهن جا وڏا مثال آهن.

*پنج تنتر تہ دنيا جو اهو ڪتاب آهي، جيڪو دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي. ۽ دنيا جي سمورن داستانن تي اثر ڇڏيو اٿس.

انهيءَ سموري حالتن ۾ آئون اوهان کي هڪ اهم روپ پڌائڻ وساري

---

*هن ڪتاب بابت تمام گهڻو لکيو ويو آهي، پر صحيح حقيقت، تاريخ ۽ ليکڪ بابت ڪا مڪمل ڄاڻ ناهي. تنهن هوندي بہ هن ڪتاب جي سنڌي ترجمي "سيا جو سينگار" (سوپراج هاسارام آڏواڻي) جي ٽين ڇاپي ۱۹۹۲ع ۾ پبليڪشن اسسٽنٽ پاران لکيل آهي تہ "بہ سئو ورهيہ عيسوي سن کان اڳ ڪشمير ۾ ٺاهيو ويو. سندس مصنف وشنو شرما هو."

ان تي ڪجهہ ڪتابن ۾ اختلاف بہ ملي ٿو. ڪجهہ ڪتابن ۾ ڪتاب جو ليکڪ ناهي ڏنو ويو. ان بابت هڪ برهمڻ لاءِ چيو ويو آهي جنهنجو نالو لاءِ اڻ ڄاتو ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ لکجڻ جي وقت کي ٽي سؤ ق- م چيو ويو آهي.

ان ڪتاب ۾ ان وقت جي رائج آکاڻين ڪانسواءِ رامائڻ، مهاڀارت ۽ ٻين ڪتابن مان پڻ آکاڻيون ورتيون ويون. هن ڪتاب ۾ مقدمي ڪانسواءِ پنج باب هئا. بعد ۾ ان ۾ تبديليون ايندڀون ويون. مختلف ٻولين ۾ جڏهن ترجمو ٿيو تہ ان ۾ ڪي وڌاءُ ڪندا ويا، ڪي وري ان کي گهٽائيندا ويا. سنسڪرت، عربي، فارسي، نيپالي، انگريزي، فرنيچ، جرمني وغيره ۾ ترجمو ڪيوويو آهي.

نوشيروان عادل ڇهين صدي عيسويءَ ۾ پنهنجي وزير بروزيا هٿان فارسيءَ ۾ پهريون ترجمو ڪرايو.

۵۷۰ع ۾ ايراني پادري بود هن ڪتاب کي (بقاياصفحي۽ڳينتي)

چڙهيو. منهنجو اهو روپ هيو ڊرامي جو. جو تہ يوناني دؤر ۾ مون کي ڊرامي وسيلي پڻ پيش ڪيو ويندو هو. واقعا ۽ آکاڻيون نظمن ۾ بيان ڪيون ويون. ڪيترائي بهادريءَ جا ڪردار ظاهر ڪيا ويا. ان ڪانسواءِ جنهن شيءِ ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو اها هئي عشقيہ داستانن جو عروج ٿيڻ. ماڻهو محبت جي مناس ۾ سڀ ڪجهہ وساري ويهندا هئا. اهڙيون اهڙيون پيار-آکاڻيون گهڙيون ويون جو ماڻهن جي اندر ۾ عشق ۽ پيار جو اتساهہ عروج تي اچي ويو. ماڻهو رومانوي ۽ طلسماتي آکاڻين جا شيدائي ٿي پيا. رزميا داستان بہ پنهنجو ڪرڪنيو بيٺا هئا.

انهن سمورن قصن جي جوڙ جڪ مختلف هئي. آئون پنهنجي ڳالهہ مختصر ڪيان ٿي، ها تہ، پوءِ انساني زندگي ڪيتريون ئي، منزلون طئي ڪيون. فن ۽ ادب ۾ ڪوڙ ساري تبديلي اچي وئي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن ۾ ڦيرو اچي ويو ڪيتريون ئي عظيم حڪومتون قائم ٿي ويون. انسان سائنس جي پڙ ۾ پير پاتو. فلسفي جي آڳر تي نوان گل ٽڙي پيا،

---

(پوئين صفحي تان آندل) سرياني (يهودي) ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو. ٧٥٠ع ۾ عباسي دؤر جي خليفي منصور جي چوڻ سان عبدالله بن مقفع جي هٿان هن ڪتاب جو "الڪليلہ والدمنہ" جي نالي سان عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو. ڏهين صدي عيسوي ۾ ايراني حڪمران ابوالحسن نصر بن احمد ٻيهر هن ڪتاب کي فارسي ۾ ترجمو ڪرايو. فارسي ۾ ڪجهہ ٻين ماڻهن بہ پنج تنتر جو ترجمو ڪيو. مشهور ترجمو ملان حسين ڪاشفي جي "انوارالسهيليءَ" کي محيو وجي ٿو. ان تان ئي ١٨١٦ع ۾ فرينچ ۽ ١٨٥۴ع ۾ انگريزي ۾ ترجمو ڪيو ويو. ١٨١٦ع ۾ "همايون نامون" جي نالي سان ترڪي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو.١٨٧٨ع ۾ ٻيهر والسٽن هن کي انگريزي روپ ڏنو جنهن تان ٻين يورپي ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو. اردوءَ ۽ سنڌيءَ ۾ هن جا الڳ الڳ ترجما ڇپجي پنجن ڇٽن ڪيا آهن. هن ڪتاب جون ڪيئي آکاڻيون هندستان جي ڪيترن ئي مذهبي ۽ عام ڪتابن ۾ شامل آهن پر اصل ۽ سنسڪرت وارا نسخا ملي ناهن سگهيا.

تاريخ، قانون، نگ ۽ ٻين ڪيترن ئي سماجي علمن ۾ واڌ ويجهہ ٿي ڪيترائي مفڪر دانشور، سياستادان، سائنسدان پنھنجي پنھنجي تجربن، مشاهدن ۽ عملي ڪم ۾ اڳتي نڪري آيا. اتي ساڳئي وقت ادب ۾ بہ ترقي ٿي وئي. شاعري، ناول، لوڪ داستانون، سوانح عمريون ۽ ادب جي ٻين موضوعن تي بيشمار ادب چپجڻ لڳو. انساني سماج جي تبديليءَ سان گڏ جيڪي بہ اهم انساني واقعا ٿيندا رهيا، محبتن جي داستانن جنم ورتو، جنگيون لڳيون انهن کي ٻڻ قصن وسيلي ”لوڪ آکاڻي“ جي ذريعي بيان ڪرڻ لڳا.

ناول پنھنجي جاءِ ٺاهڻ لڳو ۽ ماڻهو ان کي خوب پڙهڻ لڳا. اوچتو ئي اوچتو دنيا ڏٺو تہ يورپ سڄي دنيا تي حاوي ٿي ويو. يورپي قوم، عربن، يونانين جي تجربن ۽ مشاهدن مان حاصل ڪيل علم کي پنھنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. ۽ ايئن هوريان هوريان يورپ ۾ ڪيئي وڏيون وڏيون سلطنتون ظاهر ٿي پيون. چين، روم، هندستان جهڙين بادشاهتن ۾ اندروني گڙ ٻڙ ٿي پئي. اسلام، جيڪو ٿوري وقت ۾ دنيا تي ڇانئجي ويو هو. وقت سان گڏ حڪمرانن جي غلط روين عياشين جي ڪري سيئي سلطنتون سندن هٿن مان نڪرڻ لڳيون. تانجو هو پاڻ ٻين سلطنتن جو حصو بڻجي ويا.

انهيءَ دوران سائنس جا تجربا ٿيڻ لڳا. انساني روين ۾ تبديليون اچڻ لڳيون. فلسفي، تاريخ، قانون، سياست ۽ مذهب جي ڪتابن کي اهميت ملڻ لڳي. آکاڻيون ماڻهن جي دلچسپيءَ جو ڪارڻ هيون. ناول پنھنجي اهميت پيدا ڪري ويو. انساني تاريخ جڏهن هلندي هلندي سورهين صديءَ ۾ پهتي تہ اتي ادب ۾تصور جو اهم لاڙو پيدا ٿي پيو. فطرت کي سمجهڻ لاءِ شاعري ۽ ڊرامي جو سهارو ورتو ويو. تڏهن آئون بہ پنھنجي ڪوڙ ساري شڪل تبديل ڪري چڪي هيس. واقعن جي شڪل ۾ حقيقت کي مون ٿوري جاءِ ڏني. مون ۾ پلاٽ اچي ويو. هڪ تسلسل اچي ويو. پر مون لاءِ مسئلو اهو هيو تہ اديب مونکي ڪيئن ٿا ڪٺن؟ ڇو تہ هيل تائين گهڻي ڀاڱي ادب ۾ ناول ۽ شاعري، ڊرامي ۽ فلسفي کي ڪنيو ٿي ويو. پر جڏهن يورپ ۾ تعليم جو معيار

وڌيو. ڪارخاني جي زندگيءَ جو آغاز ٿيو. آباديءَ ۾ وڌاءُ ٿيو ته سترهين صدي عيسوي ڌاري يورپي ملڪ ايشيا، آفريڪا ۽ آسٽريليا، ڪنڊن ۾ ڪاهي پيا. انهن ڪنڊن ۾ ڪتاب گهڻي ڀاڱي مذهب يا وري رومانوي داستانن جي چؤگرد ڦري رهيو هو. پارسي / فارسي ادب ۾ عشقيه ۽ جادوئي داستان هئا. ساڳئي طرح ڏکڻ ايشيا ۾ به اهڙوئي ادب هيو. يورپ ان سلسلي ۾ ترقي ڪري رهيو هو. جڏهن يورپ کان سواءِ ٻيا ملڪ بينڪيت (Colonism) ۾ اچي ويا ته اتان جي سوچ، سمجهه، علم ۽ ادب تي اثر پئجي ويو. جڏهن ته يورپ ۾ سياسي ساڃاهه جي ڪري ڪيترن ئي عظيم نظرين جنم ورتو. خاص ڪري فرانس، برطانيه روس، *پرشيا ۽ اٽلي جهڙين وڏين طاقتن ۾ نظرياتي سوچ ۽ سياسي سوچ عروج تي هئي ۽ ساڳئي وقت انهن ۾ ادب جي ترقيءَ لاءِ خاص عمل هيو. انهن رياستن ادب کي نظرين پٽاندڙ جڏهن استعمال ڪرڻ شروع ڪيو ته ادب ۾ نواڻ اچي وئي. شاعري، ناول، مضمون نويسيءَ ۾ نوان رجحان اچي ويا. اتي آئون به ترقي ڪرڻ لڳس ۽ ايئن سترهين صديءَ عيسويءَ ۾ ڊگهي ڪهاڻي (long story) جي حيثيت ۾ آئون تبديليءَ سان ايرڻ لڳس.

اهي يورپي جيڪي انساني تمدن جي ارتقا وارن ڏهاڙن ۾ سيني تهذين کان پوئتي ۽ چڙوچڙ هئا، هڪ هنڌ سانتيڪا به نه هئا، پر هڪ ڳالهه انهن ۾ اها سيني کان وڌيڪ هئي ته هو جڏهن هڪ هنڌ گڏبا هئا ته هڪ ٻئي کي انيڪ قصا ۽ گيت ٻڌائيندا هئا. پر جڏهن روم جي تهذيب پيدا ٿي ته يورپ ۾ به تهذيبي چاڙهه جو دؤر آيو ۽ ايترو چاڙهه آيو جو هو طاقت علم ۽ ادب ۾ پنهنجي اهم حيثيت ڻاهي ويا. عيسيٰ عليه السلام جي جنم ٿيڻ کانپوءِ جڏهن عيسائي مذهب ڦهلجڻ لڳو ته روم جي بادشاهه حضرت عيسيٰ عليه السلام کي ڦاسي ۾ ٽنبي ڇڏيو ۽ ان کانپوءِ روم جو زوال شروع ٿيو.

---

*هاڻوڪي جرمنيءَ کي پروشيا سڏيو ويندو هو. پر بسمارڪ جي بهترين گهريلو پاليسين جي ڪري جرمنيءَ جي رياستن ۾ اتحاد ٿيو ۽ اهڙي ريت ۱۸۷۱ع ۾ جرمنيءَ جهڙو اهم ملڪ يورپي سياست ۾ شامل ٿيو.

جڏھن عيسائي مذھب ڦھليو تہ مذھبي اڳواڻن ان مان فاعدو حاصل ڪرڻ شروع ڪيو ھو. (حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان واڳيل ڪھاڻين کي -Epo nany چئبو آھي.) حضرت عيسيٰ سان واڳيل انيڪ آکاڻيون ٻڌائي ماڻھن تي حاوي ٿيندا ويا. جڏھن روم تي ھڪ عيسائي حڪمران جي حڪومت آئي تہ عيسائي پادري پوپ جو لقب وٺي سڄي حڪومتي ڪاروبار جو مالڪ بڻجي ويو ۽ ائين مذھبي ادب ۾ بہ وڏو چاڙھ آيو. ڪيتريون ئي ڳالھيون ۽ آکاڻيون سچيون ڪوڙيون ٻڌائي ماڻھن تي مذھبي اثر وڌو ويو. ھوريان ھوريان يورپ ۾، فرانس ۽ انگلستان ۾ بہ بادشاھتون ٺھجي ويون. پر سياسي زندگيءَ جي حوالي سان يورپي قوم جا رويا ڏاڍا جابراڻا ۽ خراب ھئا. جڏھن اسلام جو دؤر آيو تہ اسلامي حڪومت آفريڪا، ايشا ۽ يورپ تائين ڦھلجي وئي مذھبي پرچار ۾ وري بہ "آکاڻي" ۽ "ڳالھہ" جو اھم عروج ھيو. عرب وڏا شاعر پيدا ڪيا. پر شاعريءَ جي صنف ۾ بہ آئون موجود ھيس.

جڏھن جنگيون ٿيون، تھذيبن جو ھڪٻئي سان ميل ٿيو ۽ ھڪ ٻئي جو تھذيبون ڦھلجڻ لڳيون تہ ان جو اثر ادب ۽ ٻوليءَ تي ٿيو. انھن ۾ بہ تبديليءَ جو عمل آيو. وڏا وڏا بھادر انسان پيدا ٿيا ظلم ۽ جابر حڪمران سامھون آيو. انھن جا قصا ھڪ تہ تاريخ جو حصو ھئا. باقي عام ماڻھن وٽ جڏھن "داستان چوڻ وارو" اھي ڳالھيون ٻڌائيندو ھو تہ ان ۾ ڏاڍي دلچسپي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي ھئي ۽ ائين تفريح ڏيڻ جو لاڙو بہ آکاڻي ۾ وڌيڪ ٿيڻ لڳو.

يورپي قومون اندرونيءَ طرح اخلاقي ۽ مذھبي طور بدترين ھيون. ھنن جا ظلم ۽ نا انصافيءَ جا بيشمار مثال آھن. ان ھوندي بہ ھنن وٽ طاقت ھئي جنھن جي آڌار تي ھو آمريڪا، آفريڪا، ايشيا ۽ آسٽريليا کنڊن تي راڄ ڪرڻ ۾ سوڀارا ٿي ويا. پر قومن ۾ جڏھن آزاديءَ جو احساس اڀريو تہ اھي يورپي قومن کي گڏڻ لڳا. جتي علم ۽ ادب ھو انھن ھنڌن تي ان ۾ وڏي تبديلي آئي. آئون آمريڪا کنڊ ۾ تڏھن آکاڻيءَ جي اسٽائيل ئي ۾ سھي پر ڪجھہ تبديليءَ سان ظاھر ٿيڻ لڳس خاص ڪري آمريڪا ۽ ڪينيڊا ۾.

هيڏانهن يورپ ۾ جڏهن مڪمل صنعتي دؤر آيو تہ وچين طبقي علم ۽ ادب ۾ ڪيترائي نوان لاڙا ۽ نظريا پيدا ڪيا. ناول، مضمون ۽ شاعري وسيلي نظرين جو پرچار ٿيڻ لڳو ۽ جڏهن فرانس ۾ ١٧٨٩ع ڌاران انقلاب ٿيو تہ ماڻهن ۾ نئون اڀار آيو. ان جو اثر يورپ جي ٻين ملڪن ۾ ٿيو ۽ طاقت جو حاصل ڪرڻ وارو جنون سموري يورپ ۾ وڌي ويو ۽ هو اندروني ڇڪتاڻ ۾ پئجي ويا. فرانس ۾ جيڪا قوميت واري سوچ سگهہ حاصل ڪئي. اها يورپ کان نڪتي ۽ سڄي دنيا ۾ ڦهلجي وئي. اهڙي ريت يورپي اتي ٽڪراءُ جي عمل کي منهن ڏيڻ لڳا ۽ ان مان ادب ۾ ڪوڙ نوان لاڙا آيا. ان جي بيهڪ ۾ فرق آهيو. خاص ڪري فرانس ان معامري ۾ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو. پر ان عمل ۾ منهنجي اوسر ٿيڻ لاءِ اهم ڪردار آمريڪا ۽ برطانيا ۾ ٿيو. صنعتي ملڪ هجڻ جي ڪري برطانيا جي اديبن هزارن صفحن جا ناول لکڻ بجاءِ منهنجو سهارو وٺڻ شروع ڪيو ۽ جڏهن دنيا جي ادب ۾ سيني جي نظر مونتي پئي تہ هنن مون تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ائين آئون آڳاٽي ڳهاڙيتي مان تبديل ٿيڻ لڳس مون کي نئين روپ جي ضرورت هئي. مون ڏنو تي تہ ڪيئن نہ ناول ۾ پلاٽ آهي، ڪردار آهن، ڪردار نگاري ۽ واقعا نگاري آهي، چاڙهہ (Climax) آهي، خوبصورت پڄاڻي آهي. ان ۾ ڊرامائي تبديليون آهن. ۽ ائين آئون ناول جي وجود مان ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي جستجو ۾ لڳي ويس. ڪيترن ئي ليکڪن منهنجي اندر جي انهن اڌمن کي ڄاتي ورتو، هنن کي منهنجي احساسن جي پرواز هئي. آئون پاڻ کي پڃري ۾ محسوس ٿي ڪيو. مون چاهيو ٿي آئون پل نئي دنيا ۾ هجان پر آزاد ۽ پروقار هجان. ان لاءِ مون کي ڊرامي ۽ ناول ڏاڍي مدد ڏني. پنهنجي ئي وجود مان مون کي جسم ڏيڻ لڳا. ۽ اهڙي ريت آئون داستان / قصي / ڳالهہ جي هيئت ۾ تبديلي اچڻ ۾ هوريان هوريان سوڀ ماڻڻ لڳس. شروع شروع ۾ يورپين منهنجي تبديليءَ واري پهرين انهيءَ روپ کي ڊگهي ڪهاڻي (long story) جو نالو ڏنو. حالتن جي تبديليءَ سان آئون بہ تبديل ٿيندي ويس. آئون اهو بہ ٻڌايان تہ آئون ناول مان جنم نہ ورتو، رڳو ان کان بناوت لاءِ مدد ورتي.

ارڙهين صديءَ جي آخري ڏهاڪن ۾ مون هاڻوڪي ڪهاڻي (Modern story) ڏانهن بنيادي وک وڌائي. خاص ڪري جرمني، روس، آمريڪا ۽ ڪنيڊا ۾ مون پاڻ ۾ فرق محسوس ڪيو. جيڪو پوءِ ترت ئي برطانيا ۽ فرانس ۾ بہ محسوس ڪيم. جرمنيءَ جي هينرخ وان ڪلائيسٽ (Heinrich von kliest 1777-1816) يا آمريڪا جي واشنگٽن ايروگن (Washington Irving 1783-1859) وغيره مون کي آکاڻيءَ کان ٿورو الڳ لکيو. ۽ ها، ان سان گڏ مون کي Fable (آکاڻيءَ) جي نانءُ بجاءِ (Story) ڪهاڻيءَ جي نانءُ سان ياد ڪيو وڃڻ لڳو. منهنجي جسامت ۾ فرق اچي ويو. ان ۾ نيٿنائل هٿورن (Nathaniel Hawthorne 1804-1864) جو پڻ حصو هيو. اڻويهين صديءَ دنيا ۾ بيشمار تبديلين سان گڏ شروع ٿي، سياسي، سماجي ۽ نظرياتي سوچ جو عمل ادب ۾ آيو. جنهن سان ادب ۾ نوان لاڙا سجاڻ هيٺ آيا. مون ۾ موجود پلاٽ کي هڪ مقصد مليو. ان سان گڏ اڳي رڳو ڪردار هوندا هئا. پر هاڻ انهن جي بيهڪ چرپر وغيره بابت ڌيان ڏنو ويو. اهڙي ريت ڪردار نگاريءَ جو رجحان پيدا ٿيو. اڻويهين صديءَ ۾ (Modern Story) جا بنياد وجهندڙ ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا ۽ انهن (Fictious) کان هٽي حقيقي زندگيءَ جا عڪس اولڙا مون تي وجهڻ شروع ڪيا. اهو اڻويهين صديءَ جو چوٿون ڏهاڪو هيو. جڏهن ايڊگرايلن پو (Adger Allan Poe 1809-1849) مون تي تجربا ڪندي ڪندي نيٺ نئون رنگ ڏنو ۽ هڪ الڳ گهاڙيٽي ۽ سٽاءُ ۾ اچي ويس ۽تڏهن تہ آئون بلڪل ئي نئين ڊنگ جا ڪپڙا پائي ورتا جڏهن روس جي نڪولائي گوگول (Nikolie Vasilieich Gogol 1809-1852) مون کي اهڙو لکيو جو ڪيترن ئي ليکڪن ان جي لکڻين کي سامهون رکي مون کي لکڻ لڳا. ايڊگرايلن پو، جيڪو منهنجو پهريون نقاد هو، ان گوگول جي ئي تخليقن تي منهنجي ساخت جو تعين ڪيو. جنهن وسيلي پلا. ڪردار، منظر نگاري، لاها چاڙها، منڍ، وچ، آخر ۽ هنر / ٽيڪنڪ تي ڌيان ڏنو ويو. گوگول جنهن مون کي ڏاڍو لکيو هو. جڏهن هن جي 1842ع ۾ over coat سامهون آئي تہ

۱۸۴۴ع ۾ دوستو فسڪي چيو "We all came out from over coat" (اسين سڀ اوور ڪوٽ جي پيداوار آهيون)

۽ اهڙي ريت آئون (Modern story) جي شڪل ورتي. پوءِ (Great story) تيڻ ۾ مون کي دير ڪونہ لڳي. چو تہ 19 هين صديءَ ۾ مون کي لکڻ وارا کوڙ تي پيا. پر ڪجھہ اهڙا بہ هئا. جيڪي اڳتي ان ڳالھہ جو بنياد بڻيا تہ انهن کي پڙهڻ ڪانسواءِ ٻيو لکندڙ مڃتا نہ ماڻيندو، اهڙي ريت مطالعي سان گڏ تجربن جي آڌار تي مون ۾ نوان لاڙا، نظريا ۽ ٽيڪنڪ تي پڻ قلم آزمائي ٿيڻ لڳي.

شروعاتي دؤر هيو. گوگول جي ملڪ ۾ دوستو فسڪي (Dostoeveski 1821-1881) ليو ٽالسٽاءِ ناول سان گڏمون کي بہ وڏي عظمت ڏني ۽ جڏهن وري چيخوف مون کي لکڻ لڳو تہ هن مون کي اعليٰ حيثيت ڏياري ڇڏي. اينٽن چيخوف (Anton Chekhove 1860-1904) مون کي ڏاڍو لکيو. روس ۾ پيا ڪيترائي لکاري هئا. آئون جيڪر هڪ هڪ جو نانءُ وٺان تہ ... هيڏانهن وري آمريڪا ۾ ايڊگر ايلن پو سان گڏ هرمن (Herman Melville 1819-1891) بہ ان ڪيتر ۾ بنيادي ڪم ڪيو. ويتر جڏهن فرانسز بريٽ هرٽ (Frances Brete Harte 1839-1902) او هينري (O, Henery 1862-1910) اسٽيفن ڪرئن (Stephen Crane 1871-1900) وغيره مون کي انتهائي بهترين انداز ۾ لکيو، ان جو اثر نہ رڳو آمريڪا پر سڄي دنيا وارن ورتو. نہ رڳو اوهينري پر چيخوف بہ تمام وڏو اثر ڪيو. ساڳئي وقت دنيا جي ٻين حصن ۾ مون کي اوتري ئي اهميت حاصل ٿي رهي هئي جيتري روس ۽ آمريڪا ۾ هئي. ڪجھہ ليکڪ، جيئن اسڪاٽ ليندڊ جو رابرٽ لوئي اسٽيونسن (Robert Louis Stevenson 1850-1894)، فرانس جو گاءِ ڊي موپاسان (Guy De Maupassant 1850-1889) ۽ ڪائونٽ آدم (Count Viviers De "L" Isle Adam 1838-1889) ڊنمارڪ جو هينس ڪرسٽين ايڊرسن (Hans Christain Adersen 1805-1875) بجورنسٽرين بجورنسن (Bjornsterne Bjorn-

(Adalbert Stifler جرمنيءَ جو ايڊلبرٽ استفتر sen 1832-1910)
(Gottfried keller سوئٽزرلينڊ جو گاٽ فرائيڊ ڪيلر 1919-1890)
(Hawthrone Nathaniel يا پيا ليکڪ هاترون نٿانيل 1819-1890)
(1804-1864 الفانسي (Alphansi Dandet 1840-1897) وغيره،

اٺويهين صديءَ جا اهڙا ليکڪ هئا، جن مون کي Modern جي سفر کان Great جي سفر تائين پهچايو ۽ اهڙي ريت آئون جديد بہ ٿيس ۽ عظيم بہ ٿي ويس. هنن ليکڪن کانسواءِ پيا بہ اهڙا ڪوڙ ليکڪ هئا جن انهيءَ سفر ۾ منهنجو پرپور ساٿ ڏنو.

اٺويهين صديءَ ۾ پيا بہ ڪهاڻيڪار هئا، جن جو ذڪر اٺويهين ۽ ويهين صديءَ ۾ اچي ٿو. جو تہ هنن مون کي پنهي صدين ۾ لکيو. هيل تائين جيڪو پڙهيم ان ۾ رڳو اٺويهين صديءَ جا ليکڪ هئا، پر انهن مان ڪجهہ ويهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي ۾ پڻ لکندا رهيا ۽ اٺويهين ۽ ويهين صديءَ جي ڪهاڻيڪارن تي اثر ڇڏيائون، جيئن چيخوف، بجورنسن، اوهينري، تالستاءِ وغيره هئا.

عظيم ٿيڻ کانپوءِ "*الفريڊ نوبل" جي نانءُ تي نوبل پرائز شروع ٿيو ۽ دنيا جو نئون ادب نوبل تي ويو. پهريون پيرو نوبل پرائز هڪ شاعر ريني

---

* الفريڊ نوبل دنيا جو نالي وارو سائنسدان هيو. هن جو جنم ١٨٣٣ع ڌاري سوئڊن ۾ ٿيو. سندس پورو نالو الفريڊ برنارڊ نوبيل آهي، پر کيس الفريڊ نوبل جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.

هن ننڍپڻ کان سائنس جي علمن ۾ دلچسپي ورتي ۽ جيتوڻيڪ سندس نالي سان امن جو نوبل انعام پڻ ڏنو ويندو آهي. پر هن جون ڪيل ايجادون امن ۽ انسانيت لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيون آهن. هن جي ايجادن ۾ مک بارود ۽ ڊائناميٽ آهن. هو ڪيميائي علم جو تمام وڏو ڄاڻو هو ۽ انهيءَ مان هن نہ رڳو سڄي دنيا ۾ نالو ڪمايو، پر ان سان دولت بہ ڪمايائين. ١٨٩٦ع ۾ وفات ڪيائين.

هن وصيت ڪئي تہ سندس ڪمائي وارو پيسو (بقايا صفحي اڳين تي)

سلي پرودم کي مليو. هي فرانس جو شاعر هو. ويهين صديءَ جي ٻي سال ۾ جڏهن ١٩٠٢ع ۾ بجورنسترين بجورنسن کي ادب جو نوبل پرائز "Nobel Prize" مليو تہ آئون بہ نوبيل ڪهاڻي تي ويس. منهنجو جديد ڪان عظيم ڪهاڻيءَتائين جو سفر ۽ عظيم ڪان نوبيل ڪهاڻي تيڻ وارو پنڌ ڏاڍو اڻانگو هيو. پر آئون نوبيل تيڻ تي ڏاڍي سرهي هيس.

آئون پنهنجي لکارين جو ذڪر تي ڪيو ۽ اوهان کي انهن بابت ٻي ٻڌايم، جن مون کي ويهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي تائين لکيو. پر انهن سان گڏ ٻيا اهم نانءَ اهڙا بہ هئا، جن اڻويهين صديءَ جي آخري چئن پنجن ڏهاڪن ۽ ويهين صديءَ جي ڪجهہ ڏهاڪن تائين (جيستائين اهي جيئرا هيا.) لکيو. آئون اوهان کي انهن مان ڪن جا نالا ٻڌايان ٿي، جن کي دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ترجمو ڪيو ويو آهي ۽ جن جو اثر ذري گهٽ مونتي جتي ڪٿي پيو آهي. ان سان گڏ هنن کي دنيا جي اهم "چونڊ" ۽ "انثالاجيز" ۾ شامل ڪيو ويندو آهي. ان جو مقصد اهو ناهي تہ ٻياڪي انهن کان گهٽ هئا يا آهن. پر مسئلو اهو آهي تہ جيڪي ميڊيا جي آڌار تي يا پنهنجي تخليقي سگهہ تي اڳتي اچن ٿا اهي جڳ ۾ پنهنجي نانءُ کي ڦهلائن ٿا. جيئن : روس جو مئڪسم گورڪي (Maxim Gorky 1868-1936) سوئڊن جو پر هاسترام (Per Halstrom 1866) ناروي جو سگ رڊ انڊست (Sigrid Undist 1882) هالينڊ جو مارٽن مارٽنس (Marten Martens 1858-1915) اٽليءَ جو ليوگي پرانڊيل (Luigi Pirandell 1863-1936) اسپين جو بلاسڪو ابانيز (Blasco Ibanez 1867-1928) ايڊٿ وارٽن آمريڪي (Adith warton 1862) برطانيہ جو ايڊروڊ مارگن فاسٽر (Adward Margon Forster 1879) برماجو ساقي ايچ ايچ منرو (Saki

---

(پوئين صفحي تان اندل) ادب، ڪيميا، طبيعات، معاشيات، طب ۽ امن لاءِ اعليٰ ڪارڪردگي ڪندڙ ماڻهن ۾ انعام طور ڏنو وڃي ۽ ايئن ١٩٠١ع کان مٿين شعبن جي ماڻهن کي نوبل پرائز ملڻ شروع ٿيو ۽ اڄان تائين ملي رهيو آهي ۽ ان جي حيثيت دنيا جي وڏي ۾ وڏي اعزاز واري ٿيندي پئي وڃي.

(Walter Delamare برطانيا جو ڊيلاميئر H.H. Manro 1870-1916)
1873) آئرلينڊ جو مونٽيگو (L.E. Montangue 1867-1928) اولائيو
شرينر (Olive Schreiner 1862-1920) نيوزيلينڊ جي ڪيٽرائن
مينسفيلڊ (Katherine Mansfield 1888-1923) ڪينيڊا جو چارج
ڊگلس (Sir Charles George Dougles Robert 1860) انتول فرانس
فرانسيسي (Antole France 1844-1924) جرمنيءَ جو جان واسرمين
(Arthur آسٽريا جو آرٿر شيزر (John Wasserman 1873-1934)
(Stefan Zweig آسٽريا جو اسٽيفن ڊيگ Schaitzler 1862-1931)
1881) آگسٽ اسٽرنڊبرگ (August Strindberg 1849-1912) جي ايچ
ويلز برطانوي (George Herbert Wells 1866-1946) برطانيا جو ڊي
ايچ لارنس (DH: Lawrence 1885-1930) جوزف ڪانراڊ (هي هيو تہ
(Joseph Conrad پولينڊ جو پر جلاوطنيءَ جي ڪري برطانيا ۾ رهيو)
(W.Somerset Maugham برطانيا جو سمرسٽ مهام 1857-1924)
(Robert Botine Caunininghame ڪانڱ هيم گراهم 1874)
(Sherwood اوهيو جو شروڊ اينڊرسن grame 1852-1936)
(Kate Chopin 1851- (عورت) ڪيٽ چوپن Anderson 1876-1941)
1904) اوهيو جو بائرسيب (Bierceb 1841-1914) مارڪ ٽوائن آمريڪي
(مارڪ ٽوائن جو اصل نالو سيموئل (Mark Twain 1835-1910)
لانگهورن ڪليمنس Samuel langhorne Clemens آهي. انهيءَ نالي
سان بہ سندس ڪوڙساريون لکيون ڇپيل آهن.) برطانيا جو آرٿر ڪانڊائل
(Charlotte پرڪنس گل مين (Arthur Conandoyle 1859-1930)
(Thomes برطانيہ جو ٿامس هارڊي Perkins Gilman 1860-1935)
(Henery James 1843- هينري جيمز آمريڪي Hardy 1840-1928)
(Sarah Orne Jewett 1849-1909) سارا اورن جيوڏ مينائي 1916)
آئرلينڊ جو جيمس جوائز (James Joyce 1882-1942) جرمنيءَ جو فرانز
ڪافڪا (Franze Kafka 1883-1924) رڊيارڊ ڪپلنگ (هي انڊيا ۾

برطانيا ۾ رهيو.) (Rudyard Kippling 1865- 1936) آمريڪا جو جيڪ لنڊن (Jack London 1876-1916) ٿامس مان جرمنيءَ جو (Thomas Mann 1875-1955) ليو ٽالسٽاءِ روسي (Leo Tolstoy 1828_1910) اسپين جو انامونو -Mignel De Unamuno 1864) 1936) پولينڊ جو پريز (Y.L. Peretz 1852-1915) جرمنيءَ جو پال هيس (Paul Heyes 1830-1914) جرمنيءَ جو هرمن هيسي (Herman Hesse 1877-1962) سوئزر لينڊ جو رابرٽ والسر (Robert Walser 1878-1966) ۽ ڪوڙ ٻيا مون کي پنهنجي پاڪرين آئيندا رهيا. توهان سوچيندا هوندا تہ مون آخر عرب، آفريڪي ۽ ايشيائي ملڪن جي ڪهاڻيڪارن جو آخر ذڪر ڇو ناهي ڪيو؟ آئون اعتراف ڪيان ٿي تہ مون کي جتي ڪٿي تمام سٺو لکيو ويو. پر آئون رڳو ذڪر انهن جو ڪري رهي آهيان، جيڪي مونکي نوبيل ڪرائٽ ۾ اڳتي هئا. هوندئن جيڪر آئون هڪ هڪ جو ذڪر ڪيان تہ توهان چاڻو ٿا ڪيڏا دفتر ڪارا ٿي وڃن. ان ڪري توهان اهو نہ سوچجو تہ ڪو ٻين کي نظر انداز ڪيان پئي. هاڻي آئون توهان کي انهن ليکڪن لاءِ ٻڌايائن ٿي، جن ويهين صديءَ ۾ مون کي نوبيل جي اعزاز سان گڏ ڪنيو هليا. ان سان گڏ ڪجهہ اهم ليکڪن جو ذڪر بہ ضروري آهي جن جوتمام گهڻو اثر رهيو. اهو ذڪر بہ اڳتي هلي ڪيان ٿي تہ منهنجي بناوت ۾ ڪهڙو فرق آيو ۽ ڪيئن منهنجي نوعيت ۽ وسعت لاءِ نوان رستا گهڙيا ويا پر مختصر. ڇو تہ مون کي نوبيل ٿيڻ لاءِ ٻين نثري ۽ نظمي صنفن سان گڏ هلڻو هو. نوبيل پرائز ماڻيندڙ ليکڪ رڳو ان اعزاز سان امر نٿا ٿين، پر ان سان گڏ ان جي ٻولي خطو ۽ ادب پڻ نوبيل ٿيندا آهن. ڇو تہ نوبيل پرائز ماڻيندڙ ڪيترائي ليکڪ رڳو مون کي نٿي لکي رهيا هئا. پر ناول، تحقيق، فلسفي ۽ نظم وغيره ۾ بہ اوڏائي عظيم هئا. جيئن بجورنسن نہ رڳو منهنجو لکاري هو، پر هو شاعر ۽ نقاد بہ هو. ائين ٽيگور بہ وڏو شاعر ۽ ناول نگار بہ هو. هيمنگوي، فاڪنر، اسٽين بيڪ، سارتري، هنرخ بال، نجيب محفوظ، گارشيا مارڪيز وغيره ڪيترن ئي صنفن جا ليکڪ هئا.

فلسفي، شاعر، نقاد، ۽ صحافي هئا/آهن.

ها، آئون اوهان کي ليکڪن جي باري ۾ ٿي ٻڌايو. پر هتي هڪڙي افسوس جهڙي حقيقت بہ ٻڌائيندي هلان تہ ”نوبيل پرائز“ جي سلسلي ۾ ڪنهن حد تائين نا انصافي بہ ٿيندي رهي آهي. اهو هڪ ڏکهو بحث آهي. پر اوهان کي رڳو ويهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي جي صورتحال ٻڌايان، ڇو تہ ١٩١٠ع تائين دنيا جا عظيم لکاري فوت ٿي ويا پر انهن جو اثر هلندڙ صديءَ جي اڌ ڳڻين ليکڪن تي پيو آهي. پر انهن کي هن اعزاز سان نہ نوازڻ افسوس جهڙي ڳالهہ هئي. ان حوالي سان آئون وڌيڪ متاثر ٿيس. ڇو تہ انهن ۾ گهڻائي منهنجي لکارين جي هئي، ان سان گڏ اهي تمام وڏا ڊراما نگار، ناول نگار، شاعر، نقاد، فلسفي وغيره پڻ هئا. جيئن مارڪ ٽوائن، چيخوف، او هينري، وغيره. جڏهن تہ ادب جي نوبيل پرائيز حاصل ڪرڻ وارن لاءِ جيڪو معيار مقرر آهي، جي وضاحت سوئڊش اڪيڊمي هيئن ٿي ڪري: ”اهڙو اديب جنهن تخليقي ادب ۾ شاهڪار شيءِ ڏني هجي.“ اهو مڃيل اصول آهي تہ شاهڪار شيءِ اها هوندي آهي، جيڪا هميشہ زنده رهي ۽ دنيا چاٺي ٿي تہ چيخوف، اوهينري ۽ ڪي ٻيا اهڙا نانءُ آهن، جن نہ رڳو پنهنجي صديءَ جي ليکڪن ۽ سماج تي اثر ڇڏيو آهي، پر اڄان سوڌو انهن جي حيثيت ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي. انهن جي ڀيٽ ۾ اهڙن ماڻهن، جن ۾ شاعر ۽ تاريخ نگار شامل آهن، کي اهو اعزاز ڏنو ويو، جو انهن کي هاڻي ڪير بہ نہ ٿو سڃاڻي. انهن جا ڪتاب رڳو لئبريرين جي ڪئٽلاگ ۽ فهرست لسٽن ۾ جيئرا آهن. هي آئون ڪهڙو بحث ٿي ڪيان. اهو الڳ بحث آهي مون کي تہ رڳو پنهنجي نوبيل ٿيڻ واري ڪٿا ٻڌائڻي آهي. ها تہ پوءِ هيئن ٿيو جو آئون جڏهن ويهين صديءَ ۾ پيدا ٿيندڙ ليکڪن وٽ آيس تہ انهن نہ رڳو منهنجي موضوعن ۾ نواڻ آندي، پر ان سان گڏ اسلوب ۽ بناوٽ ۾ پڻ غير معمولي تبديليون آنديون. اهو بہ دؤر هيو جو مون کي اٺويهين صديءَ جي اڌ ڏاري داستانن جي نموني هيئت پلاٽ ۽ ڪردار نگاري جي اضافي سان موضوعاتي حوالي تحت لکيو ويندو هو ۽ منهنجي بناوٽ شروعات، اپار ۽

آخر، جي بنياد تي هئي. پر هاڻي اهو سڀ خواب لڳي ٿو. هاڻي آئون ڪٿان بہ شروع ٿي ڪٿي بہ ختم ٿي سگهان ٿي. منهنجو انت شروعات تي سگهي ٿو. منهنجو وچ آخر تي سگهي ٿو. منهنجو منڍ آخر تي سگهي ٿو. مقصد هاڻي آئون سمرٿ مهامر واري تعريف ڪان هٽي گول دائري جيان ڦري رهي آهيان، ۽ ان سان گڏ مون پر موضوعن ۽ مسئلن جي ڪا پابندي ناهي. ان سان گڏ آئون تاريخ، فلسفي، فن، قانون، سائنس، سياست، نظرين، پيار، محبت، سماجي ۽ معاشرتي مسئلن جو پرپور اظهار جو طريقو بڻجي چڪي آهيان. آئون دنيا جي هر شيءِ هر مسئلي جو اظهار آهيان. هر واقعو چاهي، اهيو ساموندي هجي، صحرا جو هجي، جنگ جو هجي، چنڊ ستارن ۽ سيارن جو هجي، مذهب جو، مقصد هر شيءِ منهنجي پڪيڙ ۽ پڪڙ پر آهي. آئون لازوال آهيان جو آئون انسان جي اندروني جذبن ۽ احساسن جي حقيقي اپٽار ڪئي. جيڻن خليل جبران ۽ پين ڪيو. ۽ ها، ٿورو توهان کي ويهين صديءَ جي انهن لکارين لاءِ بہ ٻڌايان جن مون پر انيڪ تبديليون آنديون آهن ۽ اڄوڪي اوچي مقام تي پهچايو آهي. آمريڪا جو وليم فاڪنر (William Faukner 1897-1962) آمريڪا جو ڊيشل هيمٽ (Dashiell Hammet) نيو جرسي جي ڊورٿي پارڪر (Dorothy Parker) ٽيڪساس جي ڪيٿرائن اين پورٽر (Ketherine Anne Porter) آمريڪا جو جيمز ٿربر -James Thur) (ber، آئرلينڊي فلهرٽي (O'Flaherty) چيڪسلواڪيا (اڳوڻو) جو ڪارل ڪيپڪ (Karel Capek) هنگري جو جوزف بارڊ (Joseph Bard (LL.D آمريڪي اڊن فربر (Eden Ferber) آمريڪا جو اسٽيفن بينٽ (Stephen Vincen Benet) ارنيسٽ هيمنگوي (Ernest Hemingway) جرمنيءَ جو رچرڊ هيوز (Richard Hughes) آسٽريليا جو وينس پامر (Vance Palmer) جرمنيءَ جو ڪارل اسٽيفنسن (Carle Stephenson) ڪينيڊا جو مورلي ڪالاغان (Morley Callaghan) ڏکڻ ڊاڪوتا جو لوئي ڊي ايل امور (Louis D.L. Amour) لوا جو ڊورٿي جانسن (Dorthy (Johnson فرانڪ او ڪانر (Frank O' Conner) آمريڪا جو جان اسٽين

بيڪ (John steinbeck) پولينڊ جو ازاڪ باشويس سنگر (Issac Bashe-vis Singer) ايڊورا وتي (Eudora Wetty) رچرڊ رائيٽ (Richard Wright) جيمز ڪوريج (James Courage) الجيريا جو البرٽ ڪاميو (Albert Camus) جان چيِوَر (John Cheever) برطانيا جو اگاٿا ڪرسٽي (Agatha Christie)، اوڪلا هوم جو رالف ايلسن (Rolph Ellison)، آمريڪا جو جيڪسن (Jackson)، آفريڪا (روڊيشيا) جو ڊورٿس ليسنگ (Doris lessing)، آمريڪا جو برنارڊ مالمڊ (Bernard Malamud)، آئرلينڊ جو مرڊاڪ (Murdoch)، الائيس ايڊمز آمريڪي (Alice Adams)، آمريڪا جو وڊي ايلن (Woody Allen)، مئڪس ايپل (Max Apple)، رشيا جو ازاڪ اسيموف (Assac Asimove) آمريڪا جو جيمز بالڊون (James Baldwin)، ڪينيڊا جو سال بيلو (Saul Bellow)، ارجنٽينا جو جارج لوئس بورخيس (George Luis Borges)، آمريڪا جي ڪي بوائل (Kay Boyle)، آمريڪا جو ڪي براڊ بري (Kay Brad Bury)، آمريڪا جو جوائس ڪارول اوٽس (Joyce Carol Oates)، جارجيا جي فلينري اوڪانر (Flannery, O'conner)، فرانسيسي روبي گريليٽ (Rubee Girillet)، برطانيه جو ايلن سليٽو (Alan Sillitoe) پينسلوينيا جو جان اپڊائيڪ (John Updike) اينڊيانا جو ڪرٽ وونيگٽ (Kurt Vonnegut)، سلواڊور اسپرو (Salvador Espriu)، نيوزيلينڊ مارائس ڊگن (Mauric Duggan)، نيوزيلينڊ جو رُوڊرڪ فنليسن (Roderik Finlayson)، نيوزيلينڊ جي جينٽي فريم (Jante Frame)، اوهيو جو هارلن ايليسن (Harlan Ellison) ميڪسيڪو جو ڪارلوس فونٽيس (Carlos Fuentes) آمريڪا جو فرمين (Furman)، نيوزيلينڊ جو اي پي گاسڪل (A.P. Gaskell)، نيوزلينڊ جي پيٽرشيا گريس (Patricia Grace)، نيوزيلينڊ جو اون مارشل (Owen Marshell))، ڪولمبيائي گبرائيل گارشيا مارڪيز (Gabriel Garia Marquez)، الباما جو گيل گاڊون (Gail Godwin)۽ ڏکڻ آفريڪا جي نادِيمي گورڊيمر (Nadine

(Gordimer)۾ جاپان جو يوڪائو مشما (Yokio Mishma) ڪينيڊا جو الائيس منرو (Alice Munro)۾ مصر جو نجيب محفوظ ۽ انيڪ ٻيا نالا: ووڊي ايلن، في ويلڊن، ميري رينالٽ، پي ڊي جيمز، رولڊ، ڊاهل، گراهم گرين، اسڪاٽ فرگرالڊ، مارگريٽ ڊريبل، اسٽيفن ڪنگ، رٿ رينڊل، ايلزبٿ بائون، پرل مين، جيروم، رابرٽ گرولس، ڊورٿي ايل سيئرز، پي جي واڊهائوس، ميورائل سپارڪ، چارلس ڊڪسن، هينرخ بال، اينتونيا فراسر، آسڪروائلڊ، رچرڊگارڊن، اي ايم فاسٽر، ورجينا وولف، جيمز هيروٽ ۽ اڻ ڳڻيا ڪهاڻيڪار جن اٺويهين، ويهين صديءَ ۾ مون کي اوچائي ڏانهن نيو. نہ رڳو اهو پر مختلف ٻولين جي اڻ ڳڻين ليکڪن مون کي پنهنجو ڪيو. آئون ڪوشش ڪنديس تہ ڪڏهن توهان کي دنيا جي هر هڪ ملڪ جي هڪ هڪ ڪهاڻيڪار بابت ٻڌايان. اهو جيتوڻيڪ آهي ذري گهٽ ناممڪن ڪم، جو تہ توهان رڳو ان مان اندازو لڳايو تہ سنڌيءَ ۾ ئي مون کي لکندڙ شروع کان هيل تائين اٽڪل هزار کن آهن. معنيٰ تہ سڄي دنيا ۾ منهنجا لکاري لکين هوندا. هن وقت بہ ايشيا آفريڪا وغيره کنڊن جا ليکڪ پڻ اثر وارا رهيا آهن. پر اِڪتي اهي آيا آهن جن کي دنيا جي اهم ٻولين، يعني وڏيڪ رابطي وارين ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ خاص انگريزي آهي. جڏهن مصر جي توفيق الحڪيم، شام جي عبدالسلام عجيلي، زڪريا تامر، مراڪش جي محمد برادا، لبنان جي عليفہ رفعت، مصر جي بهاء طاهر ۽ نوال السداوي لبيا جي ابراهيم الڪوني، ترڪي جي قدرت جودت، ڀارت جي امرتاپريتم، ولاس سارنگ، خوشونت سنگهہ، سريندرپرڪاش، سبحان سنگهہ، شيرون ڪمار، اپوپندرنات اشڪ، وجي، مصر جي يوسف ادريس، يوسف شاروني، سوڊان جي الطيب صالح، عراق جي نبيل جاروجي، فلسطين جي غسان ڪنفاني ۽ ٻين نالن کي جڏهن انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو تہ انهن بہ مون کي وڏيڪ مان ڏنو. ٻيو تہ نهيو هتي اردو، سنڌي، پنجابي، بلوچي، پشتو ٻولين ۾ مون تمام وڏي ترقي ڪئي. سعادت منٽو، ڪرشن چندر، پريم چند، احمد نديم قاسمي، آسانند مامتورا، امرلعل هنگوراڻي،

پوپٽي هيرا نندائي، سندري اتم چندائي، موهن ڪلپنا، شيخ اياز، جمال ابڙو، امر جليل، نسيم کرل، آغا سليم ۽ ڪجهه ٻيا. جڏهن بين القوامي يا گهڻن قومن ۾ سمجهي ويندڙ ٻولين ۾ مونکي ترجمو ڪيو ويو ته آئون پڪيڙ جي لحاظ ۽ مقبوليت جي حوالي سان شاهوڪار ٿي ويس ۽ ائين هر قوم جي لکاري پنهنجي ٻوليءَ ۾ ادب کي نوبيل جو اعزاز ڏيارڻ لاءِ ٻين صنفن سان گڏ مونتي به خاص ڌيان ڏنو. توهان سوچيندا ته آئون اها ڪهڙي ڊيگهه پٽري آهي؟ اهو ان ڪري ضروري سمجهيم ته هيڏن سارن مان نوبيل ڪير ٿيا. هاڻ آئون توهان کي انهن جا نانءَ ٿي ٻڌايان، جن مونسان گڏ پنهنجي ادب کي نوبيل ڪيو: پهرين سال ۱۹۰۱ع ۾ فرانس جو شاعر ريني سلي پرودم (۱۸۳۹-۱۹۰۷ع) کي مليو. ۱۹۰۲ع ۾ ناروي جي بجورنسٽرين بجورنسن (۱۸۳۲- ۱۹۱۰ع) کي مليو، ۱۹۰۲ع ۾ ٻن کي ايوارڊ مليو. ٻي اديب جرمنيءَ جي ٿيو ڊرو مومسين (۱۸۱۷-۱۹۰۲ع) کي مليو. ۱۹۰۴ع ۾ (هن سال به ٻن ڄڻن کي انعام مليو.) اسپين جي جوزا بچيگاري (۱۸۳۲-۱۹۱٦ع) ۽ فرانس جي فريڊرڪ مسترال (۱۸۳۰-۱۹۱۴ع) کي، ۱۹۰۵ع ۾ پولينڊ جي هنرڪ سينڪيوز (؟ -۱۹۱٦ع) کي، ۱۹۰٦ع ۾ اٽليءَ جي السانڊروڪار ڊوچي (۱۸۳۵ع-۱۹۰۷) کي، ۱۹۰۷ع ۾ برطانيه جي رڊيا رڊڪپلنگ (۱۸۵٦-۱۹۳٦ع) کي، ۱۹۰۸ع ۾ جرمنيءَ جي رڊولف ڪرسٽوف ايوڪين (۱۸۴٦ع - ۱۹۲٦ع) کي، ۱۹۰۹ع ۾ سوئيڊن جي سليمي گراف (ادب جو نوبل پرائز حاصل ڪندڙ پهرين عورت هئي.) (۱۸۵۸ع- ۱۹۴۰) کي، ۱۹۱۰ع ۾ جرمنيءَ جي پال هيسي (۱۸۳۰ع - ۱۹۱۴ع) کي، ۱۹۱۱ع ۾ بيلجئيم جي مارئيس ميٽرلنڪ (۱۸٦۲ع - ۱۹۴۹ع) کي، ۱۹۱۲ع ۾ جرمنيءَ جي گرهارٽ جوهان هايٽ مين (۱۸٦۲ع - ۱۹۴۱ع) کي، ۱۹۱۳ع ۾بنگالي رابندر ناٿ ٽيگور (هي پيدا ڪلڪتي ۾ ٿيو.) (۱۸٦۱ع - ۱۹۴۱ع) کي، (۱۹۱۴ع ۾ ڪنهن کي به نه ڏنو ويو.) ۱۹۱۵ع ۾ فرانس جي رومين رولال) ۱۸٦٦ - ۱۹۴۴ع) کي، ۱۹۱٦ع ۾

سوئڊن جي وان هيڊستام ڪارل گستاف ورنر (١٨٥٩ع - ١٩٤٠ع)کي، ١٩١٧ع ۾ ڊنمارڪ جي ڪارل جيلرپ (١٨٥٧ع - ١٩١٩ع) کي، (١٩١٧ع۾ بن ڄڻن کي نوبل پرائز مليو.) ١٩١٧ع ۾ هڪبي ڊنمارڪ جي ليڪڪ هينئرڪ پونتو پيڊن (١٨٥٧ع - ١٩٤٣ع) کي، ١٩١٨ع ۾ سوئڊن جي ايرڪ ايڪسل ڪريفليڊٽ (١٨٦٤ع - ١٩٣١ع) کي، ١٩١٩ع ۾ سوئزرلينڊ جي ڪارل سپٽيلر (١٨٤٥ع - ١٩٢٤ع) کي، ١٩٢٠ع ۾ ناروي جي نٽ همسن (١٨٥٩ع - ١٩٥٢ع) کي، ١٩٢١ع ۾ فرانس جي اناطول فرانس (١٨٤٤ - ١٩٢٤ع) کي، ١٩٢٢ ۾ اسپين جي جينيٽو بيناونٽي (١٨٦٦ع - ١٩٥٤ع) کي، ١٩٢٣ع ۾ آئرلينڊ جي وليم بٽلريٽس (١٨٦٥ع - ١٩٣٩ع) کي، ١٩٢٤ع ۾ پولينڊ جي ولادي سلاؤ ريمونٽ (١٨٦٧ع - ؟) کي، ١٩٢٥ع ۾ آئرلينڊ ۾ پيدا ٿيندڙ برطانوي ليڪڪ برنارڊ شا (١٨٢٦ع - ) کي، ١٩٢٦ع ۾ اٽلي جي گراز يا ڊيلڊا (١٨٧١ع - ؟) کي، ١٩٢٧ع ۾ فرانس جي هنري لوئس برگسان (١٨٥٩ع - ؟) کي، ١٩٢٨ع ۾ ڊنمارڪ جي سيگرڊ انڊسيٽ (١٨٨٢ع - ١٩٤٩ع) کي، ١٩٢٩ع ۾ جرمنيءَ جي ٿامس (١٨٧٥ع - ١٩٥٥ع) کي، ١٩٣٠ع ۾ آمريڪا جي سنڪليرليوس (١٨٨٥ع - ١٩٥١ع) کي، (١٩٣١ ۾ ڪنهن کي بہ نوبل پرائز نہ مليو)١٩٣٢ع ۾ برطانيہ جي جان گالزوردي (١٨٦٧ع - ١٩٣٣ع) کي، ١٩٣٣ع ۾ روس جي آئيوان اليڪسي وچ بنين (١٨٧٠ع - ١٩٥٣ع) کي، ١٩٣٤ع ۾ سسلي جي پيرآنديلو يوگي (١٨٦٧ع - ١٩٣٦ع) کي، (١٩٣٥ع ۾ ڪنهن کي بہ نہ مليو.) ١٩٣٦ع ۾ آمريڪا جي يوجين اونيل (١٨٨٨ع - ١٩٥٣ع) کي، ١٩٣٧ع ۾ ـرانس جي راجر مارٽن دوگارڊ (١٨٨١ع-١٩٥٨ع) کي، ١٩٣٨ع ۾ آمريڪا جي پرل ايس بڪ (١٨٩٢ع - ١٩٧٣ع) کي، ١٩٣٩ع۾ فن لينڊ جي فرانز سيلانا (١٨٨٨ع - ١٩٢٤ع) کي، (١٩٣٩ع، ۾ ٻي مهاياري لڙائي شروع ٿي جنهن ڪري

۱۹۴۰ع، ۱۹۴۱ع، ۱۹۴۲ع، ۱۹۴۳ع ۾ ڪنهن کي بہ نوبل پرائز نہ مليو.) ۱۹۴۴ع ۾ ڊنمارڪ جي جوهانيز جنيسن (۱۸۷۳ع - ۱۹۵۰ع) کي، ۱۹۴۵ع ۾ چلي جي گيبرال ميسترال (۱۸۸۹ع - ۱۹۵۷ع) کي، ۱۹۴٦ع ۾ جرمنيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ ۽ پوءِ سوئزرلينڊ جي شهريت اختيار ڪندڙ هرمن هيسي (۱۸۷۷ع - ۱۹٦۲ع) کي، ۱۹۴۷ع ۾، فرانس جي آندري زيد (۱۸٦۹ع - ۱۹۵۱ع) کي، ۱۹۴۸ع ۾ آمريڪا ۾ پيدا ٿيندڙ ۽ پوءِ برطانيا ۾ سجي ڄمار گذاريندڙ ٽي ايس ايليٽ (۱۸۸۵ع-۱۹٦۵ع) کي، ۱۹۴۹ع ۾ آمريڪا جي وليم فاڪنر (۱۸۹۷ع - ۱۹٦۲ع) کي، ۱۹۵۰ع ۾ برطانيہ جي برٽريندڊ رسل (۱۸۷۲ع - ؟) کي، ۱۹۵۱ع ۾ سوئيڊن جي فيبان ديوگرڪيوسٽ (۱۸۹۱ع - ۱۹۷۴ع) کي، ۱۹۵۲ ۾ فرانس جي فرانسو امارئيس (۱۸۸۵ع - ۱۹۷۰ع) کي، ۱۹۵۳ع ۾ برطانيا جي ونسٽسن چرچل (۱۸۷۴ع - ۱۹٦۵ع) کي، ۱۹۵۴ع ۾ آمريڪا جي ارنيسٽ هيمنگوي (۱۸۹۹ع - ۱۹٦۱ع) کي، ۱۹۵۵ع ۾ آئس لينڊ جي هالڊور ليڪسنس (۱۹۰۲ - ؟) (ليڪسنس ويهين صديءَ ۾ پيدا ٿيندڙ پهريون ليکڪ هيو جنهن کي اعزاز مليو.) کي، ۱۹۵٦ع ۾ اسپين جي جوآن ريمون جمينيز (۱۸۸۱ع - ۱۹۵۸ع) کي، ۱۹۵۷ع ۾ الجزائر جي البرڪاميو (۱۹۱۳ع - ۱۹٦۰ع) کي، ۱۹۵۸ع ۾ روس جي بورس پوسترناڪ (۱۸۹۰ع ؟ ) کي، ۱۹۵۹ع ۾ اٽلي جي سلواتورقاسميدو (۱۹۰۱ع - ۱۹٦۸ع) کي، ۱۹٦۰ع ۾ فرانس جي سينٽ جان پرس (۱۸۸۷ع - ۱۹۷۵ع) کي، ۱۹٦۱ع ۾ يوگو سولايا (اڳوڻي) جي آئيوو آندريڪ (۱۸۹۲ع - ۱۹۷۵ع) کي، ۱۹٦۲ع ۾ آمريڪا جي جان اسٽين بيڪ (۱۹۰۲ع - ۱۹٦۸ع) کي، ۱۹٦۳ع ۾ يونان جي يارگوس سيفريز (۱۹۰۰ع - ۱۹۷۱ع) کي، ۱۹٦۴ع ۾ يان پال سارتري (سارتري وٽ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.) فرانسيسي (۱۹۰۵ع - ۱۹۸۰ع) کي، ۱۹٦۵ع ۾ روس (اڳوڻي) جي مائيخل شولوخوف (۱۹۰۵ع - ۱۹۸۴ع)

ڪي، ١٩٦٦ع ۾ (ٻن ليکڪن کي نوبيل انعام مليو) آسٽريا جي شموئيل اگنوٽ (١٨٨٨ع - ١٩٧٠ع) ۽ جرمنيءَ جي نيلي ساشز (١٨٩١ع - ١٩٧٠ع) کي، ١٩٦٧ع ۾ گوئٽي مالا جي ميگوئل آسٽورياس (١٨٩٩ع - ١٩٧٤ع) کي، ١٩٦٨ع ۾ جاپان جي يسوناري ڪاواباتا (١٨٩٩ع - ١٩٧٢ع) کي، ١٩٦٩ع ۾ آئرلينڊ جي سيموئل بيڪٽ (١٩٠٦ع ١٩٨٩ع) کي، ١٩٧٠ع ۾ روس (اڳوڻي) جي اليگزينڊر سولز لي نيٽسن (١٩١٨ - ) کي، ١٩٧١ع ۾ چلي جي پيٻلو نرودا (١٩٠٤ع - ١٩٧٣ع) کي، ١٩٧٢ع ۾ جرمنيءَ جي هينرخ بوائل (١٩١٧ع - ١٩٨٥ع)کي، ١٩٧٣ع ۾ برطانيہ جي پيترڪ وائيٽ (١٩١٢ع) کي، ١٩٧٤ع ۾ (هن سال ٻن ليکڪن کي انعام مليو.) سوئڊن جي آئيونڊ جانسن (١٩٠٠ع - ١٩٧٦ع) ۽ سوئيڊن جي هيري مارٽنيسن (١٩٠٤ع - ١٩٧٨ع) کي، ١٩٧٥ع ۾ اٽلي جي يوجينو مونيٽل (١٨٩٦ع - ١٩٨١ع) کي، ١٩٧٦ع ۾ آمريڪا جي سال بيلو (١٩١٥ع - ) کي، ١٩٧٧ع ۾ اسپين جي وينسنٽ اليگزينڊر (١٨٩٨ع؟) کي، ١٩٧٨ع ۾ پولينڊ ۾ پيدا ٿيندڙ ۽ پوءِ آمريڪي شهريت اختيار ڪندڙ ازاڪ باشويز سنگر (١٩٠٤ع ؟ ) کي، ١٩٧٩ع ۾ يونان جي اوڊيسيس ايلسٽيس (١٩١١ع - ) کي، ١٩٨٠ع ۾ پولينڊ جي سلاؤ ميلوز (١٩١١ع ؟ ) کي (هن بہ سنگروانگر آمريڪي شهريت اختيار ڪئي هئي.)، ١٩٨١ع ۾ بلغاريا جي الياس ڪينيٽي (١٩٠٥ع - ) کي، ١٩٨٢ع ۾ لاطيني آمريڪا (ڏکڻ آمريڪا) جي گبرائيل گارشيا مار ڪيز (١٩٢٨ع) کي، ١٩٨٣ع ۾ برطانيہ جي وليم گولڊنگ (١٩١١ع - ) کي، ١٩٨٤ع ۾ چيڪو سلواڪيا (اڳوڻي) جي ياروسلاف سيفري (١٩٠١ع - ١٩٨٦ع) کي، ١٩٨٥ع ۾ فرانس جي ڪلائيڊ سائمن (١٩٣١ع - ) کي، ١٩٨٦ع ۾ نائيجيريا جي وول سوئنيڪا (١٩٣٤ع) کي، ١٩٨٧ع ۾ روس جي جوزف براڊسڪي (١٩٤٠ع - ) کي (هاڻي براڊسڪي آمريڪا ۾ رهي ٿو.)، ١٩٨٨ع ۾ مصر جي نجيب محفوظ

(١٩١١ع - ) کي، ١٩٨٩ع ۾ اسپين جي ڪاميلو جوز سيلا (١٩١٦ع - )
کي، ١٩٩٠ع ۾ لاطيني آمريڪا جي اوڪٽاويوپاز (١٩١۴ع - ) کي،
١٩٩١ع ۾ ڏکڻ آفريڪا جي نادِيني گورڊيمير (١٩٢٣ع - ) کي، ١٩٩٢ع
۾ اولهہ هند (East Indies) جي ڊيرڪ والڪاٽ ( ) کي، ١٩٩٣ع
آمريڪا جي ٽوني موريسن کي، ١٩٩٤ع ۾ جاپان جي ڪنزاپورو اوو کيءَ ١٩٩٥ع
کي آئرلينڊ جي سيمس هيني کي، ١٩٩٦ع ۾ پولينڊ جي شاعرا وزالوا شيمبورسڪا
کي ادب جو نوبل پرائيز مليو ۽ اهڙي طرح انهن ليکڪن جي ٻوليءَ ادب نوبل تي ويو
اهي ليکڪ هڪ ئي وقت مختلف صنفن جا لکاري هئا / آهن کي ٿورا
هئا. جيڪي رڳو شاعر هئا /آهن نہ تہ انهن مان فلسفي، تحقيق، تاريخ، ناول،
ڪهاڻي، شاعري، سائنس وغيره جا هڪ ئي وقت لکندڙ بہ هئا/آهن تہ . ٻن
ٽن، صنفن جا لکاري پڻ هئا. انهن مان بجورنسن، سينڪيوز، رڊيارڊ
ڪپلنگ، سليمي ليگراف، پال هيسي، ٽيگور، نٽ همسن، اناطول فرانس،
ٿامس مان ، گالز وردي، وچ بنين، پيرآنديلو، پرل ايس بڪ، سيلاپنا، هرمن
هيسي، فاڪنر، برٽرينڊرسل، هيمنگوي، ڪاميو، اسٽين بيڪ، سارتري،
شولاخوف، شموئل اگنون، آستورياس، ڪاواباتا، هينرخ بول، بيٽرڪ وائٽ،
سال بيلو، سنگر، الياس ڪينيٽي، گارشيا مارڪيز، نجيب محفوظ، جوز
سيلا، اوڪتاويوپاز، نادِيمي گورڊيمير، ٽوني موريسن هڪ ٻن ٻين مون کي
پنهنجي تخليقي سفرجو ساٿي بنايو. ۽ ها، آئون اهو بہ ٻڌائيندي هلان تہ مون
کان سواءِ ادب ٻُسو آهي، ان ڪري آئون ادب جو لازمي حصو ۽ ماڻهن جي
گهرج ٻنجي چڪي آهيان. اهو جيڪو ڪجهہ مون اوهان کي ٻڌايو منهنجي
زندگيءَ جو تعارف آهي. اها منهنجي نوبيل ٿيڻ تائين جي نندڙي ڪٿا آهي.
شايد آئون گهٽو ڪجهہ رهائي بہ وئي آهيان. پر اميد اٿم تہ منهنجو سفر
جيڪو اٺويهين صديءَ جي اڌ کان جديد هجڻ وارو شروع ٿيو آهي، اهو اڃان
اوچائي ماٺو آهي، جيسين دنيا هلي ٿي، جيستائين ڪردار جيئرا آهن

جيستائين دنيا ۾ منظر آهن، ماڻهن جون ڳالهيون آهن، آئون جيئري رهندس ۽ آئون پڪ سان ٿي چوان تہ مون کي جيئرو رهڻو آهي. ان ڪري توهان کان موڪلائي ناهي. بس توهان جي سات جي گهر جائو آهيان. باقي بحيثيت ”ڪهاڻي“ پنهجي متعلق توهانکي ڪڏهن تفصيل سان ٻڌائيندس ۽ توهان گهڻو ڪجهہ ٻڌو بہ هوندو.



# الفردِ نوبل Nobel

١٨٩٦-١٨٣٣

سويڊن جو باشندو، مشهور ڪيميسٽ الفرڊ نوبل ١٨٣٣ع ۾ سويڊن ملڪ جي ئي شهر ”اسٽاڪهوم“ ۾ ڄائو ۽ ١٨٩٦ع ۾ سويڊن جي ئي شهر ”سانريمو“ ۾ فوت ٿيو. ١٨٦٦ع ۾ ”ڊائناميٽ“ ايجاد ڪيائين. مرڻ کان اڳ پنهنجي ملڪيت پنهنجي نالي پٺيان نوبل انعامن لاءِ وقت ڪري ويو، جيڪي انعام ١٩٠١ کان هر سال پنجن مختلف موضوعن جهڙوڪ، ادب، فزڪس، ڪيمسٽري، ڊاڪٽري ۽ امن ۾ دنيا جي گولي تي نمايان ڪارڪردگي ڏيکاريندڙ شخصيتن کي ڏنا وڃن ٿا.

## بجورنسٽرين بجورنسن
**Bjornsterne Bjornson**

ناروي جي هن اديب ٨ ڊسمبر ١٨٣٢ع تي ڪيوَ بڪني ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ پادري هو. پر هن جو ذهن مذهبي لاڙن کان آجو هو. هن کي پڙهڻ سان شوق ضرور هو، پر هن يونيورسٽي يا ڪاليج مان ڪابہ ڊگري حاصل نہ ڪئي. بنيادي طور تي هو شاعر هو. پر هن ڪيئي ڊراما لکيا. ڪهاڻيون لکيون. ڪهاڻيون گهڻيون ٿيون هن شروعاتي دؤر ۾ لکيون. هن ١٨٥٧ع ڏاري شادي ڪئي. ناروي مان نڪرندڙ ڪيترن ئي رسالن جو ايڊيٽر رهيو. سندس ڪتاب انگريزي ۾ ترجمو ٿيا. خاص ڪري سندس

مجموعي "Poems and Songs" مقبوليت ماڻي. ۱۸٦۳ع ۾ ڪيس حڪومت پاران اهوّ اعزاز مليو تہ هن کي ليکڪ جي حيثيت سان پگهار ملڻ شروع ٿي ۽ هو ناروي جو پهريون ليکڪ هو جنهن کي اهو اعزاز مليو. سندس ئي هڪ نظم کي ناروي جو "قومي ترانو" طور ڳايو وڃي ٿو. ان ڪانسواءِ تاريخي ڊرامن ۽ ڪهاڻين ۾ هن جو الڳ مقام آهي. هو ناروي جي اهم شخصيتن مان هڪ آهي. هو بهترين مقرر پڻ هو. ڪيس ايڪهتر ورهين جي ڄمار ۾ ۱۹۰۳ع ۾ ادب جو "نوبل پرائز" مليو.

بجورنسٽرين بجورنسن ۲٦ اپريل ۱۹۱۰ تي وفات ڪئي.

# پائر

بجو رنسترين بجورنسن (ناروي)

اسڪول جي استاد جو نالو بارڊ هو، ۽ سندس پيءُ جو نالو اينڊرس هئو. ٻئي هڪ ٻئي جو ڏاڍو خيال ڪندا هئا. هڪ ئي شهر ۾ گڏ رهندا هئا ۽ جنگ تي به ٻئي گڏجي ويا. ٻنهي هڪ ئي ڪمپني ۾ جنگ ۾ حصو ورتو. ٻنهي Corporal جي عهدي تائين ترقي ڪئي. جڏهن گهر واپس وريا ته ماڻهن سندن جوانمرديءَ تي خوشي ڪئي.

هنن جو پيءُ مرڻ وقت تمام گهڻي ذاتي جائداد ڇڏي ويو، جيڪا ورهائڻ ڏاڍي ڏکي هئي. ٻنهي ڀائرن فيصلو ڪيو ته ايئن هو ڀاڱ وٽ ڪجهه به نه رکندا. پر جائداد ڪي وڪڻي لاءِ نيلام ڪندا، جيئن هر هڪ پنهنجي مرضيءَ موجب، جيڪا شيءِ وٽيس سا خريد ڪري، ۽ اپت وڏائي. انهيءَ فيصلي تي ٻنهي پڪو پهه ڪيو.

پر سندن پيءُ هڪ اهڙي واچ به ڇڏي ويو هو، جيڪا ڏورانهين هنڌن تائين مشهور هئي. انهيءَ علائقي ۾ اهڙي قسم جي اها اڪيلي واچ هئي. اها واچ نيلامي لاءِ ڪنئي وئي ته ڪيترن ئي پيسي وارن ماڻهن حاصل ڪرڻ چاهي، جڏهن ٻنهي ڀائرن به واڪ ڏيڻ شروع ڪيا ته ٻيا همراهه پاسو ڪري بيهي رهيا. بارڊ سوچيو: اينڊرس اها واچ مون کي حاصل ڪرڻ ڏيندو. ۽ اينڊرس به ائين سوچيو ته بارڊ کيس واچ حاصل ڪرڻ ڏيندو. پر ٻئي واڪ ڏيندا رهيا... جڏهن واڪ ويهن ڊالرن تائين پهتو ته بارڊ محسوس ڪيو ته سندس ڀاءُ احترام ڪون ڪندو. ۽ هن ٽيهن ڊالرن تائين واڪ پهچائي ڇڏيو. جڏهن اينڊرس تڏهن به هٿ نه ڪنيو ته بارڊ سوچيو: اينڊرس کي شايد وسري ويو آهي ته ساڻس ڪيڏو نه سٺو هليو آهيان ان ڪانسواءِ ڪانئس به سال وڏو به آهيان.

اينڊرس پنهنجي ضد تي بيٺو رهيو. بارڊ چاليهن ڊالرن تائين اچي

پهتو، انهيءَ ڪمري ۾ خاموشي هئي. رڳو ڪمدار واڪ ڪڻائي رهيو هئو. اينڊرس سوچيو: جيڪڏهن بارڊ چاليهه ڊالر ڏيئي سگهي ٿو ته واچ ان ڏانهن هلي ويندي. ان ڪري مون ڪي هن ڪان وڌڻ ڪيي. هن هلڪي آواز ۾ پنجاهه ڊالرن جو واڪ ڏنو. اتي ڪوڙ سارا ماڻهو بيٺا هئا. اينڊرس پنهنجو پاڻ کي چيو، ”مان هي بازي هارائي ننولي برداشت ڪونه ڪندس.“ هن ٻيهر واڪ ڏنو. اوچتو بارڊ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳو، ”هڪ سؤ ڊالر ۽ پنهنجي ياٽپي، هن سودي ۾ ڏيان ٿو.“ هو ائين چئي ڪڙيءَ تي ڦريو ۽ ڪمرو ڇڏي هليو ويو.

ٿوري دير پهريائين نيلام ۾ ورتل گهوڙي تي هنو رکي رهيو هئو ته هڪ ماڻهو وٽس آيو، ”واچ تنهنجي آهي. اها اينڊرس توکي ڏني آهي.“

هن جهٽ ۾ اها خبر ٻڌي ۽ واچ ورتائين. پر هن کي واچ جو نه پر پاءُ جي روپي جو خيال هئو. هو گهوڙي تي هنو رکندو رهيو.. ماڻهو ٻاهر نڪري آيا. اينڊرس به انهن سان گڏ هو. جڏهن ڏٺائين ته هو هنو رکي چڪو آهي ۽ وڃڻ لاءِ تيار آهي. تڏهن هن بارڊ کان ڄاڻڻ چاهيو ته هن جي ذهن ۾ ڇاهي؟

”واچ جي مهرباني، بارڊ!“ هن واڪو ڪري چيو، ”هاڻي تون اهو ڏينهن ڪڏهن به نه ڏسندين. جڏهن تنهنجو پاءُ تنهنجي پيرين اچي پوندو.“

”تون به اهو ڏينهن نه ڏسندين جڏهن مان تنهنجو درٽپندس.“ بارڊ جواب ڏنو. هن جو چهرو پيلو ٿي ويو. هو گهوڙي تي چڙهي هليو ويو. ان ڏينهن ڪانپوءِ ٻنهي انهيءَ گهر ۾ پير به نه پاتو. جتي هو پنهنجي پيءُ سان گڏجي رهندا هئا.

اينڊرس هڪ هنر مند جي خاندان مان شادي ڪئي.. پر بارڊ کي دعوت ڪون ڏنائين ۽ نه ئي وري بارڊ چرچ ويو.

شاديءَ جي پهرين سال اينڊرس کي ڳئون جو نقصان ٿيو. جيڪا هن وٽ هڪ ئي هئي، ڳئون هن جي گهر جي اتر واري طرف ڪان مئل پئي هئي.... ڪوبه ڄاڻي نه سگهيو اها ڪيئن مئي؟ ٻي اهڙي بدقسمتي هن مٿان اچي پئي جو هن جي طبيعت ڏاڍي خراب ٿي پئي، پر وڏي ۾ وڏو نقصان هن مٿان تڏهن ڪڙڪيو، جڏهن هن جي سڪل گاهه جو گدام سياري جي آخر

۾ هڪ ئي رات ۾ سڙي ختم ٿي ويو. ڪنهن کي ٻه ڄاڻ نه هئي ته باهه ڪيئن شروع ٿي؟

"اهو ان ئي ڪيو آهي، جيڪو مون کي بيمار ڏسڻ چاهي ٿو." اينڊرس چيو، ۽ ان رات هو صبح تائين روئيندو رهيو. هو غريب ٿي ويو، هن سڀ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنا.

باهه لڳڻ کانپوءِ ٻي شام جو بارڊ پنهنجي ڀاءُ جي گهر ويو. اينڊرس بستري تي سنئل هئو. پر جڏهن بارڊ آيو ته هو ٽپ ڏيئي اٿي ويٺو.

"تون هتي ايجان ڇا وٺڻ آيو آهين؟" هن پڇيو... ٿوري جهٽ رکي بارڊ چيو، "اينڊرس، مان تنهنجي مدد ڪرڻ چاهيان ٿو. تون ڏاڍو غلط وچين پيو..."

"مان غلط نٿو هلان. جيئن تون ٿو چاهين! هتان وڃ، مان پنهنجو مالڪ پاڻ آهيان..."

"اينڊرس، تون غلطي ٿو ڪرين، مون کي افسوس..."

"بارڊ، وڃ، خدا جي واسطي اسان ٻنهيءَ تي رحم ڪر!"

بارڊ هڪ قدم پوئتي هٽيو. جيڪڏهن تون واچ ٿو چاهين." هو ڏڪندڙ آواز ۾ چئي رهيو هو. "توکي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان."

"بارڊ! وڃ." هن جي ڀاءُ رڙ ڪئي ۽ بارڊ هليو ويو.

هيستائين، انهيءَ دوران بارڊ جو حال هيئن هو: جيئن ئي هن ڀاءُ سان ڏڪوئيندڙ وارتائون ٻڌيون. .. هن جي دل کي ڏاڍو ڏک رسيو. پر هن جو گهمنڊ هن کي روڪي رهيو هو. هن چرچ وڃي مسئلي جي حل لاءِ منتون ميڃڻ چاهيون پر هو ايئن نه ڪري سگهيو. هن ڪيئي ڀيرا اينڊرس جي گهر وڃڻ چاهيو... پر ايئن ڪنهن نه ڪنهن سبب ڪري ڪري نه سگهيو.

پر هڪڙي آچر تي، سياري جي ڀڄاڙ ۾ هو چرچ ويو ۽ انهيءَ ئي آچر تي اينڊرس ٻه اتي هئو. بارڊ هن کي ڏٺو، هو پيلو ۽ سنهڙو ٿي چڪو هو ۽ هن کي اهي ئي ڪپڙا پهريل هئا جيڪي ڪڏهن ٻئي ڀائر گڏجي پائيندا هئا. جينوئيڪ هاٿي اهي پراڻا ۽ ڇتيون لڳل هئا... بارڊ کي ننڍ پڻ جا ڏينهن ياد اچڻ لڳا جڏهن اينڊرس ڪيڏو نه سهڻو هو. هن ان ڏينهن خدا اڳيان ٻاڏايو

تہ هو ياءُ سان صلح ڪرڻ چاهي ٿو. ان لاءِ ڇا بہ ڪرڻو پئي... پر اينڊرس هن ڏانهن هڪ ڀيرو بہ نہ نهاريو. ان مهل اتي ڪوڙ ماڻهو بيٺا هئا. اينڊرس سان گڏ سندس زال بہ هئي. جيڪا هن کي خبر نہ هئي. هن فيصلو ڪيو تہ اهو بهتر ٿيندو تہ هو اينڊرس جي گهر وڃي سنجيدگيءَ سان ڳالهہ ڪري.

جڏهن سج لڙي ويو تہ هن جي گهر ويو ۽ دروازي وٽ بيٺو. اوچتو اندران سندس نالو ڪنيو ويو. اها اينڊرس جي زال ڳالهائي رهي هئي، ”هو صبح جو عبادت لاءِ ويو هو.“ هوءَ چئي رهي هئي، ”مونکي پڪ آهي تہ هو تولاءِ سوچي رهيو هئو.“

”بلڪل نہ، هو مون لاءِ ڪونہ سوچي رهيو هو“ اينڊرس وراڻيو. ”مان ڄاڻان ٿو، هو رڳو ۽ رڳو پنهنجي لاءِ سوچي رهيو هئو.“

ٿوڙي جو ٿڌ هئي پر بارڊ کي پگهر اچي ويو... ٻار رنو.. جهٽ ڪانپوءِ زال ٻيهر ڳالهايو. ”چڱو ڀلا هاڻي ٻاڻ کي ٻيو ڪجهہ ڳالهائڻ کپي.“ اينڊرس اٿيو. بارڊ ڪانيءَ جي شيڊ هيٺان لڪي بيٺو. اينڊرس ٻاهران ڪاٺين جو ڀاڪر کڻي آيو. بارڊ ڪيس چڱيءَ ريت ڏسي رهيو هو. هن کي هاڻ آچر تي ٻاتل ڪپڙا نہ هئا. پر اهڙو ئي پهراڻ هئس. جهڙو بارڊ کي ٻاتل هئو. انهيءَ لاءِ پنهي واعدو ڪيو هو تہ پنهنجي ورثي طور ٻارن کي ڏيندا ۽ ڪڏهن نہ پائيندا... بارڊ جي ڪيسي ۾ سوني واچ ٽڪ ٽڪ ڪري رهي هئي... اينڊرس ڊينگرن وٽ آيو... ڪانيون ڪنيائين ۽ هو بارڊ جي ايڏو ويجهو لنگهيو جو هن جي ڇهري کي ڪاٺين جا ڇڙ ڇهي ويا.

هو ڏهہ منٽ اتي ئي بيٺو رهيو، اهو هن لاءِ ڏکيو هئو تہ آخر ڪيترو وقت اتي بيهي سگهندو. هو ڏکي رهيو هو. اتان ٻاهر نڪتو. هن پنهنجو پاڻ ئي مڃيو تہ هاڻ هو ڊڃي چڪو آهي ۽ اندر وڃي ڪون سگهندو. تنهنڪري هن نئين رٿ رٿي. ديال جي ڪاني ڪئي، ڪوئلن جي پيپ مان اگر ڪنيائين ۽ پوءِ هو سڪل گاهہ جي گدام ۾ ويو. در بند ڪيائين هن ان ڪانيءَ تي رکيل تاندن سان روشني ڪئي. هو اها ڪلي ڳولڻ لڳو. جنهن تي اينڊرس صبح جو سوير اچي فانوس ٽنگيندو هئو. هن اها ڪلي ڳولهي لڌي ۽ ان ۾ واچ ٽنگي ڇڏيائين ۽ پاڻ ٻاهر هليو آيو. هو پاڻ کي آرام ۾ محسوس

ڪري رهيو هئو.

۽ ٻي ڏينهن هن اها خبر ٻڌي تہ سڄو گدام رات جو سڙي رک ٿي ويو آهي. هن سوچيو: شايد واچ ٽنگڻ مهل ڪجھ چڻنگون ڪريون هيون. ان ڪري باھ لڳي آهي.

ايئن سوچيندي بارڊ بيمار ٿي پيو. هن پنهنجو گيتن جو ڪتاب ڪنيو ۽ درد وچان ڳائڻ لڳو ۽ ماڻهو سمجهي ويا تہ هن سان ڪجھ ٿيو آهي. هو شام جو ٻاهر نڪتو. چند جي هلڪي روشني ڦهليل هئي. هو ڀاءُ جي سڙيل جاءِ وٽ آيو ۽ واچ ڳولڻ لڳو. هن اها لڌي، پر هاڻ رڳو سون جو ڳنڍو ٿي چڪي هئي.

اها هن جي هٿ ۾ هئي. هن ڀاءُ ڏانهن وڃي پنهنجي اڻ تڻ ظاهر ڪرڻ چاهي ۽ هن سان صلح ڪرڻ لاءِ عرض ڪرڻ چاهيو...

پر جنهن مهل هو رک ڪوٽي رهيو هئو تہ ڪيس هڪ ٻار ڏسي ورتو هو ۽ آچر واري شام بہ ڪجھ چوڪرن راند ڪرڻ دوران هن کي ڀاءُ جي گهر ويندي ڏٺو هو. ۽ سومر واري ڏينهن هن جي ويڳاڻائپ پڻ ماڻهن ڏٺي ۽ هرَ هڪ کي اها بہ ڄاڻ هئي تہ ٻئي ڀائر هڪ ٻئي جا سخت دشمن آهن، اهي تفصيل اختياري وارن تائين بہ پهتا. جنهنڪري هنن پڇا ڳاڇا شروع ڪئي. ڪوبہ هن جي خلاف ثبوت ظاهر نہ ڪري سگهيو. پر هن تي شڪ ضرور ظاهر ڪيو ويو...

اينڊرس ان وقت بہ بارڊ لاءِ ئي سوچيو هو، جڏهن گاھ جو گدام سڙي رهيو هو، پر هو ڪجهيو ڪجھ بہ نہ. ٻئي ڏينهن ٻڌي واري ڏينهن اختياري وارن اڳيان آيا. بارڊ کي سنا ڪپڙا پهريل هئا ۽ اينڊرس کي چتيون لڳل. بارڊ ڀاءُ کي ايندي ڏٺو، اينڊرس هوش سان هو... اينڊرس سوچيو: هو مونکي ڪجھ بہ چوڻ نٿو چاهي ۽ جڏهن اينڊرس کان ڀاءُ تي شڪ بابت پڇيو ويو تہ هن صاف رڙ ڪندي چيو، "نہ!"

ان ڏينهن کانپوءِ اينڊرس تمام گهڻو شراب پيئڻ شروع ڪيو..... جيتوڻيڪ بارڊ جي بہ حالت خراب هئي پر هن پيتو ڪون. ماڻهو جيئن هن کي ڄاڻيندا هئا هو ان کان تبديل ٿي ويو.

ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ، هڪ شام جو هڪ غريب عورت بارڊ وٽ آئي ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ چيائين. هوءَ پاڻ کي اينڊرس جي زال ٻڌائي رهي هئي..... بارڊ... ڪپڙا پائي .... هن سان گڏ هليو.. جڏهن بارڊ ٻيهر دروازي وٽ آيو تہ کيس ڏپ جو احساس ٿيو، جنهن سان هو بيمار ٿي پوندو هو. هو ٻئي اندر داخل ٿيا. ننڍڙو ٻار چلهہ وٽ ويٺل هو ۽ هو ڪوئلا کائي رهيو هو. هن جو منهن صفا ڪارو هو. بس ڪلڻ مهل رڳو هن جا ڏندئي اڇانظر ٿي آيا. اهو هن جي پيءُ جو پٽ هو.

اينڊرس ڪپڙا تاڻي ستل هو. هو پيلو ۽ ڏبرو ٿيل هو، پيءُ کي اکين سان آڃيان ڪيائين. بارڊ هن جي پيرن جي پڪ سان گوڏا کوڙي ويٺو ۽ ڊنڊ ڪار ڏيئي روئي پيو. بيمار ماڻهو ڏانهس گهرائي سان نهاري رهيو هو. پر ڪجيو ڪجهہ بہ نہ. هن پنهنجي زال کي ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو پر بارڊ ڪيس روڪيو. ۽ پوءِ ٻنهي ڀائرن... هڪ ٻئي کي سڀ ڪجھ ٻڌايو. جيڪو واچ جي واڪ واري ڏهاڙي ڪانپوءِ ٿيو هو. بارڊ آخر ۾ سوني واچ جو ڳنڍيو ڏيکاريو. جيڪو هو هن لاءِ سدائين کنيو گهمندو هو ۽ ٻنهيءَ جي ڳالهين مان صاف ظاهر ٿيو تہ هنن هڪ ڏينهن بہ خوشيءَ سان ناهي گذاريو.

اينڊرس پوءِ ڪجھ نہ چيو.... بارڊ ڏٺو تہ اينڊرس ڏينهون ڏينهن وڌيڪ بيمار ٿي رهيو هيو."مان هاڻي بلڪل ٺيڪ آهيان." هڪ صبح جو اينڊرس اتڻ مهل چيو، "هاڻي ادا، پاڻ ٻئي سدائين گڏجي رهنداسين جيئن اڳ ۾ رهندا هئاسون ۽ هڪٻئي کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏبو."

پر ان ڏينهن هو فوت ٿي ويو.

سندس بيوه زال ۽ پٽ کي هو پاڻ سان گهر وٺي آيو ۽ انکانپوءِ هو سٺي پرگهور ۾ هئا. ٻنهيءَ ڀائرن جيڪو ڪجھ بہ ڳالهايو هو. سڄي واديءَ جي ماڻهن کي چاڻ پئجي وئي ۽ پوءِ بارڊ انهن جي وچ ۾ وڌيڪ عزت وارو ٿي ويو. .... هو هاڻي ديندار ماڻهو هيو. اهو پراڻو نائڪ هاڻ اسڪول جو استاد ٿي ويو. هن ٻارن کي رڳو ۽ رڳو پيار جو سبق ڏنو ۽ هن پاڻ بہ ان تي عمل ڪيو ۽ ٻار بہ هن سان پيار ڪرڻ لڳا ۽ کيس پيءُ سمجهڻ لڳا.

سنڌيڪار: ممتاز بخاري

# پيءُ

بجورنستن بجورنسن (ناروي)

تـر جو پيسي وارو ۽ پريو مڙس ٿورڊ اوور هو. هڪ ڏهاڙي هو گرجاگهر ويو ۽ پادريءَ کي ٻڌايائين تـه هن کي پٽ ڄائو آهي ۽ هو ان کي عيسائي بڻائڻ واري رسم ادا ڪرڻ ٿو چاهي. پادري هن کان ٻار جو نالو پڇيو. پادريءَ کي ٻڌايائين تـه هو پٽ تي پنهنجي پيءُ وارو نالو رکڻ ٿو چاهي. ٻنهي ڪجهه گهڙيون هڪ ٻئي سان ڪچهري ڪئي پادريءَ ڪائنس پڇيو، "ٻيو ڪجهه چوڻو آهي؟"

"منهنجي خواهش آهي تـه پنهنجي پٽ جي رسم مان پاڻ ڪريان."

ٿورڊ جي ان ڳالهه تي پادريءَ کي تعجب ٿيو. پر هن جي ڳالهه مڃيندي رسم لاءِ ايندڙ ڇنڇر مقرر ڪيائين. ٿورڊ ٽوپي ڪنڌي ۾ اٽي بيٺو. پادري ٻانهن کان وٺندي کيس چيو، "منهنجي ڏٺيءَ در دعا آهي؟ هو تنهنجي پٽ تي ٻاجهه ۽ ڪرم ڪري."

سورهن سالن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن ٿورڊ پادري وٽ آيو. زماني جي ڦيري ٿورڊ جي صحت تي پاڻيءَ جيترو بـه اثر ڪونـه ڪيو هو. هو اڄ بـه سورهن سال اڳ جيان سگهارو ۽ متارو نظر اچي رهيو هو. پادريءَ ڪائنس پڇيو، "تنهنجي صحت تـه مونکي ريس ڏياري ڇڏي آهي. مون کي بـه تـه ڪجهه ٻڌاءِ، تنهنجي صحت جو ڪهڙو ڳجهه آهي؟"

"سائين، ان جو ڪارڻ رڳو اهو آهي تـه مون کي ڪابـه پريشاني ناهي." ٿورڊ ورندي ڏني.

پادري جواب ٻڌي جهٽ لاءِ چپ ٿي ويو. جهٽ رکي پڇيائين، "چڱو ڀلا، ٻڌاءِ تـه ڪيئن اڄ ڀلي پيو آهين؟"

"سڀاڻي منهنجو پٽ امتحان پاس ڪري ڊگري وٺندو."

"ها - ها، بلڪل، تنهنجو پٽ ڏاڍو ذهين آهي." پادري سندس پٽ

جي ذھانت مڃيندي چيو.

"مان بہ ان لاءِ حاضر ٿيو آھيان. دعا ڪريو تہ منھنجو پٽ امتحان ۾ پھريون نمبر اچي".

"ھوسپ ڪان سنو آھي - نمبرون - "

"اھو مان بہ ٻڌو آھي." ھن ڪيسي مان پيسا ڪڍيا "ھي ڏھہ ڊالر اٿوَ نذرانو."

پادري ڊالر وٺندي چيو، "ھي ڪا ڳالھہ..." ٿورڊ ڪابہ ورندي نہ ڏني ۽ اتان ھليو ويو.

ائن سالن ڪانپوءِ ھڪ ڏينھن پادري پنھنجي ڪمري جي ٻاھران ماڻھن جو لڙ ٻڌو. ٻاھر اچي ڏٺائين تہ ٿورڊ ماڻھن سان گڏ ڏانھس اچي رھيو ھو. ٿورڊ پادريءَ جي ڪمري ۾ داخل ٿيو. پادريءَ ڪائنس پڇيو، "اڄ ڪيئن اچڻ ٿيو؟"

"منھنجو پٽ مونسان گڏ آيو آھي. ان جو ڪيرن سان وھانءُ ٿي رھيو آھي." "واہ! ھوءَ تہ ھن تر جي پيسي واري ڇوڪري آھي."

ٿورڊ مختصر جواب ڏيندي چيو، "ھا، ماڻھو بہ ائين ئي چون ٿا."

پادريءَ ظابطي پٽاندڙ ٽيڻ واري شادي رجسٽر ۾ داخل ڪئي. جن ماڻھن ڪان صحيون ڪرائڻيون ھيون، ڪائن ڪرايون ويون. سڀ ڪجھہ ٿيڻ ڪانپوءِ ٿورڊ ٽي ڊالر پادري جي اڳيان رکندي چيو، "في الحال، مون وٽ اھي آھن.."

پادري پيسا ڳڻندي چيو، "ٿورڊ تون مون وٽ ٽي ڀيرا آيو آھين ۽ ٽئي ڀيرا پٽ لاءِ آيو آھين."

ٿورڊ جي چپن تي مرڪ آئي. ڪجھہ چئي بنا پادريءَ ڪان موڪلائي ھليو ويو. ھي پنڌرھن ڏينھن ڪانپوءِ جو واقعو آھي. ٿورڊ ۽ سندس پٽ شادي جي انتظامن لاءِ اسٽورليڊن وڃي رھيا ھئا. ٻئي ٻيڙيءَ تي ويٺل ھئا. پٽ پيءُ کي چيو، "ٻيڙيءَ جو ھي تختو ڇڳو آھي." ايئن چئي ھو اٿي بيٺو ۽ ان تختي کي سڌو ڪرڻ لڳو جنھن تي ھو ويٺل ھو. اوچتو تختو ھن جي پيرن ھيٺان

نڪري ويو.هن ٻانهون کيڙيون. رڙ ڪيائين ۽ ٻاٽيءَ ۾ ڪري پيو.

"ونجھ ڪي ٻ ڪڙا!" پيءُ هن ڏانھن رڙ ڪري ونجھ وڌايو. پر هو ونجھ تائين پھچي ڪونہ سگھيو. "مان اجھو تو وٽ اچان ٿو. حوصلو رک." ٿورڊ هن ڏانھن ٻيڙي وڌائي سندس پٽ هن جي پھچڻ کان اڳ هٿ پير هڻندي ٻڏي ويو. هن کي پنھنجي اکين تي اعتبار ئي نہ ٿي آيو. هو ان هنڌ نھاريندو رهيو جتي سندس پٽ ٻڏي ويو هو. ڪيس يقين هو تہ اجھو ٿو هو ٻاهر نڪري. پر ڪجھہ دير لاءِ ٻاٽيءَ ۾ ٻڙ ٻڙ ٿي ۽ پوءِ ٻاٽيءَ جو مٿاڇرو شيشي جيان صاف ۽ هموار ٿي ويو.

ماٺھن ڏنو تہ هو ٿي ڏينھن ٿي راتيون اڄ ۽ بک ۾ اوجاڳو ڪندي پٽ کي ٻاٽيءَ ۾ ڳوليندو رهيو. ٽن ڏينھن کانپوءِ ڪيس پٽ جو لاش مليو. لاش ٻانهن تي کڻي پوک ڏانھن روانو ٿي ويو.

هڪ سال کانپوءِ پڻ چڻ مند جي هڪ اونداهي شام جو پادري ڪمري کان ٻاهر ڪنھن جي قدمن جو آواز ٻڌو. هن ٻاهر اچي ڏٺو. هن جي سامھون هڪ نبل ۽ ڏکھو ماٺھو بيٺل هو. سندس چيلھہ جھڪيل هئي. وار اڇا هئس. پادري هن کي دير سان سڃاتو. هو ٿورڊ هو. ڪيس ڪمري ۾ وٺي آيو. پڇيائينس، "هن مھل جو ڪٿان ٿو اچين؟"

"ها، ديرتہ ٿي وئي آهي." ڪنڌ لوڏيندي وراڻيائين. ڪجھہ دير لاءِ ٻئي خاموش هڪٻئي ڏانھن نھاريندا رهيا. ٿورڊ سانت ٽوڙيندي چيو. "مون ٻاڻ سان گڏ ڪجھہ پيسا آندا آهن چاهيان ٿو تہ منھنجي پٽ جي صدقي غريبن ۾ ورهايا وڃن." اٿي پيسا ٽيبل تي رکيائين ۽ پوءِ ساڳي جاءِ تي اچي ويٺو. پادري پيسا ڳڻيا، ڳڻي چيائين، "هيءُ تہ تمام گھڻا پيسا آهن." "اڄ مان پنھنجو سڀ ڪجھہ وڪڻي ڇڏيو آهي. هي ان جو اڌ آهي."

پادري ڪجھہ گھڙيون چپ رهيو. ڪجھہ سوچي ٿورڊ کان پڇيائين، "ڇڱو ڀلا ٻڌاءِ تہ هاڻي توکي ٻيو ڇا گھرجي؟"

"ڇڱائي ٿو چاهيان."

جھٽ لاءِ ٻئي خاموش ويٺا رهيا. ٿورڊ جون اکيون جھڪيل هيون

پادري ڏانهس ڏسندو رهيو. نرميءَ ۽ ٻاجهه سان چيائينس، ”نيٺ تنهنجو پٽ تولاءِ ٻاگهه وارو ثابت ٿيو.“

”ها منهنجو به اهو خيال آهي.“ ٿورڊ اکيون مٿي ڪئي ڏٺو. سندس ڳلن تان به وڏا ڳوڙها ترڪي رهيا هئا.

سنڌيڪار: ممتاز بخاري



## رڊيارڊ ڪپلنگ

**Rudyard Kippling**

هن هڪ بت تراشيءَ جي پروفيسر جي گهر ۾ ١٨٦٥ع ڌاري، انڊيا جي شهر بمبئيءَ ۾ جنم ورتو. چو تہ سندس پيءُ ان وقت بمبئيءَ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر هو. تعليم انگلينڊ ۾ حاصل ڪيائين. سترهن ورهين جي عمر ۾ انڊيا آيو ۽ لاهور جي "The Civil and Military Gazette" ۾ سب ايڊيٽر ٿي صحافت جي شروعات ڪيائين. هن ادب ۾ شروعات ڪهاڻين ۽ نظمن سان ڪئي. ان شعبي ۾ ڪيس چڱي خاصي مقبوليت ملي.

سندس اهي لکڻيون گڏي ۱۸۹٦ع ۾ Departmental Distties ۽ ۱۸۸۷ع ۾ "Plain Tales from the hills" جي صورت ۾ ڇپيون. سندس لکڻين ۾ هندستاني ۽ انگلستاني رچاءُ آهي. هن آمريڪا، آسٽريليا، ڏکڻ آفريڪا ۽ افغانستان جا دورا بہ ڪيا. هن جا ناول ۽ ڪهاڻين جا مجموعا آمريڪا ۽ برطانيا ۾ اهم جاءِ والارڻ لڳا. تانجو کيس ۱۹۰۷ع ۾ "نوبل پرائز" سان نوازيو ويو.

ڪهاڻيڪار، شاعر، ناول نگار ۽ صحافي رڊيارڊ ڪپلنگ ۱۹۳٦ع ڌاري وفات ڪئي.

# هڪ ڀيرو، جنهن کي ماريو ويو

رڊيارڊ ڪپلنگ (انگلينڊ)

ڪير آهي؟ جو خوش آهي
اهو، جيڪو پنهنجي گهر ڀرسان ننڍڙا ٻار ڏسي.
ٻار، جيڪي مٽي تي مٽي وسائيندا هجن،
ٽپ ڏيندا هجن، ڪرندا هجن،
۽ رڙيون ڪري روئيندا هجن.
(مني چندارا.)

پولو - بال تمام پراڻو هيو، ڏڪيل، ڪٽيل سٽيل ۽ گهاو ڀيل، اهو منهنجي تماڪ ڇڪڻ واري پائپ جي ڏنڊيءَ ڀرسان مينٽل پيس تي رکيل هو. جنهن کي امام دين خدمتگار، صاف ڪري رهيو هو.

"ڇاهي ٻهشت ڇايو، هن بال جي حسرت ڪري ٿو سگهي؟" امام دين نماڻائيءَ سان چيو، "هن "ٻهشت ڇائي" کي بال جي ڪهڙي ضرورت، ڇا ڪندو. هن بال جو هي "ٻهشت ڇايو."

"سائين جن کي اطلاع ڏيڻ فرض ٿو سمجهان ته مونکي هڪڙو ۽ ننڍڙو پٽ آهي. اهو هن بال کي ڏسي ڇڪو آهي ۽ چاهنا ڪري ڇڪو آهي ته هو هن بال سان کيڏڻ ٿو چاهي. هي بال مون کي پنهنجي لاءِ ڪونه گهرجي."

مون وٽ ڪوبه جواز ڪونه هيو جنهن سان امام دين کي ان بال کڻڻ کان روڪجي ها. هن سمورو ڪن ڪچرو ميڙي سيڙي وراندي ۾ گڏ ڪيو، تڏهن هڪڙو معصوم ۽ خوشيءَ ڀريو آواز گونجيو ۽ پوءِ بال جو فرش تي ٽپا ڏيڻ جو آواز، ٽپ، ٽپ، ٽپ ۽ ڀتڪڙن پيرن جي ڊڪڻ جو آواز اچڻ لڳو. حقيقت ۾ ٻار در جي اوٽ ۾ بيهي بال کڻڻ جو انتظار ڪري رهيو هو. مگر

مان سوچيان ٿو تہ ھن اھو بال اتي ڏٺو ڪيئن؟

ٻي ڏينهن مان مقرر وقت کان اڌ ڪلاڪ اڳ ۾ آفيس کان موٽيس ۽ هڪڙي پتڪڙي وجود کي پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ ڏسي حيران ٿي ويس. ننڍڙو ۽ مرجهايل بدن، تنهن تي هڪ ڍلو ۽ چيڙيل، گهنجن هاڻو چولو پيل هو. جنهن ۾ هن جو پتڪڙو ۽ لڙڪندڙ پيٽ چڻ تہ ڦوڪي رهيو هو. هو، وات ۾ آڱريون ڏيئي، ڪمري اندر هيڏي ڏي حيرانيءَ سان تڪي رهيو هو.تصويرن جو ايترو اسٽاڪ ڏسي اچرج ڪري رهيو هو. مان سمجهي ويس تہ اهوئي خدمتگار جو "ننڍڙو ۽ هڪڙو پٽ" آهي. هن کي منهنجي ڪمري ۾ ڪوئي بہ ڪم نہ ٿو ٿي سگهي، پر اهو پنهنجي انوکي دريافت ۾ ايترو تہ گم هو جو دروازي تي منهنجي موجودگيءَ جو ذرو بہ احساس نہ ٿيس.

مان ڪمري ۾ وڌي آيس. هن کان ڇرڪ نڪري ويو ۽ مون کي ڏسي صفا پيلو پئجي ويو. ... ۽ پوءِ.... سهڪندو سهڪندو هيٺ ڌرتيءَ تي ويهي رهيو. هن جون اکيون ڌوڏن مان ٻاهر نڪري آيون هيون ۽ وات پٽجي ويو هوس. مون ڄاتو پئي تہ ڇا ٿيڻ وارو آهي. رڳو هڪڙي پونڪ ٿي ۽ اهو ڇوڪرو منهنجي حڪم کان سواءِ ئي وقت کان اڳ ۾ سرونٽ ڪوارٽرس ۾ پڄايو ويو. ڏهن سيڪنڊن بعد امام دين منهنجي ڪمري ۾ موجود هيو. تڏهن اوچتو ڪنهن جا ڪمري ۾ سڏڪا گونجڻ لڳا. مان موٽي اچي ڏٺو تہ امام دين ننڍڙي کي دڙڪا ڏئي رهيو هو ... ۽ ڪيس رومال جيان نپوڙي ڇڏيو هو. "هي ڇوڪرو!" امام دين جج جيان ڪڙڪيو، "بدمعاش آهي، تمام وڏو بدمعاش... هي بغير ڪنهن شڪ شبهي ۽ شاهديءَ جي جيل اماڻيو ويندو."

موٽ ۾ صرف دانهون ۽ ڪيهون گونجيون ... ۽ پوءِ امام دين مون کان معذرت گهرڻ لڳو.

"ٻالڪ کي ڀڄايو وڃي." مون چيو. "مان ڪاوڙيل نہ آهيان. هاڻي هتان کان هلو.." امام دين منهنجا لفظ ۽ منهنجي معافي دکي ٻالڪ تائين پڄائي، جيڪو ڊپ وچان پنهنجي شرٽ کي گردن وٽ جمع ڪري چڪو

هيو. ٻئي ٻاهر وڃڻ لاءِ هليا. ”هن جو نالو“ امام دين حقارت وچان ائين چيو ڄڻ ڪنهن ڏوهه جو اعلان ڪندو هجي. ”هن جو نالو محمد دين آهي ۽ هي تمام وڏو بدمعاش آهي.“

اڳ واري خوف کان آزاد ٿي ويل محمد دين پيءُ طرف مڙيو ۽ نهايت ڏک وچان چوڻ لڳو. ”صحيح آهي ته مان محمد دين آهيان. مگر مان، بدمعاش نه آهيان. تاحب! مان ته هڪ مرد آهيان.“

هن واقعي ڪانپوءِ محمد دين وري منهنجي ڪمري ۾ نه آيو. مگر الاهي دفعا باغيچي ۾ اسان جو ٽڪراءُ ٿيندو هيو.. اسان هڪ ٻئي کي تعظيم ڏيندا هياسي. اسان جي وچ ۾ رڳو هي جملا هيا. ”تلام تاحب“ ۽ منهنجي موٽ ”سلام محمد دين“ ... ۽ بس.

روز منهنجي آفيس موٽڻ مهل، سفيد شرٽ ۽ ڦوڪيل پيٽ سان هڪڙو پاڇو باغ جي وٽڻ جي جهڳٽي مان اڀرندو هيو. ۽ مان روز اتي پنهنجو پڌل گهوڙو ڏسي ويندو هوس، ۽ مان ائين سُجهائيندو هوس ته مون کي ڪجهه به پتو نه آهي.

محمد دين کي ڪوبه سنگتي ساٿي ڪونه هيو. انڪري پاڻ ۾ ئي مگن رهندو هو. اڳڻ ۾ يا ٻاهر... پيو ڪيڏندو هو. هڪ ڏينهن مان هن جي ڪيرايل ڪنهن شيءِ تان ٿاٻڙجي پيس. هو اڌ تائين پولو بال کي زمين ۾ پوريون ويٺو هو. ۽ ڇهه خوبصورت گل انهيءَ جي چوڌاري گول دائري ۾ ٽنبي رکيا هيائين. دائري کان ٻاهر پڪل سرن جا ٽڪر ٽوٽا چين جيان سجائي رکيا هئائين. اهي چورس ۾ رکيل هيا ۽ اهو سڀ ڪجهه وري هڪ ننڍڙي بند سان گهيراؤ ڪيل هو ۽ مالهي پاڻيءَ جو ڀريل لوٽو ڪيس ڏئي رهيو هو. هن صفائي پيش ڪندي چيو، ”سائين هي راند صرف ٻارن جي راند آهي ۽ ان سان باغ ۾ ڪابه بدصورتي ڪانه ٿي اچي.“ خدا ڄاڻي. مان ڪڏهن به هن ٻالڪ جي ڪم ۾ رهت اٽڪائڻ نه چاهيو هو ۽ نه ئي چاهيندس. پر انهيءَ شام مون کي ٿوري ڪڙڪ پئجي وئي ۽ مان ٽڪڙن قدمن سان انهيءَ جهڳٽي ڏانهن وڌيس. تڏهن خبر پئي ته بال چوڌاري ٽنبيل گل هتان پٽيا ويا هيا ۽ اهي هاٿي

ڪڏهن به جڙي نه سگهندس، ڪڏهن به ملي نه سگهندا.

ٻي صبح مان، محمد دين مٿان آيس، هو هوريان هوريان روئي رهيو هو ۽ منهنجو ٽاپڙ سان ڊاٿل سمورو ڪالهوڪو کيل وڪريو پيو هو. ڪنهن هن کي ٻڌايو هو ته صاحب، توتي ڏاڍو ڪاوڙيل آهي ته تون هن باغ کي خراب ڪيو ۽ گندي زبان استعمال ڪئي.

محمد دين هڪ ڪلاڪ تائين ساندهه پنهنجو کيل منڊل وري جوڙڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. مگر هو وري اهڙو کيل نه جوڙي سگهيو. هڪ ڏينهن جڏهن مان آفيس مان موٽيس .هن مون کي ڏٺو، نماڻن نيڻن ۽ سڏڪن ساڻ "تلام، تاحب..." چيو. هڪڙي تڪڙي انڪوائري امام دين ذمي ڪئي وئي ته هو محمد دين کي احساس ڏيارائي ته هو پنهنجي رضا سان، جيڪو ڪجهه وڻيس پيو ڪري.... تنهن تي ٻالڪ وري دل جهلي ۽ زمين تي ڊاٿل منڊل کي وري جيئارڻ جي ڪوشش ڪيائين. مگر هو ائين نه ڪري سگهيو ۽ وري به ناڪام رهيو.

ڪجهه مهينن کان هن جي سياءَ ۾ ڏرتيءَ جي ان ٽڪري ۽ باغ جي ان جهڳٽي لاءِ عجيب تبديلي محسوس ٿي.

هميشه سڻن ۽ سهڻن هنڌن تان مرجهايل گل هٿايا ويندا آهن ۽ اڇليا ويندا آهن. گهسيل پٿرن جا ٽڪرا، ڀڳل شيشن جا ٽڪرا، ۽ چٽيل پن، مان محسوس ڪيو ته مان ٻڻ هڪ ٻکي آهيان، جنهن جا پر هوريان هوريان پٽيا وڃن پيا.

هڪ چٽڪبرو، سامونڊي ڪوڏ. هن جي ننڍڙي گهوڙي پرسان ڪريو ۽ مون ڄاتو ته محمد دين ضرور هڪ اهڙي شيءِ ٺاهيندو، جيڪا هن جي عمر وارا ڇوڪرا نه ٺاهيندا آهن. مان قطعي پريشان نه هيس. هن پنهنجو ٽائيم هڪ عجيب ڪم ۾ لڳائي ڇڏيو ۽ پوءِ هوريان هوريان هن جي ڳائڻ جو آواز هوا ۾ لهرون ٺاهڻ لڳو. اوچتو هو ڌرتيءَ تي ليڪا پائڻ لڳو. صاف ڏسڻ ۾ پئي آيو ته هو هڪ عجيب ۽ خوبصورت محل ٺاهڻ لڳو آهي، اهو محل، ٻه گز ڊگهو ۽ هڪ گز ويڪرو هو. پر اهو محل مڪمل نه ٿي سگهيو.

ٻي ڏينهن محمد دين ڪونہ هيو ۽ نہ ئي هن جو اڻ پورو ۽ خوبصورت محل ۽ نہ ئي منهنجي مهل تي. ”تلام - تاحب ...“ جو وٽندڙ آواز. منهنجي اندر مان عجيب احساس اٿيا ۽ مان دکي ٿي ويس.

”هنن وٽ ڪابہ طاقت يا سگهہ ڪانهي. ۽ هي ٻار تہ...“ ڊاڪٽر ائين چيو ۽ امام دين جي ڪوارٽر مان هليو ويو.

هڪ هفتي ڪان پوءِ، مون، جيڪو ان مسئلي کان منهن موڙيل رهيس ۽ بي خبر رهيس. امام دين کي مسلمانن جي قبرستان منجهہ ڏٺو، جتي هو ٻين ماڻهن سان گڏجي هڪ سفيد ڳنڙي هٿ ۾ کنيو، قبرستان مان نڪري رهيو هو... هُو، محمد دين کي پوئتي ڇڏي آيا هيا.

سنڌيڪار: حبيب ساجد



## رابندر ناٿ ٽيگور

**Rabinder Nath Taigor**

بنگالي ٻوليءَ جي هن شاعر، ڊرامانگار، ناول نويس، موسيقار، مصور ۽ ڪهاڻيڪار هڪ برهمڻ جي گهر ۾ ٧ مئي ١٨٦١ع تي ڪلڪتي ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ تمام وڏو جاگيردار هو. ان ڪري ٽيگور ڪنهن ڪاليج يا يونيورسٽيءَ جي ڊگري حاصل نہ ڪئي. کيس گهر ۾ ئي پڙهايو ويو. هن سياست ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو تہ ادب سان بہ لڳاءُ رکيائين. ان سان گڏ کيس مصوريءَ ۽ موسيقيءَ جو چاهہ هيو. سندس لکڻيون بنگاليءَ ۾ هيون. هن

ڊراما لکيا، ڪهاڻيون لکيائين ۽ ناول لکيائين، مضمون پڻ.

جڏهن ييٽس هن جي شعري مجموعي گيتانجلي جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو ته کيس ١٩١٣ع ۾ ادب جو ”نوبل پرائز“ ڏنو ويو. مذهبي طور کيس ”گرو ديو“ جو درجو حاصل هو. هن کي ١٩١٥ع ۾ ”سر“ جو به خطاب ڏنو ويو.

رابندر ناٿ ٽيگور ٧ آگسٽ ١٩٤١ع تي وفات ڪئي.

# هارايل خواهش

رابندر نات ٽيگور (بنگالي)

دارجيلنگ پهچي ڏٺم ته چؤ ڏس ڪڪر ئي ڪڪر هئا. گهر کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ من نه ٿي چاهيو پر گهر ۾ ويهندي به مزو نٿي آيو. هوٽل ۾ صبح جو ناشتو ڪري، واندو ٿي، پيرن ۾ ٿلهو بوٽ پائي ۽ مٿي کان پيرن تائين ميڪنيٽش پائي سير لاءِ نڪتم. هلڪو هلڪو مينهن وسي رهيو هو. چئني ڏسائن ۾ ڪڪر ڇانيل هجڻ ڪري ائين پئي ڀاسيو ڄڻ ته هماليا جي جبلن ۾ ئي سڄي ڪائنات جي نقشي کي ڌتي پاڪ ربڙ سان گسائي مٽائڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. ڪڪرن جي انهيءَ ديس ۾ منهنجو من نه ٿي لڳو. ڇو ته هتي ڪنهن به شيءِ سان لڳاءُ نه ٿي رهيو هو. پنجن رنگن واري ڌرتيءَ کي پنهنجي ڇهين حس سان ٻيهر پڪڙ لاءِ منهنجومن بيقرار ٿي رهيو هو.

ايتري ۾ ويجهو کان ڪنهن ڏکويل عورت جي روئڻ جو آواز آيو. آواز هلڪو هو. هن ڏکن سان ڀريل دنيا ۾ روئڻ جو آواز ڪو وڏو واقعو نه هو. ڪنهن ٻئي هنڌ اهو آواز ٻڌان ها ته شايد ڌيان نه ڏيان ها. پر هنن ڪڪرن سان گهيريل ملڪ ۾ مون کي اهو آواز سڄي دنيا جو اڪيلو ڏکارو آواز لڳو. مان ان کان لنوائي نه سگهيس. آواز ڏانهن ڪن ڏيئي اڳتي وڌيم. ڏٺم ته گيڙو رنگ جا ڪپڙا پهريل هڪ عورت رستي جي ڪناري، پٿر تي ويهي هوريان هوريان روئي رهي هئي. هن جي سونهري وارن جو جوڙو مٿي ڏانهن ٻڌل هو. ائين ته نه هو ته هاڻي ئي هاڻي هن تي ڪو صدمو گذريو هو. ائين پي لڳو ته ڪيترن ڏينهن کان ڪو ڏک هن جي دل ۾ ڌيري ڌيري وڌي ويجهي رهيو هو. جيڪو اڄ بادلن سان گهيريل اونداهي جي وزن سان اوچتو ايري پيو.

مون چيو، ”واه“ هي هڪ پيار ڀري ڪهاڻي جي شروعات ٿي. دامن

ڪوهه ۾ ڪنهن وينل جوڳڻ کي روئيندو پنهنجي اکين سان ڏسندس اهو ته مون کي ڪڏهن گمان به نه هو. اها عورت ڪهڙي قوم جي هئي؟ مان سڃاڻي نه سگهيس. همدرديءَ سان هندي ۾ پڇيم، ”تون ڪير آهين؟ توکي ڇا ٿيو آهي؟“

ڀهريون هن ڪابه ورندي نه ڏني، رڳو ڪڪرن سان ڍڪيل ڌنڌليءَ فضا ۾ هن پنهنجي ڳوڙهن ڀريل چمڪندڙ اکين سان مونتي هڪ نظر وڌي.

مون ٻيهر چيو، ”مون کان نه ڊڄ مان شريف ماڻهو آهيان.“

اهو ٻڌي هن کلي ڏنو ۽ پڪي هندستاني ٻوليءَ ۾ چيائين، ”گهڻا ڏينهن ٿيا آهن ڊپ ۽ ڀوَ ڇڏي ڏنو اٿم ۽ هاڻي ته شرم ۽ حيا به ناهي. بابوجي اهي به ڏينهن هئا ته مان اهڙي پردي ۾ هوندي هئس جتي منهنجي سڳي ڀاءُ کي به اندر اچڻ لاءِ اجازت وٺڻي پوندي هئي. اڄ منهنجو سڄي دنيا کان ئي پردو هليو ويو آهي.“

ڀهريائين مونکي ٿوري ڪاوڙ آئي. منهنجي ڏيٺ ويٺ بلڪل انگريزن جيان هئي پوءِ به نياڳيءَ عورت آلائي ڇو مونسان بابو چئي ڳالهايو. سوچيم ڪهاڻيءَ کي اتي ئي ختم ڪري ولائتي صاحب بهادرن جيان ڀرون چاڙهي، سگريٽ مان دونهون ڪيندي، ڪاوڙ سان ڌرتيءَ تي پير هڻندي، تڪڙ ۾ روانو ٿي پوان. پر منهنجي تجسس جي ذوق ائين ڪرڻ نه ڏنو.

حڪم ڏيڻ واري انداز ۾ پڇيم، ”ڇا مان تنهنجي ڪا مدد ڪري سگهان ٿو؟ ۽ تون ڪجهه چوڻ چاهيندين؟“

هن سڪون سان مون ڏانهن ڏٺو، ٿوري دير رکي مختصر جواب ڏنائين، ”مان بدراون جي نواب غلام قادر خان جي ڌيءَ آهيان.“

بدراون ڪهڙي ملڪ ۾ آهي ۽ نواب غلام قادر خان ڪهڙا نواب آهن. ۽ ان جي ڇوڪري ڪهڙي ڏک ۾ جوڳڻ بڻجي دارجيلنگ ۾ ڪلڪتي روڊ جي ڪناري ويهي سگهي ٿي؟ ان جي مونکي ڪابه ڄاڻ نه هئي ۽ نه ئي اعتبار ٿي آيو. مون سوچيو اهو لطيفو ٻڌوئي وڃي. دلچسپي به پيدا ٿيڻ لڳي هئي. هڪدم جهڪي ادب سان سلام ڪندي چيم، ”بيگم صاحبا، معاف

ڪجو. مان توهان کي سجاڻي ڪون سگهيو هوس."

هن کي نہ سڃاڻڻ جا ڪيئي ڪارڻ هئا، پهريون ڪارڻ اهو هو تہ هن کي مان اڳ ۾ ڪون ڏٺو هو. انڪانسواءِ ايڏو ڏنڊ هئو جو پنهنجو هٿ پير سڃاڻڻ بہ ڏکيو هو. بيگم صاحبا بہ ڪاوڙ ڪون ڪئي. هن پنهنجي ويجهو ويهڻ لاءِ ساڄي هٿ سان اشارو ڪندي چيو، "ويهو."

ڏٺم تہ حڪم ڪري چاڻي، آلي پٿر تي ويهڻ جي اجازت ملڻ سان مونکي توقع کان وڌيڪ اعزاز مليو. بدراون جي نواب غلام قادرخان جي ڌيءَ نور النساء يا مهر النساء يا بانو الملڪ مون کي پنهنجي ويجهو ويهڻ لاءِ ان گندي هنڌ ويهڻ جي اجازت ڏني، جنهن لاءِ ميڪنٽش پائي هوٽل کان ٻاهر نڪرڻ مهل منهنجي خواب ۽ خيال ۾ بہ نہ ٿي اچي سگهيو تہ منهنجي ايڏي عزت ٿيندي. ٻن رستي ويندڙن ۾ ڳجهہ جون ڳالهيون شاعري لڳنديون آهن. ۽ ان سان ڏسندڙن جي دل ۾ ڏور ڪنهن پهاڙ جي غار مان آبشار جو آواز ۽ ڪالي داس جي لکيل ميگهہ دوت، ڪمار سڀو جوسنگيت اجاگر ٿي ويندو آهي. پر هيءَ ڳالهہ هر شخص کي مڃڻي پوندي تہ بوٽ ۽ ميڪنٽش پائي ڪلڪتي روڊ جي ڪناري تي گندي پٿر تي هڪ پينو عورت سان ويهي اهو سمجهڻ تہ منهنجي عزت ۾ ڪوبہ فرق نٿو اچي، هاٿوڪي دؤر ۾ اهو خيال بنگالين ۾ ٿورن کي ئي آهي. پر ان ڏينهن گهاٽي ڏنڊ سني فضا کي خراب ڪري ڇڏيو هو ۽ اتي ٻيو اهڙو ڪوبہ نہ هو جنهن سامهون شرم ڪجي. هر وقت چانيل ڪڪرن ۽ ڏنڊ جي انهي ديس ۾ ان مهل رڳو بدراون جي غلام قادر خان جي ڌيءَ ۽ مان هڪ جديد اسٽائل جو بنگالي اتي هئا سين. ائين پيو لڳي جڻ سڄي دنيا تباهہ ٿي وئي آهي. رڳو اسان ٻئي پٿرن تي ويهي بچي ويا آهيون. ان اوچتو ملڻ جي سڌ رڳو اسان ٻنهي کي هئي. تيون ڪوبہ ڏسي ڪون رهيو هو.

مون پڇيو، "بيگم صاحبا اوهان جي هي اهڙي حالت ڪنهن ڪئي آهي؟"

... مون کي هندستاني ٻولي تمام ٿوري ايندي هئي. اها ٿوري ٿڪي

هوٽل جي ٻيرن سان ڳالهائي سگهي هئم.

.... بيگم صاحبا چيو، ”منهنجي زندگيءَ جي حيرت انگيز ڪهاڻي اڄ پوري ٿي آهي. توهان ٻڌڻ چاهيو ته عرض ڪيان.“

مون چيو، ”اهو توهان ڇا ٿيون چئو؟ ان ۾ چاهڻ يا نه چاهڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. جيڪڏهن توهان ٻڌايو ته مان پنهنجي مان جي وڏائي سمجهندس.“ ڪو اهو نه سمجهي ته مان مٿين ڳالهه هندستاني ٻولي ۾ ڪئي هئي. چوڻ جو ارادو ضرور هو پر چئي نه ٿي سگهيس. بيگم صاحبا جڏهن ڳالهائيندي هئي ته ائين پئي لڳم ڄڻ ماڪ سان ڌوتل ڪٽڪ جي فصل جي سونهري چوٽين تي صبح جي تازي هوا لهرون ڏيندي وڃي رهي آهي.... مان هن جي ڳالهين جو جواب ڪنهن ڇٽ جيان لفظ لفظ جوڙي ڏيئي رهيو هوس. منهنجي زبان ۾ هن وانگر رواني ۽ مٺاڻ نه هو. هن سان ڳالهه ڪندي مون کي پنهنجي انهيءَ ڪمزوريءَ جو احساس گهڙي گهڙي ٿي رهيو هو.“

هن چيو، ”منهنجو تعلق مغل شهنشاهن سان آهي. ان خاندان جي وقار کي قائم رکڻ لاءِ منهنجي شادي ٿيڻ ڏکي ڳالهه هئي. جو ته منهنجي مقابلي جو ڪوبه ڇوڪرو نه ٿي مليو. نيٺ لکنؤ جي هڪ نواب منهنجو رشتو گهريو. منهنجو پيءُ ان بابت ويچار ڪري ئي رهيو هوته ايتري ۾ بندوق جي ڪارتوسن کي ڏندن سان ڪپڻ جي ڳالهه تي انگريز سرڪار جي سپاهين سان لڙائي شروع ٿي وئي. توبن جي دونهين سان هندستان تي اوندهه ڇانئجي وئي.

عورت جي آواز ۾ مون ڪڏهن به هندستاني ٻولي نه ٻڌي هئي ۽ خاص ڪري ڪنهن اعليٰ خاندان جي. پوءِ چڱيءَ طرح سمجهي ويم ته اها زبان اميراڻي آهي. اها جنهن زماني جي زبان هئي. اهوزمانو هاڻي ناهي رهيو. هاڻي ريل، ٽيليگراف ۽ تجارت جي رش ۾ اميرن جي طبقي گم ٿيڻ ڪري ان ڳالهين جي زينت هلي وئي آهي ۽ ترقي پڻ.

نواب زادي ڪان ڳالهيون ٻڌندي ئي انگريزن جي آباد ڪيل هاڻوڪي دؤر جي پهاڙي شهر دارجيلنگ ۾ ڏنڊ جي گهري ۽ گهاٽي چار مان مغل

شهنشاهن جي زماني جون وارتائون عقيدت جي چڪ سان منهنجي تصور جي اکين اڳيان اچڻ لڳيون. پٿرن سان جڙيل آسمان کي ڇهندڙ محلن جي قطار، رستي تي تيز رفتار گهوڙن تي خوبصورت زين. هاٿين جي پٺين تي زريءَ جون جهالرن لڳل هود. شهري ماڻهن جي متن تي رنگ برنگي ٽوپيون. شالون، ريشمي ڪپڙا، چيلهه ۾ پٽا ٻڌل. زريءَ جون ڳهيل ڇهنب واريون جتيون. رسمن جي پابندي. انهن سڀني شين کي منهنجي دل جي اک ڏسي ورتو.

نواب زاديءَ چيو، "اسان جو قلعو جمنا جي ڪناري هو. اسانجي فوج جو آفيسر هڪ هندو هو. سندس نالو ڪيشر لال هو." عورت پنهنجي زبان جي سمورو مٺاڻ هڪ لمحي لاءِ لفظ ڪيشر لال ۾ اوتي ڇڏي. پنهنجي لڪڻ کي ڌرتيءَ تي رکي ڏيان سان ٿي ويٺس. "ڪيشر لال ڪٽر هندو هو. مان روزانو پرهه ڦٽيءَ جو اٿي عورتاڻي گهر جي جهروڪي مان ڏسندي هيس، ڪيشر لال سيني تائين جمنا جي پاڻيءَ ۾ لهي، غوطو هڻندو هو ۽ طواف ڪندو هو. جڏهن سج ايرندو هو ته هٿ ٻڌي، سج ڏانهن منهن ڪري عبوديت جو اظهار ڪندي پاڻيءَ جي نذر چڙهائيندو هو ۽ آلن ڪپڙن سان گهير وٽ ويهي نياز ۽ نوڙت سان پوڄا ڪندو. ان ڪانپوءِ پيروي جي راڳڻي ۾ ڀڄن ڳائيندو گهر هليو ويندو هو.

مان مسلمان ڇوڪري هيس. پر مان پنهنجي مذهب بابت ڪجهه به نه ٻڌو هو ۽ اسان جي مذهب ۾ ڪيئن عبادت ٿيندي آهي؟ اهو به نه ڄاڻندي هيس. ان زماني ۾ اسانجي گهر جا ڀاتي شراب ۽ عياشي ۾ رڌل هوندا هئا. هنن جو مذهب سان ڪوبه واسطو نه هو. عورتاڻي حصي ۾ به مذهب جي پڪڙ ڍري ٿي وئي هئي. عورتن جا ڏينهن به ڪلنديءَ دل لڳي ڪندي گذرندا هئا.

شايد پالڻهار منهنجي طبيعت ۾ ئي مذهب لاءِ چاهه رکي ڇڏيو هو. يا ٻيو ڪو ڪارڻ هجي، جنهن جي مون کي خبر نه هئي. پر هرروز صبح جو سج جي نڪرڻ سان ئي سمهيل جمنا جي گهير وٽ اچي ڏاکڻ تي اڪيلو ويهي ڪيشر لال پوڄا ڪندو هو ته ان کي ڏسي منهنجي دل خاموش ۽ چاهه

واري ڇڪ سان احترام ۾ پرجي ويندي هئي.

سدائين پابندي سان عبادت ۽ رياضت ڪرڻ جي ڪري ڪيشر لال جو سنهڙو، اڇو ۽ سهڻو بدن هڪ اهڙي مشعل جيان پاسندو هو جنهن ۾ دونهين جو نالوئي نہ هو. هن سنيءَ سيرت واري برهمڻ جي غير معمولي ڇڪ هڪ اڻسمجهہ مسلمان ڇوڪريءَ جي دل نرم ڪري ڇڏي هئي.

هڪ هندوستاني عورت منهنجي نوڪرياڻي هئي. جيڪا روزانو ڪنڌ جهڪائي ڪيشرلال کي پرنام ڪندي هئي. ۽ هن جي پيرن هيٺان مٽيءَ جي چپٽي کڻي پنهنجي مٿي ۾ وجهندي هئي. ان کي ڏسي مون کي سرهائي به ٿيندي هئي ۽ ريس بہ ايندي هئي. ڪريا ڪرم ۽ خوشيءَ ڏڻن تي هوءَ ڪڏهن ڪڏهن برهمڻ کي پوڄن ڪرائيندي هئي ۽ هن کي نذرانو بہ ڏيندي هئي.

مان پاڻ ئي هن کي ڪجهہ پيسا ڏيئي چيو، "تون ڪيشر لال کي دعوت نہ ڏيندينءَ." هن ڏندن ۾ زبان آڻي چيو، "ٺاڪر ڪيشر لال نہ ڪنهنجي دعوت قبول ڪندو آهي ۽ نہ ئي نذرانو وٺندو آهي."

سڌي يا اڻ سڌي طرح ڪيشر تائين پنهنجي پڳتي نہ پهچڻ ڪري منهنجي بڪايل دل سسي وئي.

منهنجي خاندان ۾ هڪ مرد هندو عورت کي زوريءَ سان پرڻائي آيو هو. محل سرا ۾ ويهي انهيءَ جو پوتررت پنهنجي رڳن ۾ ڊوڙندو محسوس ڪري ۽ انهيءَ رت جي رشتي سان، ڪيشر لال سان هيڪڙائي جو تصور ڪري، ڪجهہ سڪون محسوس ٿيندو هو.

پنهنجي هندو نوڪرياڻي کان هندو ڌرم جي عبادت جا رڪن ۽ رسمون سکي ورتيم. رامائڻ ۽ مهاڀارت جي پر اسرار ڪهاڻين کي چڱيءَ طرح پڌم ۽ محل سرا ۾ ويهي منهنجي من ۾ هندو دنيا جي حيرت جهڙي تصوير لهي آئي. بت، مورتيون، سنک وڄڻ جو آواز، سونهري گنبذ وارا مندر، لوبان ۽ اگربتين جي خوشبوءِ، چندن جي مهڪ سان گلن جو واس، جوڳين جي فطرت کان مٿاهين سگهہ، برهمڻن جا ڪارناما، انسانن جي روپ

۾ ديوتائن جي ليلا. اهي سڀ شيون گڏجي ڊاڍيون پراڻيون، ڦهليل ۽ ڊور، هڪ اهڙي مايا ڀريل دنيا کي منهنجي نظر سامهون پيش ڪنديون هيون جيڪي انسان جي عقل ۽ سمجهه کان ٻاهر هيون... منهنجي ننڍڙي دل ۾ هندو گهراڻو هڪ پرستان جو رومانوي روپ اختيار ڪري چڪو هو.

ايتري ۾ ڪمپني جي بهادر سان سپاهين جي جنگ شروع ٿي وئي. بدراون جي ننڍڙي قلعي ۾ به بغاوت جي لهر اچي وئي.

ڪيشر لال چيو، "ڦهريون ڳئون کائيندڙن کي آريا ورت مان ٻاهر ڪڍيو وڃي. ان ڪانپوءِ ئي هندستان جي سلطنت لاءِ هندن ۽ مسلمانن ۾ اکرمهر ڪري پاڻهي ئي فيصلو ڪيو ويندو."

منهنجوپيءُ غلام قادر خان هوشيار ماڻهو هو. هو انگريزن کي هڪ خاص رشتي سان ياد ڪندي چوندو هو، "جنهن ڳالهه جو ٿيڻ ممڪن ناهي ان کي به هو ڪري سگهن ٿا. هندستاني هنن جو مقابلو نٿا ڪري سگهن ڪوڙي اميد تي مان پنهنجي هن ننڍڙي قلعي کي وڃائڻ نٿو چاهيان. مان ڪمپني بهادر سان ڪونه وڙهندس."

هندستان جي هندن ۽ مسلمانن جو رت جنهن وقت گرم ٿي چڪو هو ان ويل منهنجي پيءُ جي واٽڪي عمل ڪري سيني جي دلين ۾ هن لاءِ نفرت پرجي وئي. منهنجون بيگم مائرون به بي چين ٿي رهيون هيون.

ايتري ۾ ڪيشر لال هٿيارن سان ڀريل هڪ دستي سان اچي پهتو ۽ منهنجي پيءُ کي چيائين، "نواب صاحب جيڪڏهن توهان اسانجي مدد نه ڪندؤ ته جيستائين لڙائي جاري رهندي اوستائين توهان کي هن قلعي ۾ قيد ڪيو ويندو ۽ هي قلعو مان پنهنجي قبضي ۾ رکندس." منهنجي پيءُ چيو، "جهيڙو يا گوڙ ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي مان توهان جو ساٿ ڏيندس."

ڪيشر لال چيو، "ءِ خزاني مان ڪجهه پيسا به ڪڍڻا پوندا." منهنجي پيءُ وڏيڪ ته نه ڏنو. چيائين، "جڏهن به جهڙي ضرورت پئي، ڏيندو رهندس."

مون وٽ پيرن کان مٿي تائين جيڪي به زيور هئا، لاهي نوڪرياڻي

هتان ڪيشر لال ڏانهن اماڻيم. هن قبول ڪيا. زيورن کان خالي منهنجي بدن جي انگ انگ ۾ خوشي ۽ جذبن جي لهر ڊوڙي وئي.

ڪيشر لال بندوقن ۽تلوارن کي صاف ڪرڻ ۾ لڳي ويو. اوچتو هڪ ڏينهن ٽيهري جو ضلعي جو ڪمشنر صاحب گورن جي ڳاڙهي ڪرتي واري فوج سان متي اڏائيندو، اسان جي قلعي ۾ اچي داخل ٿيو. منهنجي پيءُ ڳجهه ڳجهه ۾ هن کي بغاوت جي خبر اماڻي ڇڏي هئي. بدروان جي فوج تي ڪيشر لال جو ايڏو اثر هو جو هن جي حڪم سان پيگل بندوقن ۽ ڪٽيل تلوارن سان به وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويا.

پنهنجي غدار پيءُ جو گهر مون کي جهنم جيان لڳي رهيو هو. درد ۽ پيڙا، شرم ۽ نفرت سان منهنجو سينو ڦاٽي رهيو هو. پوءِ به اکين مان هڪ لڙڪ نه وهيو. پنهنجي بزدل پاءُ جا ڪپڙا پائي گهر کان ٻاهر نڪتم. ڪنهن کي به ڏسڻ جي فرصت نه هئي.

ان وقت تائين دز ۽ بارود جو دونهون، سپاهين جي گوڙ ۽ بندوقن جا آواز، سڀ بند ٿي چڪا هئا. ان جي جاءِ تي مردن جي درد ناڪ خاموشي ڌرتي ۽ آڪاش تي پکڙيل هئي. جمنا جي پاڻيءَ کي رت هاٿو ڪري سج به الهي چڪو هو، ۽ آسمان تي پورو چنڊ شام جو ئي نڪتو بيٺو هو.

لڙائي جي ميدان ۾ چوڏس لاشن جو هجڻ، خوفائتو منظر هو. پيو ڪو موقعو هجي ها ته درد ۽ غم سان منهنجي دل پرجي وڃي ها. پر ان ڏينهن خواب ۾ گم ٿيل شخص جيان ميدان ۾ گهمي رهي هيس. ڳولي رهي هئم ته ڪيشر لال ڪٿي آهي. انهيءَ هڪ ڏيان کانسواءِ باقي سڀ ڪجهه بي حقيقت پاسي رهيو هوم. ڳوليندي ڳوليندي اڌ رات گذرڻ کانپوءِ چنڊ جي روشنيءَ ۾، ميدان جي ويجهو جمنا ڪناري انب جي باغ هيٺان ڪيشر لال ۽ سندس نمڪ حلال نوڪر دويڪي نندن جا لاش پيا هئا. مان سمجهي ويس ته زخمي ٿيڻ کانپوءِ آقا نوڪر کي يا نوڪر آقا کي هن محفوظ جاءِ تي ڪٺي آيو ۽ پاڻ مري ويو.

پهريائين ته مان ڪيترن ئي ڏينهن جو ارمان پورو ڪيو جيڪو پورو

ٿيڻ ممڪن نہ هو. ڪيشر لال جي قدمن ۾ ويهي، پنهنجن گوڏن تائين لڙڪندڙ وارن سان هن جي پيرن کي صاف ڪيم. هن جي برف جهڙي پوتر پيرن کي پنهنجي گرم پيشاني تائين آندم. هن جا پير چمندي ڪيترن ئي ڏينهن کان رڪيل لڙڪ وهي پيا.

ايتري ۾ ڪيشر لال جي بدن ۾ ٿورو چرپر ٿي. اوچتو هن جو درد ڀريل آواز ٻڌي ڇرڪي ويم. هن جو پير ڇڏي اٿي بيٺم. هن بند اکين ۽ خشڪ گلي سان هڪ ڀيرو ٻيهر چيو، ”پاڻي.“

هڪدم مان پنهنجي ڪپڙي جي ڪنڊ ڄمنا مان آلي ڪري آيس ۽ ڪيشر لال جي وات ۾ ڪپڙو نپوڙي پاڻي وجهڻ لڳس. مان پنهنجي ڪپڙي جو آلو حصو ڦاڙي، هن جي زخمي ٿيل ڪاٻي اک ۽ پيشاني تي ٻڌي ڇڏيو.

اهڙي طرح ڪوڙ ڀيرا پاڻي هن جي وات ۾ وجهندي ۽ ڇهري تي ڇنڊا هڻندي، هن کي هوريان هوريان هوش اچڻ لڳو. مان ڪيس چيو، ”پيو پاڻي آڻيان؟“ ڪيشر لال پڇيو، ”تون ڪير آهين؟“ مون چيو، ”هي ٻاندي اوهان جي نوڪرياڻي آهي. مان نواب غلام قادر خان جي ڌيءَ آهيان.“ مون سوچيو هو تہ ڪيشر لال مرندي پنهنجي هڪ شيدائي جي سڃاڻ ساڻ ڪٺي ويندو ۽ ان خوشيءَ کان مون کي ڪوبہ محروم نہ ڪري سگهندو.

منهنجي سڃاڻ ٻڌي ڪيشر لال شينهن جيان رڙ ڪري چيو، ”بي ايمان، بي ڌرم ڇوڪري، مون کي مرڻ وقت بي دين هٿن سان پاڻي ڏيئي منهنجو ڌرم نشٽ ڪري ڇڏيئي.“ ائين چئي هن سڄي هٿ سان منهنجي نرڙ تي ايڏي زور سان ٿڦ هڻئي جو مان هيٺ ڪري پيس ۽ منهنجي اکين ۾ اوندهہ اچي وئي.

ان وقت مان سورهن سالن جي هيس ۽ اهو پهريون ڏينهن هو جڏهن مان گهران نڪتي هيس. ان وقت تائين ٻاهر جي آڪاس تي سج جي لالِي ڪرڻن منهنجي جوانيءَ جي لوٽياٽ کي ڇورايو نہ هو. ٻاهر جي سماج ۾ پير رکندي ئي سماج ۽ خاص ڪري منهنجي ديوتا اهڙي طرح آڌر ڀاءُ ڪيو هو.“

ايستائين مان وساميل سگريٽ هٿ ۾ وجهي مورت جيان وينو هيس.

۽ ڪهاڻي ٻڌي رهيو هوم... مون کان چئجي ويو، "جانور!" نواب زادي چيو، "ڪير جانور؟ ڇا جانور موت جي اذيت ويل وات تي آيل پاڻي ناهي پيئندو ڇا؟"

مان شرمائجي ويس. پوءِ چيم، "ها ٺيڪ آهي. هو ته ديوتا آهي." نواب زادي چيو، "ڪهڙو ديوتا ڇا ديو تاپنهنجي چاهڻ واري جي خلوص کي ٺڪرائي سگهي ٿو."

مون چيو، "ها، اهو به ٺيڪ آهي."

نواب زادي چوڻ لڳي، "پهريائين ته ڏاڍو ڏک ٿيو. ائين لڳو ڄڻ سڄو جهان ٽڪرا ٽڪرا ٿي منهنجي مٿي تي اچي ڪريو آهي. جهٽ ڪانپوءِ هوش آيو ته مان ان ڪنور، بي مروت ۽ بي حس پوتر، برهمڻ کي پري کان پيرين پيس. پنهنجي دل ۾ چيم، "اي برهمڻ تون غريب جي شيوا، غير جو اَن جل، امير جو عطيو، جوانڙيءَ جو جوڀن، عورت جو پريم، ڪجهه به قبول نه ٿو ڪرين.تون آزاد آهين. اڪيلو ۽ بي لغام آهين ۽ توکي پهچڻ ڏکيو آهي. تو وٽ پنهنجو پاڻ حوالي ڪرڻ جو به مون وٽ اختيار ڪونهي."

نواب زادي جو ڌرتيءَ تي مٿو رکيل ڏسي ان جو پرنام ڪندي ڪيشر لال ڇا سوچيو هوندو. مان نه ٿي چئي سگهان. پر هن جي مک مان تعجب يا اهڙي ڪي ڪنهن به تبديليءَ جو اظهار نه ٿيو. اطمينان سان هڪ پيرو مون ڏانهن ڏٺائين. پوءِ هوريان هوريان اٿڻ لڳو مون ڪيس سهارو ڏيڻ چاهيو. پر هن منهنجو هٿ هٽائي ڇڏيو، ڏاڍي ڏکيائي سان جمنا جي ڪناري آيو. جتي مسافرن کي پار پهچائڻ واري ٻيڙي ٻڌل هئي. ڪيشر لال ان کي کولي ٻيڙيءَ ۾ وينو ٻيڙي وچ دريا ۾ پهچي ڏيري ڏيري اکين اڳيان گم ٿي وئي. منهنجي من ۾ آيو، پنهنجي دل جو سمورو بار، پنهنجي حسن ۽ ٺڪرايل محبت جو بار پاڻ سان گڏ کڻي، نظرڪان گم ٿيل ان ٻيڙيءَ ڏانهن منهن ڪري، پنهنجا ٻئي هٿ گڏي ادرات جي چُپ ۾، وقت کان پهريون لام کان ڪريل مکڙيءَ وانگر، پنهنجي بنا ڪنهن ڪم واري زندگيءَ کي چانڊوڪيءَ ۾ چلڪندڙ سانتيڪي جمنا ۾ پاڻ کي اڇلي ڇڏيان. پر ائين نه

ڪري سگهيم. آسمان تي چنڊ، جمنا جي هن پار اوندهه. گهاٽي ٻيلي ۾ وڻن جون قطارون، جمنا چپ، سانورو پاڻي، انهن سڀني بنا آواز موت جو گيت ڳايو. ان اڌرات جو چنڊ، ستارن ۽ سيارن سان ٿهيل ٿنهي جهانن هڪ زبان ٿي مون کي موت جي دعوت ڏني. رڳو چپ چاپ ۽ پرسڪون جمنا ۾ ويندڙ نظرن کان ڏور هڪ پراڻي ٻيڙي هن چانڊوڪيءَ ۾ مون کي موت جي هنج مان ڪڍي زندگيءَجي دڳ تي وٺي هلڻ لڳي. ننڊ ۾ هلندڙ شخص جيان جمنا جي ڪناري، ڪڏهن ته جهنگ جي چيندڙ گاه تي ڪڏهن ريگستان جي واريءَ تي، ڪڏهن پٿرن جي پهاڙن تي ۽ ڪڏهن گهاٽي جهنگ مان لنگهندي رهيس."

ائين چئي هوءَ چپ ٿي وئي ۽ مان به خاموش رهيس. چڱي خاصي جهٽ ڪانپوءِ نواب زادي چيو، "ان ڪانپوءِ جا واقعا ڏاڍا الجهيل آهن. انهن کي ڪيئن سلجهائي بيان ڪيان. مون کي ته سمجهه ۾ ئي نه ٿو اچي. هڪ گهاٽي ۽ ڏکي ٻيلي مان هلي هيم. کهڙي رستي سان ٺيڪ هلي هيم ۽ ڪڏهن؟ اهو ٻڌائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڪٿان شروع ڪيان ۽ ڪٿي انت ڪيان. کهڙيون ڳالهيون ڪيان. کهڙيون ڇڏيان؟ عمل کان ٻاهر ۽ فطرت جي ابتڙ معلوم نه ٿئي. پر اهو مان ضرور سمجهي وئي آهيان ته ڏکي يا عمل کان ٻاهر ڪابه شيءِ ناهي. هڪ نواب زاديءَ جو محل مان نڪرڻ هڪ پوائٽي ڳالهه لڳي ٿي. اهو سوچڻ واري جو وهم آهي. هڪ ڀيرو ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ چارو ملي ويندو آهي. ها پر اهو رڳو نوابي ناهي هوندو. پر رستو ته آهي. انهيءَ رستي تي ماڻهو لڳاتار هلندو آيو آهي. بيشڪ! اهو چارو تمام وڏو، لاهن چاڙهن وارو ۽ ڏکيو آهي. ۽ مختلف سٽڪن ۾ ورهايل آهي. اهو رستو ڏک، سک ۽ رڪاوٽن ۾ الجهيل آهي. پر رستو ته آهي.

انهيءَ عام رستي تي نواب زاديءَ جي اڪيلي سفر جي وارتا ٻڌندي ڪو مزو نه ايندو. جيڪڏهن مزو اچي به ته ان کي بيان ڪرڻ لاءِ منهنجو من نه مڃيندو. مختصر هي ته مون کي ڏاڍي تڪليف ۽ ذلت ڪٽڻي پئي هئي. تڏهن به پنهنجي جيون مان ڪک نه ٿيم. باه جي راند جيان جيترو سڙندي

ويم اوترونئي ايرندي ويس. جيستائين تيز هلي رهي هئس ان وقت مون کي احساس نہ هوتہ ڪو مان سڙي بہ رهي آهيان. اڄ ان انتهائي اذيت ۽ غير محدود سرهائيءَ جي ميڻ بتي اوچتو وسامي وڃڻ تي مان اڄ هن رستي تي بي جان ٿي ويهي رهي آهيان. اڄ منهنجي پنڌ جي پڇاڙي ٿئي آهي. منهنجي ڪهاڻي بہ هتي ختم ٿئي ٿي.“

ايترو چئي نواب زادي چپ ٿي وئي. سوچيم ائين تہ ڪهاڻي ختم ٿي نہ ٿي سگهي ٿي. جهٽ رکي مان ٽٽل هندي ۾ عرض ڪيو، ”بي ادبي معاف ڪجو. آخر وارو حصو جيڪڏهن ٿوري وضاحت سان بيان ڪرڻ جي عنايت ڪندؤ تہ منهنجي دل جي الجهن ڪجهہ گهٽ ٿي ويندي.“

نواب زاديءَ ڪلي ڏنو. مون ڏٺو تہ منهنجي ٽٽل ڦٽل هندي ڪم اچي وئي.. هن ٻيهر ڳالهائڻ شروع ڪيو، ”ڪيشر لال جي سڌ مون کي اڪثر پوندي هئي. پر هن سان ملڻ جو موقعو ئي نہ ملي سگهيو. تانيتا ٽوپي جي ٽولي ۾ شامل ٿي، هو بغاوت واري آسمان هيٺان هو. ڪڏهن پورب ڏانهن تہ ڪڏهن پڇم جي ڏس ۾، ڪڏهن اتر ڏانهن تہ ڪڏهن ڏکڻ ۾، ڪنوڻ وانگر چمڪي ظاهر ٿي ۽ گم ٿي ويندو هو.

مان ان وقت جوڳڻ بڻجي ڪاشي جي شيب آند سوامي کي بابا چئي، ان وٽ سنسڪرت شاستر سکي رهي هئس. هندستان جون سموريون خبرون هن وٽ اينديون هيون. مان اعتقاد سان شاستر سکي رهي هيس ۽ درد سان ڀرجي بي چينيءَ سان گڏ لڙائي جو خبرون ٻڌي رهي هيس.

هوريان هوريان برٽش راڄ هندستان ۾ بغاوت جي باهہ کي پيرن سان ڪچلي وسائي ڇڏيو. پوءِ تہ ڪيشر لال جون خبرون بہ هڪدم بند ٿي ويون. انقلاب جي خطرناڪ فضا ۾ رت جي شعاعن سان ڀارت جي جن شينهن مڙسن جون تصويرون منهنجي اکين ۾ اينديون هيون. اهي بہ اوچتو اوندهہ ۾ لڪي ويون.

تڏهن مان اتي بہ نہ رهي سگهيس، پنهنجي گروءَ جي چانو ڇڏي، بيراڳڻ جو ويس اوڍي نڪري پيم. رستن تي رليم، ڪيترن ئي مندرن ۽

تيرٿن جا چڪر هنيم. ڪيشر لال ڪٿي بہ نہ مليو. ڪجهہ اهڙا ماڻهو ضرور مليا، جيڪي هن جي نالي کان واقف هئا. انهن چيو، ”ياهو لڙائي ۾ شهيد ٿي ويو آهي يا ڪنهن قيد خاني ۾ بند آهي.“ منهنجي من جي گهراين مان آواز آيو. ڪڏهن بہ ڪيشر لال مري نٿو سگهي....

هندو شاستر ۾ آهي تہ علم، عبادت ۽ رياضت سان شودر برهمڻ ٿي ويو آهي. مسلمان برهمڻ ٿي سگهي ٿو يا نہ، ان جو ڪٿي بہ ذڪر ناهي. ان جو ڪارڻ اهوئي ٿي سگهي ٿو جو ان وقت مسلمان نہ هئا.

مان چاٽيان پئي تہ ڪيشر لال سان ملڻ لاءِ مونکي اجان بہ دير لڳندي ان جو ڪارڻ اهو هو تہ مونکي ان لاءِ پهريائين برهمڻ ٿيڻو هو. هڪ هڪ ڪري ٽيهہ سال گذري ويا. مان هلت چلت ۽ طور طريقن سان اندر ۽ ٻاهر پنهنجي دل ۽ جان سان برهمڻ ٿي ويس. منهنجي برهمڻ ڏاڏيءَ جو پوترخون منهنجي سموري جسم ۾ پيهي ويو هو. جوان ٿيڻ ويل دل ئي دل ۾ برهمڻ ٿيڻ جي شروعات ٿي هئي ۽ جواني گذري وڃڻ ڪانپوءِ مان چڱي ريت برهمڻ ٿي ويس. تڏهن ئي تہ مان بنا رنڊڪ جي پنهنجي سموري جهان جي هڪ برهمڻ جي پيرن تي فنا ۽ بقا جي چمڪندڙ زندگي پاتي.

انقلابي جنگ دوران ڪيشر لال جي بهادري جون ڳالهيون ڏاڍيون ٻڌيون هيم، پر انهن ڳالهين جو منهنجي دل تي ڪو خاص اثر نہ ٿيو هو. مان جيڪو ڏٺو هو چانڊوڪي رات ۾ جمنا جي وچ ۾ ڪيشر لال هڪ ٻيڙيءَ تي چپ چاپ اڪيلو وهندو وڃي رهيو آهي. اهوئي نقشو منهنجي من ۾ رهجي ويو هو. مان هر وقت اهو ڏسي رهي هئس برهمڻ اڪيلو درياهہ جي موج تي ٻيڙيءَ ۾ وهندو ڪنهن اڻ ڏٺي هنڌ ڏانهن، ڪنهن قصد جي ڳولا ۾ وڃي رهيو آهي. نہ ان جو ڪو سنگتي آهي ۽ نہ ئي نوڪر. هن کي ڪنهن جي بہ گهرج ناهي. هو بي عيب ۽ خود دار جوان پنهنجي لاءِ پاڻ ئي کوڙ آهي. آڪاش تي چنڊ، ستارا ۽ سيارا خاموشيءَ سان هن جو مشاهدو ڪري رهيا آهن.

ايتري ۾ سڌ مليم تہ ڪيشر لال شاهي سزا کان بچي نيپال وڃي

لڪيو آهي. مان نيپال ويس. اتي ڪوڙ ڏينهن ڪانپوءِ خبر پئي تہ ڪيشر لال نيپال ڇڏي هليو ويو آهي. تڏهن ڪان مان پهاڙي پربت ۾ گهمي رهي آهيان. هي هندن جو ديس ناهي. ڀوٽيا ۽ ڀچا، ناپاڪ ۽ مليڇ قوم آهي. هتي ۾ ڪاڻڻ پيئڻ ۽ رهڻ جو ڪو فرق ناهي. هتي جا ديوتا ۽ پوڄاپاٺ سڀ ئي الڳ آهن. ڪوڙ ڏينهن جي رياضت ڪانپوءِ مان جيڪا خاص پاڪائي حاصل ڪئي هئي، ڊچي رهي هيس تہ ڪٿي ان ۾ داغ نہ لڳي وڃي. مون ڏاڍي ڏکيائي سان ناپاڪي کي پاڻ کان پري رکيو. مان ڄاڻي رهي هيس تہ منهنجي ناوَ ڪناري اچي لڳي آهي ۽ منهنجي زندگيءَ جي آخري منزل ويجهو آهي. انکانپوءِ ٻيو ڇا چوان؟آخري ڳالهہ تمام مختصر آهي. ڏيٺو جڏهن وسامندو آهي تہ هڪ ڦوڪ سان وسامندو آهي. ان کي وضاحت سان ڇا بيان ڪيان؟

اٺيهن سالن ڪانپوءِ هن ئي دارجيلنگ ۾اچي اڄ صبح جو ڪيشر لال کي ڏٺم." هن کي چپ ڏسي بي چينيءَ سان پڇيم، "توهان ڇا ڏٺو؟"

نواب زادي چيو، "مون ڏٺو تہ ڦاٽل پراڻن ڪپڙن ۾ اداس ۽ غمگين حالت ۾ پوڙهو ڪيشر لال هڪ ڀوٽين جي ڳوٺ ۾ پنهنجي ڀوٽيا پوڙهي زال ۽ انهيءَ مان ڄڻين ٻارن سان ڪم ڪري رهيو آهي."

ڪهاڻي ختم ٿي وئي. سوچيم هن جي دلجوئي لاءِ ڪجهہ چوڻ کپي، چيم، "اٺيهہ سال لڳاتار جنهن شخص کي پنهنجي جان لاءِ ٻي مذهب جي ماڻهن سان هر وقت ملڻو پيو آهي. اهو ڪيئن ايترا ڏينهن پنهنجي طريقن ۽ عادتن کي هڪ جهڙو رکي سگهيو آهي؟" نواب زادي چيو، " ڇا مان اها ڳالهہ نہ ٿي سمجهان. پر ايترا ڏينهن مان ڪهڙي ڌوڪي ۾ ڦاسي گهمي رهي هيس. مون کي ڪهڙي خبر تہ جنهن ڇڪ منهنجي ننڍ پڻ جو من موهيو. اها روحانيت نہ هئي پر هڪ ساڙهيو ۽ گهڻن ڏينهن جي عادت جو اظهار هو. پر مون سمجهيو هو تہ اها هڪ الوهيت (رب جو هجڻ) هئي. جنهن جو نہ منڍ آهي ۽ نہ ئي انت. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ پوءِ ڪهڙو ڪارڻ هو جو جڏهن سورهن ورهين جي ڄمار ۾ ڀهريون پيرو پنهنجي گهر مان نڪتس ۽ ان چانڊوڪيءَ رات ۾ ويڪري دل سان پنهنجي جند جان وارڻ جي موٽ ۾

مون کي برهمڻ جي ٿڦ ملي. اها برداشت ڪان وڌيڪ ذلت هئي. تڏهن به چپ چاپ ان کي به پنهنجي گرو جو انعام سمجهي، اڃان به وڌيڪ احترام سان هن اڳيان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

اي برهمڻ! تون ته پنهنجي هڪ عادت جي جاءِ تي ٻي عادت اختيار ڪئي آهي. مان پنهنجي هڪ ئي جوڀن ۽ هڪ ئي زندگيءَ جي عيوض ٻيو جوڀن ۽ ٻي زندگي ڪٿان وٺان؟."

ائين چئي هوءَ اٿي بيٺي ۽ مونکي چيائين، "نمسڪار بابوجي." تڪڙ ۾ پنهنجي غلطي محسوس ڪندي ٻيهر چيائين، "سلام سائين" انهيءَ مسلماني خطاب سان ڄڻ ته هن مٿيءَ ۾ مليل برهمڻيت کي آخري پيرو الوداع ڪئي. منهنجي ڪجهه چوڻ کان ئي اڳ هوءَ اونداهي ڌنڌ سان گهريل هماليا پهاڙ ۾ ڪڪر جيان گم ٿي وئي.

مان ڪجهه دير تائين اکيون بند ڪري انهن سمورن واقعن جي نقشي کي پنهنجي دل جي آئيني ۾ ڏسندو رهيس. ڏٺم ته پنهجي محل ۾ جمنا ڪناري جي جهروڪي سان لڳي، سورهن سالن جي نواب زادي آرام سان ويٺي آهي. پوءِ هن کي تيرٿ يا ترا ڪندي مندرن ۾ صبح شام نياز ۽ نوڙت سان عبادت ۽ رياضت ۾ ڏٺم. ان ڪانپوءِ هن دارجيلنگ ۾ ڪلڪتي روڊ جي ڪناري ڌنڌ سان گهريل هن دل هاري ڏکياري جو مايوس منهن ڏٺم. هڪ جوانڙي جي رڳن ۾ هندو ۽ مسلمان رتن جي ٽڪرائڻ سان جيڪو سنگيت نڪري رهيو هو، اهو مٺي زبان جي ملڻ سان منهنجي ذهن ۾ گونجڻ لڳو.

اک کولي ڏٺم ته اوچتو ڪڪرن جي هٽڻ سان خوشگوار اس ۾ آڪاش چمڪي رهيو آهي. انگريز عورتون رڪشن ۾ ۽ مرد انگريز گهوڙن تي سوار ٿي هوا کائڻ لاءِ نڪتا آهن. هڪ ٻن بنگالين جا پٽ ۾ ويڙهيل چهرا به نظر اچن ٿا. انهن مان ڪجهه مون ڏانهن به ڏسندا وڃن ٿا.

تڪڙ ۾ اٿي بيٺم. سچ ۾ چمڪندڙ چوڌس دنيا ڏسي مونکي ڪڪرن ۾ لڪل اها ڪهاڻي سچي معلوم نه ٿي ٿئي. هاڻي منهنجو خيال آهي ته ڌنڌ سان پنهنجي سگريٽ جو دونهون چڱي طرح ملائي مان هڪ فرضي

ڪهاڻي گهڙي هئي.

هوءَ مسلمان برهمڻ، هو بهادر برهمڻ، هو جمنا ڪناري جو قلعو، شايد ڪابہ شيءِ سچ نہ هجي!.

سنڌيڪار: ممتاز بخاري

## نٽ همسن

**Nit Hemson**

هن ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار ١٤ آگسٽ ١٨٥٩ع تي ناروي ۾ جنم ورتو. ننڍ پڻ کان ئي ذهن ۾ آزاد خياليءَ پيدا ٿي پيس. هن تعليم ڪاليج تائين بہ حاصل ڪون ڪئي. هن گهمڻ ڦرڻ ڪي وڏيڪ وقت ڏنو. ملڪ توڙي ملڪ کان ٻاهر گهمندو رهيو. سندس اهي عڪس لکڻين ۾ چٽيءَ طرح ظاهر آهن. پر هو ٿڪجي پيو ۽ واپس اچي هاري ٿيو. ۽ ان سان گڏ لکڻ پڙهڻ بہ شروع ڪيائين، تانجو هو ناروي جو بهترين ليکڪ ٿي ويو. هن کي ١٨٩٠ع

۾ سندس لکيل ناول "The Hunger" عروج تي پهچائي ڇڏيو ۽ پوءِ وري "Growth of the Soul" ناول ڪيس عالمي شهرت ڏني. هن کي ۱۹۲۰ع ۾ ادب جو "نوبل پرائز" مليو. انکانسواءِ ۱۹۳۴ع ۾ ڪيس گوئٽي ميدل به پارايو ويو.

ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار نٽ همسن ۱۹ فيبروري ۱۹۵۲ع تي انتقال ڪيو.

# ... ۽ ايئن رات ...!

نٽ همسن (ناروي)

ڪوپن هيگن ۾ بندرگاهه پرسان لاهيءَ ۾ ٿي هڪ گهٽي آهي، جنهن جو نالو استرولڊ اسٽريٽ آهي. ويجهڙائيءَ ۾ تعمير ٿيندڙ هن گهٽيءَ ۾ ڏينهن جو به چپ چپات لڳي پئي هوندي آهي. گهر هڪ ٻئي کان ڪافي مفاصلي تي ٺهيل آهن ۽ ڪجهه جڳهن تي ته روشنيءَ جو انتظام به نه آهي. اڄ ڪلهه گرمين جي موسم آهي، مگر هن گهٽي ۾ ورلي ئي ڪو شخص سير ڪندي نظر ايندو.

ڪلهه رات انهيءَ گهٽيءَ ۾ مون کي هڪ عجيب واقعو پيش آيو. مان هتي ٽهل ڪري رهيو هوس جو هڪ عورت سامهون کان ايندي ڏسڻ ۾ آئي. هيڏي هوڏي ڪو به شخص نظر نه پئي آيو. گهٽيءَ ۾ گئس جون بتيون ٻاري ڇڏيون ويون هيون. مگر پوءِ به انڌيري جو ٿورو گهڻو راڄ هيو. ان ڪري انهيءَ عورت جو چهرو نظر نه پئي آيو. منهنجو اندازو هو ته هوءَ به انهن عورتن مان آهي جيڪي رات مهل شڪار ڦاسائڻ نڪرنديون آهن. ۽ مان هن جي ڀرسان کان گذري هليو ويس.

گهٽيءَ جي مهڙ وٽ وڃي مان واپس مڙيس هوءَ به واپس اچي رهي هئي. اسان جو وري مڪاميلو ٿي پيو. مون کي خيال آيو ته هوءَ ڪنهن جو انتظار ڪندي هوندي. پر ڪنهنجو؟ مون کي بي چيني ٿي رهي هئي. پر مان وري به هن جي ڀرسان گذري ويس.

جڏهن اسان ٽيهر هڪ ٻئي جي سامهون آياسي ته مون ٽوپي لاهي ڇڏي، ”هيلو، شايد توهان کي ڪنهن جو انتظار آهي؟“ هوءَ ڇرڪي پئي، ”نه نه... ها....ها مان انتظار ڪري رهي آهيان.“

”ڇا ان ماڻهو جي اچڻ تائين، مان توهان جو ساٿ ڏئي سگهان ٿو. توهان کي ان تي ڪوئي اعتراض ته نه ٿيندو؟“ مون پڇيو.

”نہ...نہ مون کي ڏاڍي خوشي ٿيندي، توهان جي مان ٿورائتي ٿينديس. هونءَ بہ مان ڪنهن جوخاص طور تي انتظار نہ پئي ڪريان. هيءَ جڳهہ ڏاڍي سڪون ڏيندڙ آهي. ان ڪري ايئن مان هوا کائڻ ٻاهر نڪري پيئي آهيان.“

هاڻي اسان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ٽهل ڪرڻ لڳاسين. هيڏانهن هوڏانهن جون گهٽيون ڳالهيون ٿيون. مون هن کي پنهنجي ٻانهن جو سهارو ڏيڻ چاهيو. پر هن ٿورن ساڻ منهنجي ٻانهن موٽائي ڇڏي.

مون کي ائين اوندهہ ۾ پتڪڻ سٺو نہ لڳي رهيو هو. انڌيرو الاهي هو، ان ڪري هن جي شڪل ٺيڪ طرح سان ڏسڻ ۾ نہ پئي آئي. مون ڪيسي مان ماچيس ڪڍيو ۽ وقت ڏسڻ جي بهاني تيليءَ کي مٿي ڪري هن کي بہ ڏسي ورتو. هوءَ ائين ٿر ٿر ڏڪي رهي هئي جڻ سيءَ کان بي حال هجي. مون انهيءَ موقعي مان فائدو ورتو.

”توهان کي سيءُ پيو ٿئي. اچو تہ ريسٽورينٽ ۾ هلي ڪري ڪجهہ پيئون. ٽراليءَ هلئون يا نيشنل؟“

”پر مان تہ هن مهل ڪٿي بہ نہ ٿي وڃي سگهان. توهان شايد ڏٺو ڪونہ.“

۽ هاڻي مون چتائي ڏٺو. هوءَ هڪ ڪاري چاريءَ وارو پردو وڌيون بيٺي هئي. مون معافي چاهي تہ اوندهہ ۾ مان ان کي نہ ڏسي سگهيس. هن جنهن انداز سان منهنجي معافي قبول ڪئي ان مان اندازو لڳايم تہ هوءَ بازاري عورت نہ آهي.

”چا توهان منهنجي ٻانهن جو سهارو نہ وٺندؤ؟“ مون ٿوري جرئت ڪئي، ”شايد ائين توهان کي ٿوري گهڻي گرمي ملي پئي.“ ۽ هن منهنجي ٻانهن جو سهارو ورتو. پوءِ هن مون کان وقت پڇيو. ”ڏهہ ٿيا آهن.“ مون جواب ڏنو ۽ گڏو گڏ هڪ سوال بہ لڙڪائي ڏنم، ”توهان ڪٿي رهنديون آهيو؟“ ”گاملي گانگيوي ۾.“

”چا توهان کي ڇڏي اچان؟“

"نه ائين مناسب نه آهي" هن هٻڪندي چيو "توهان ته برڊگيڊ ۾ رهندا آهيو نه."

"توهان کي ڪيئن معلوم ٿيو؟" مون حيرت وچان پڇيو.

"اوه... مان ته اوهان کان چڱي ريت واقف آهيان."

اسان هٿ هٿ ۾ ڏنيون روشن گهٽين مان لنگهندا ويا سي. هوءَ مون کان الاهي تکڙي انداز ۾ پير کڻي رهي هئي. هن جو ڪارو نقاب هوا ۾ اڏري رهيو هو.

"تو کي تکڙو هلڻ گهرجي." هن بي تابيءَ مان چيو.

گاملي ڳانگيوي ۾ پنهنجي گهر جي در وٽ بيهي هوءَ مون طرف مڙي... شايد شڪريو ادا ڪرڻ چاهيائين پئي. مون شائستگيءَ جو اظهار ڪندي هن جي لاءِ دروازو کوليو. هوءَ هوريان هوريان اندر داخل ٿي وئي.... مان به لاشعوري طور هن جي پوئتان اندر هليو ويس. هن منهنجو هٿ زور سان پڪڙيو. اسان ڏاڪڻين تان جلدي جلدي چڙهندي ٽئين منزل تي پهچي وياسي، هن تالو کوليو. ۽ پوءِ هڪ ڪمري جو دروازو کوليو ۽ مون کي هٿ کان وٺي اندر هلي. هيءُ ڪمرو شايد ڊائننگ هال هيو هڪ وڏو گهڙيال ڀت تي سجايل هيو ۽ ٽڪ ٽڪ جو پڙاڏو پوري ڪمري ۾ ڦري رهيو هو.

اندر اچي هوءَ هڪ پل خاموش بيٺي رهي. پوءِ اوچتو هن پنهنجيون ٻانهون منهنجي ڳلي ۾ حائل ڪري ڇڏيون ۽ ڏڪندڙ ڪو سا چپ منهنجي چپن تي رکي ڇڏيائين.

هڪ ڀرپور چمي وٺي هن مون کي صوفي تي ويهڻ جو اشارو ڪيو ۽ پاڻ ليمپ ڪٽڻ هلي وئي. ليمپ جي روشنيءَ ۾ مون کي ارد گرد ڏسڻ جو موقعو مليو. هي هڪ ڪشادو ۽ سينگاريل ڊرائننگ روم هيو. هن جا ڪيئي دروازا ٻين ڪمرن ۾ کلن پيا. مونکي الجهن ٿي رهي هئي ته مان آخر ڪهڙي قسم جي عورت ساڻ هليو آيو آهيان.

"ڏاڍو سهڻو ڪمرو آهي. ڇا توهان هتي رهنديون آهيون؟" مون پڇيو. "هي منهنجو گهر آهي."

”هي توهان جو گهر آهي تہ توهان پنهنجي ماءُ پيءُ سان هتڙي رهنديون آهيو.“

هوءَ کلي پئي... ”نہ.. مان تہ پوڙهي عورت آهيان، اجهو معلوم ٿي ويندو.“

ايئن چئي هن نقاب وارو پردو مٿي اڇلائي ڇڏيو. ”ڏسو مون غلط چيو هو؟“ ۽ هن ٻانهون منهنجي گردن ۾ وجهي مون کي جڪڙي ڇڏيو. هوءَ جذبات جي شديد وهڪري جو شڪار ٿي پئي لڳي، جڻ تہ پاڳل ٿي وئي هجي.

هن جي عمر ويهن ٻاويهن کان مٿي ڪانہ هئي. آگر ۾ پيل منڊي ظاهر طور هن جي شادي شده هجڻ جي شاهدي ڏئي رهي هئي. هوءَ خوبصورت تہ هرگز نہ هئي. سڄي چهري تي موهيڙا هيس، ٻرن جا وار ذري گهٽ غائب ٿي رهيا هيس. مگر هن جي روڻ روڻ مان زندگي ڦٽي رهي هئي ۽ ننڍڙو وات تہ غضب جو هيس.

مون هن کان پڇڻ چاهيو... هوءَ ڪير آهي؟ هن جو مڙس اگر آهي تہ ڪٿي آهي ۽ مان ڪنهن جي گهر ۾ آهيان. پر جڏهن بہ مان ڪجهہ پڇڻ لاءِ چپ کوليا پئي، هوءَ منهنجي منهن تي هٿ رکي پئي ڇڏي. ۽ وڌيڪ ڳالهين کان روڪي پئي ڇڏي.

پر اوچتو پاڻ ئي چئي ڏنائين، ”منهنجو نالو هيلن آهي.. تون ڪجهہ پيئڻ پسند ڪندين؟ مان گهنٽي وڄائيندس تہ ڪنهن جي بہ ننڊ ۾ خلل نہ پوندو، توهان مطمئن رهو. منهنجو خيال آهي توهان خواب گاهہ ۾ ويهڻ وڌيڪ پسند ڪندؤ، هلو، اتي ٿا هلئون.“ مان خواب گاهہ ۾ هليو ويس. خواب گاهہ ۾ ڊرائننگ روم مان ڇني ڇني ڪنهن قدر روشني اچي رهي هئي ۽ بہ بسترا وڇايل هئا. اسان شراب گهرائي. هوءَ در وٽ ڪي پل بيٺي رهي. مان هن سان ملڻ لاءِ چند قدم اڳتي وڌيس تہ هن جي منهن مان هلڪي چيٽ نڪتي، ائين جيئن اوچتو ڪيس ڪنهن خوف وڪوڙي وڌو هجي ۽ پوءِ پاڻ مون طرف هلي آئي.

هي ڪلهہ رات جي ڳالهہ آهي.. پوءِ ڇا ٿيو؟ ... ٿورو صبر ڪريو

ٻڌائڻ لاءِ اجان ڪافي ڪجهه آهي.

جڏهن منهنجي اک کلي تہ ڏينهن الاهي چڙهي آيو هيو. سج جا ڪرڻا پردن مان ڇڻي ڇڻي اندر اچي رهيا هئا. هيلن بہ جاڳي پئي هئي ۽ مون طرف هڪ مطمئن مرڪ سان تڪي رهي هئي. هن جون پانهون ڪير جيان اڇيون ۽ ريشم جيان ملائم هنيون. مون هن جي ڪن ۾ ڪجهه چوڻ چاهيو. پر هن پنهنجن چپن سان منهنجا چپ سبي ڇڏيا. ڏاڍي ڪو ملتا ۽ نرمي ساڻ ڏينهن جو سفر شروع ٿي چڪو هو.

تقريباً ٻن ڪلاڪن بعد مان بستر تان اٿي بينس. هيلن بہ اٿي ڪپڙا پائڻ لڳي. هن ڄنگهون هيٺ ڪري چپل پاتو ۽ ڪنهن ڪم سان ٻئي ڪمري طرف هلي. اوچتو مون هڪ اهڙي شيءِ ڏٺي جو مون کي هي سڀ ڪجهه خواب جيان لڳڻ لڳو. هيلن جيئن ئي دروازو کوليو مون گردن موڙي هن طرف ڏٺو ۽ منهنجي بدن مان سيسرات نڪري ويو.

ڪمري جي وچ ۾ هڪ ميز تي هڪ لاش پيو هيو. سفيد ڪفن ۾ لپٽيل لاش ڪنهن پوڙهي شخص جو هو، هن جي ڏاڙهي اڇي هئي. هن جا گوڏا ڪفن اندر نڪتل هيا ۽ منيون پيڪوڙيل هيون. هن جي چهري تي وحشناڪ هيبت وسي رهي هئي.

مونکي هي سڀ ڪجهه صاف نظر اچي رهيو هو. مون منهن ڦيري ڇڏيو. جڏهن هيلن موٽي تہ مان ڪپڙا پهري چڪو هوس ۽ ٻاهر نڪرڻ لاءِ بلڪل تيار هيس. مون تي اهڙي ڪيفيت طاري هئي جو مان هن جي پيار جو جواب ڏيڻ کان معذور هيس. هن بہ ٽي ٻيا ڪپڙا بہ پهريا ۽ مون کي هيٺ تائين ڇڏڻ آئي. مگر دروازي وٽ پهچي هوءَ ديوار سان لڳي بيٺي. جيئن ٻاهر جي ماڻهن جي متس نظر نہ پوي.

”خدا حافظ.“ هن هوريان چيو.

”سڀاڻ تائين.“ مون ائين هن کي آزمائڻ خاطر چيو.

”نہ نہ، سڀاڻ نہ....“ هن جواب ڏنو.

”ڇو...؟“

”ايترا سوال نہ پڇ. منهنجي هڪ مائٽ جي وفات ٿي وئي آهي. سڀاڻ ان لاءِ ڪفن دفن جو انتظام ڪرڻو آهي. انتظام ڪرڻو آهي. سمجهي ويئين نہ...“

”پر ائين...“ مون پڇيو.

”ها، ٻي ڏينهن ... مان هن ئي در وٽ توکي ملنديس... خدا حافظ“

مان گهر موٽي آيس. مگر اڻ ڳڻيا سوال منهنجي ذهن ۾ گردش ڪري رهيا هئا.

هوءَ ڪير آهي؟ ۽ اهو لاش ڪنهن جو هيو؟... منيون پيڪوزيل ۽ چيڻ جون ڪندبون موتازيل..... پرينٽنءَ هن ڪي منهنجو انتظار ڪرڻو آهي، ڇا مون ڪي وري هن وٽ وڃڻ ڪپي؟

مان سڌو ڪيفي برنينا هليو ويس ۽ ٽيلي فون ڊائريڪٽري طلب ڪيم، گاملي گانگيوي تي اهو نمبر ڳوليم. اتي هن جو نانءُ لکيل هيو. مان اتي ويٺي ويٺي صبح واريون اخبارون ڏسندو رهيس. سڀ کان پهرين مون مر تين واري فهرست تي نظر ڊوڙائي. سڀ کان مٿي سرخيءَ ۾ هڪ اعلان هيو.

”منهنجو مڙس هڪ وڏو عرصو بيمار رهڻ بعد اڄ وفات ڪري ويو آهي. هن جي عمر ٽيونجاهہ سال هئي.“

..سوڳوار... هيلن...

اعلان تي ٽين ڏينهن واري تاريخ هئي.

مان دير تائين اتي خيالن ۾ وچڙيو رهيس. هڪ مرد شادي ڪري ٿو. هن جي زال هن کان ٽيهہ ورهہ ننڍي آهي. هڪ ڏينهن هو مري وڃي ٿو ۽ هن جي بيوه هن ڪي منزل تي رسائڻ کان اڳ۾ پنهنجي منزل تي رسي ٿي.

آخرڪار سازيندڙ ڏينهن پڄاڻيءَ تي پهچي ٿو.

اڄ، اسات واري رات ڍلندي ڍلندي، اڄ اجهائي وجهي ٿي ۽ مطمئن ٿي وڃي ٿي.... هوءَ سک جو ساهہ کڻي ٿي.

سنڌيڪار: حبيب ساجد

## پرل ايس بڪ

**Pearl S-Buck**

هن ڪهاڻيڪارا ۽ ناول نگار ٢٦ جون ١٨٩٢ع تي آمريڪا ۾ جنم ورتو. هن آمريڪا ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ۽ پوءِ چين هلي هلي آئي. جتي هوءَ ١٩٢١ع کان شانڪنگ يونيورسٽيءَ ۾، ١٩٣٤ع تائين پڙهائيندي رهي. چين ۾ رهڻ ڪري سندس لکڻين ۾ اتي جي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻي جا چٽا عڪس آهن. سندس ڪيئي لکڻيون چين جي ٻوليءَ ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي پس منظر ۾ آهن. هن ڪيئي ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا. سندس ڪتابن جو تعداد

اسيءَ جي ويجهو آهي. سندس خدمتن جي عيوض کيس ١٩٢٦ع ڌاري ڪورينل يونيورسٽيءَ پاران ”لارا مينجر پرائز“. ١٩٣١ع ۾ پلٽرز پرائز (Pluterz prize) ۽ آمريڪن ايڪيڊمي آف آرٽس اينڊ ليٽرز پاران ١٩٣٥ع ۾ ”هاولز ميڊل“ جهڙا اعزاز ڏنا ويا. کيس "The Good earth" تي تمام گهڻي شهرت ملي. هن کي ١٩٣٨ع ۾ ادب جي ”نوبل پرائز“ سان نوازيو ويو.

پرل ايس بڪ ٦ مارچ ١٩٧٣ع تي وفات ڪري وئي.

# سادگي

پرل ايس بڪ (امريڪا)

وانگ اُن ڳوٺ جو سڀني ڪان جھونو ماڻھو ھو. سندس اھا عادت ھئي تہ سدائين پنھنجي غريبي، اڻ ڄاڻائي ۽ ڏکيءَ زندگي جا پيو پار پٽيندو ھو. ان جي ابتڙ حقيقت ھي ھئي تہ نہ ئي ھو ايترو غريب ھو ۽ نہ ئي اڻ ڄاڻ ھو ۽ نہ ئي سندس زندگي ۾ ڪا تڪليف ھئي. ڪيس بہ ڄاڻ ھئي تہ ھو پاڻ کي جيئن ظاھر ڪري ٿو ائين ھو ناھي.

پنھنجي سمورين ڏکاين جو ذميوار ھو پنھنجي آفيسرن کي سمجھندو ھو. سوچيندو ھو تہ جيڪڏھن ڪنھن اوچتي آفت ۾ سڀئي آفيسر برباد ٿي وڃن تہ ھن جون ھڙيئي ڏکايون ڏور ٿي وڃن ۽ جيون جنت ٿي پئي. پر اھا آفت ڪنھن ريت بہ نہ ٿي آئي.

ھيئن ھيو جو وانگ چڱو ڀلو زميندار ھو. ڪيس پنج ايڪڙ سني اپت ڏيندڙ زرعي زمين ھئي. چڱو گھر ھيس. ڪوھہ ھيس. ڪجين جا ڪوڙ سارا وڻ ھئس. ھڪ صوف جو وڻ ۽ ھڪ انگورن جي ول بہ ھئس. مطلب تہ بنيادي گھرجن جو اھي سموريون شيون ھيس، جيڪي سندس ننيڙي خاندان کي گھربل ھيون. رڳو ڪيس چانھہ ۽ ڪپڙائي ملھہ وٺڻا پوندا ھيا. يا وري ڪڏھن ڪڏھن مڇي ۽ گوشت، اڃان گوشت بہ گھٽ وٺندو ھو. ڇو تہ گھر ۾ ننڍيون وڏيون جام بدڪون ھيس. جن جا آنا بہ ھوندا ھئا. اٽو بہ سندس زال ۽ ننھن پيھنديون ھيون.

ھن کي رڳو آفيسرن جي ئي پريشاني ھئي ۽ ٻيو تہ ھن جا ٻہ جوان پٽ بہ ھئا. وڏي پٽ جي شادي بہ ٿيل ھئي. جيڪا ويجھي ئي ڳوٺ مان پنھنجي پراڻي دوست جي ڌيءَ سان ڪرائي ھئائينس. جڏھن وانگ ۽ ان جو دوست نئين جواني ۾ ھئا تہ سندن شادي ھڪ ئي مھيني ۾ ٿي ھئي. ان وقت ٻنھي پڪو پھہ ڪيو ھو تہ جيڪڏھن ھڪ جي گھر ڌيءَ ٻي جي گھر پٽ

چائو تہ ہنھيءَ جي شادي ڪرائبي. وانگ کي پٽ چائو ۽ سندس دوست جي گھر ڏيءَ. اھڙي ريت ہنھي واعدي موجب انھن جي شادي ڪرائي ڇڏي ھئي. وانگ پنھنجي ڳالھہ تي اھڙو پڪو ھو جو جيڪڏھن ڪيس ڏيءُ ڄمي ھا ۽ دوست کي پٽ تہ ھو بہ خوشيءَ سان ہنھي جي شادي ڪرائي ڇڏي ھا.... سندس ننھن سٺي سياءُ واري ھئي. ۽ ان کي ہہ جاڙا ٻار بہ ھئا.

وانگ پنھنجي ننڍي پٽ جو مڱڻو پڻ ويجھي ڳوٺ جي ھڪ ڇوڪريءَ سان ڪري ڇڏيو ھو ۽ ھڪ مھيني کانپوءِ شادي بہ ٿيڻي ھئي.

.... ھن جو ننڍو پٽ ڪجھہ ڪمزور ھو، ڇاڪاڻ جو ننڍي ھوندي ان کي وڏي ماتا نڪتي ھئي.... جنھن ڪري سندس قد بہ وڌو نہ تي سگھيو. ننڍي قد ھجڻ سان گڏ ھو ڪمزور بہ ھو.

انھيءَ ڪري وانگ ھن جو مڱڻو ريشمي ڪپڙو ٺاھڻ واري ڇوڪريءَ سان ڪرايو. جيئن ھن جي گھر ۾ بہ ريشمي ڪپڙو ٺھي ۽ پنھنجي پٽ کي ھارپ تان ھٽائي، ريشمي ڪپڙي ٺاھڻ جي ڪم ۾ شامل ڪري.

وانگ پنھنجي ٿيندڙ ننڍي ننھن کي ڏٺو تہ ڪون ھو پر ماڻھو ان جي ڏاڍي واکاڻ ڪندا ھئا. ھن اھو بہ ٻڌو تہ: "ھن جا ھٿ ئي ٺھيا ان ڪري آھن. جيئن ھوءِ ريشمي ڪپڙا اٺي سھگي. ھوءَ ريشم جي جيتن جي پالنا ڪندي آھي تہ جيت متارا ٿي ويندا آھن، جڏھن ريشم جا تھہ تيار ٿي ويندا آھن تہ ھوءِ ريشم جي پريءَ وانگر انھن کي ڪڍندي آھي."

ھو واکاڻ ٻڌي خوش ٿيندو ھو. جڏھن مڱڻو پڪو ٿي ويو تڏھن کيس خيال آيو تہ ڇوڪريءَ جي شبيھہ بہ ڇاڻڻ کپي ھا. پر ھاڻي تہ وقت گذري چڪو ھو. ان ٻوَ کان تہ متان ننڍي ننھن ڪوجھي نہ ھجي، ھن پنھنجي پٽ کي نصيحت ڪرڻ شروع ڪئي. "پٽ - سھڻي زال وڏو جنھجھٽ ھوندي آھي. نہ ڪاڏو تيار ڪري سگھندي آھي ۽ نہ ئي ڪپڙو اٺي سگھي ٿي. اھا سست ھوندي آھي ۽ مرد کي پڻ سست ڪري ڇڏيندي آھي. ڪم جي وقت بہ مرد کي بستري جو خيال ھوندو آھي. اصل ۾ خوبصورت زال خدا جو ڏمر ھوندي آھي."

پر جڏهن هن ماڻهن کان ٻڌو تہ سندس ننڍي ننهن سٺهي بہ اهي تڏهن هن پنهنجي پٽ کي ڪجهہ نہ چيو.

نيٺ شادي ٿي وئي.... ۽ شادي واري رات وانگ جي وڏي ننهن پٽ ڄڻيو. اها ڏاڍي بخت جي نشاني هئي.

وانگ کي ٿورن ئي مهينن ۾ سڌ پئجي وئي تہ ماڻهن سندس ننهن جي جيتري بہ واکاڻ ڪئي ٿي سا صحيح هئي. هن ڏاڍي اوچي قسم جو ريشم تيار ڪيو. وانگ ريشم ڏسي زمين جي وڏي ٽڪري ۾ شهتوت جا وڻ پوکرايا. چو تہ ريشم مان چڱي خاصي اپت ٿيڻ جا امڪان هئا.

وانگ جو ڪاروبار ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو... ٻي ڪا پريشاني نہ هيس. رڳو پريشاني هيس تہ آفيسرن جي، وانگ اهڙن ماڻهن مان هو جيڪي موت کان بہ ناهن ڊڄندا. هو فصل جي خرابيءَ لاءِ بہ پريشان نہ ٿيندو هو. جڏهن وانگ جا پيءُ ماءُ گذاري ويا ۽ هو گهر جو وڏو ٿيو تہ هن پنهنجي ماءُ پيءُ جو سوڳ بہ ڪيو ۽ انهن جي قبرن تي خوشبوءِ ٻاريائين. هو ڄاڻيندو هو تہ زندگيءَ کان پوءِ موت جو اچڻ اڻ ٽر آهي. جڏهن چمار وڏي وڃي تہ ابدي ننڊ سمهڻ ئي بهتر آهي. ان ڪري جڏهن هن جي ننڍي ننهن کي مئل ٻار ڄائو تہ کيس ڪابہ پريشاني نہ ٿي. هن چيو، ”اهي ننڍڙو روح غلطيءَ سان هن گهر ۾ پيدا ٿيو ۽ جڏهن کيس غلطيءَ جو احساس ٿيو تہ ڏاڍي اخلاق سان واپس هليو ويو.“ سندس ننهن ۽ پٽ کي ٻار جي مرڻ جو ڏک ٿيو. پر اهي وانگ جي سامهون اظهار نہ ڪري سگهيا.

سال کان پوءِ هن کي ڌيءُ ڄائي! جيڪا ڏاڍي خوبصورت هئي. ننڍي پٽ کي ڌيءَ پيدا ٿيڻ تي ڪابہ سرهائي نہ ٿي. هو پٽ جو گهر ڄائو هو. وانگ پٽ جي اها ڳالهہ سمجهي ورتي ۽ چوڻ لڳو، ”واهہ واهہ!“ هن کلي ڏنو، ”گهر ۾ آخر عورتن جي بہ تہ گهرج هوندي آهي ۽ ممڪن آهي ايندڙ ڀيري پٽ پيدا ٿئي.“

وانگ جي ڳالهہ سچ نڪتي سال کانپوءِ ننڍيءَ ننهن پٽ ڄڻيو. وانگ ڄاڻي پيو تہ قدرت هن تي مهربان آهي ۽ هو خدا جا ٿورا ميڃيندو هو. پر هن

ڪي آفيسرن جي ڳڻتي هئي.

وانگ جي زندگيءَ ۾ هڪ پيرو ڏڪر به ٿيو هو. جيتوڻيڪ ڏڪر ڏاڍو خطرناڪ ٿيو هو. پر هن اهو به ڪلندي سهيو هيو. ڏڪر شروع ٿيڻ کان اڳ ئي هو سمجهي ويو هو ته هن سال مينهن ڪونه وسندو ۽ ڏڪر ٿيندو ۽ ٿيو به ائين ئي. ... پر هن اڳواٽ ئي بندوبست ڪري ڇڏيو هو. ڏڪر دوران هن جي نندڙي خاندان هڪ ويلوبه بک تي ڪونه گذاريو. رڳو ڪين ايترو ڪرڻو پيو جو ڪاڌي کائڻ جو مقدار گهٽايو ويو ۽ سمهڻ جو وقت وڌايو ويو.... ڏڪر ختم ٿيو ته وانگ ڏٽيءَ جا ٿورا مڃيا. پنهنجي پٽن کي چيائين، "اسان ان ڪري به ڏٽيءَ سان شڪوه به نه ٿا ڪري سگهون ڇو ته ڏڪر تمام گهڻن سالن کانپوءِ ٿيو آهي. اها ڳالهه ئي ناهي...."

بهر حال انهن سيني ڏکاين مان پڌرو ٿئي ٿوته هن جي زندگيءَ ۾ ڪو فڪر ۽ پريشاني نه هئي.

رڳو هڪ ئي فڪر هيس! هڪ ئي پريشاني هيس. آفيسر ڪنهن به ريت نه ٿي ويا.

آخر ڇو؟ هو آفيسرن کان ايڏو تنگ ڇو هو؟

هن جي علائقي جو وڏي ۾ وڏو زميندار اي چنگ هو.

وانگ کي چڱي ريت خبر هئي ته اي چنگ زميندار ڪيئن ٿيو؟ بحرحال هو هن علائقي جو عزت وارو زميندار هو. وڏي جاگير هيس ۽ سدائين وڌيڪ زمين خريد ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هوندو هو. ڏڪر وارن سالن ۾ هن جا ماڻهو بکايلن جون زمينون ڪاڌي جي عيوض حاصل ڪندا هئا. وانگ ان ڳالهه کان ڏاڍو ڏنل هوندو هو. رڳو ان ڪري جو اي چنگ اثر وارو ۽ دولت وارو ماڻهو هو ۽ ٻيو ته هو راهڪن جيان ڳوٺ ۾ ته رهندو ئي نه هو. هو وڏن وڏن شهرن ۾ سک سان ڏينهن گذاريندو هو ۽ زمين جي اپت حاصل ڪندو هو.

اي چنگ جي هڪ ماڻهوءَ جو وانگ سان وير هو. ڇو ته وانگ زمين جو هڪ انچ به وڪڻڻ لاءِ تيار نه هو ۽ اي چنگ جو ماڻهو وانگ جي زمين

خريد ڪرڻ لاءِ ان ڪري ضد ڪري رهيو هو جيئن زمينون سڌيون ٿي وڃن. پر وانگ جون زمينون وچ ۾ هيون ۽ وانگ کي سدائين اي چنگ جي مقابلي ۾ اچڻو پوندو هو. چو تہ اي چنگ جو ماڻهو سدائين گاهہ جي قيمت ڪيري ڇڏيندو هو. جيئن وانگ کي نقصان ٿئي. ان ڪري ئي وانگ پريشان هو.

علائقي جو مئجسٽريٽ بہ وانگ لاءِ مٿي جو سور بڻيل هو. وانگ ان کي ڪڏهن ڏٺو تہ نہ هو پر ان جي ڪري بہ پريشان رهندو هو.

شهنشاهي دور ۾ تہ ائين هوندو هو جو ڪنهن علائقي جا ماڻهو جيڪڏهن مئجسٽريٽ مان مطمئن نہ هجن تہ شهنشاهہ کي درخواست ڏبي هئي ۽ گهڻو ڪري ائين ٿيندو هو، مئجسٽريٽ جي بدلي ٿي ويندي هئي. پر هاڻي تہ وقت ئي بدلجي ويو هو. هاڻي جيڪڏهن ڪنهن جي حاڪم جي خلاف مظاهرو ٿيندو هوتہ مئجسٽريٽ اجان وڌيڪ سختي ڪندو هو ۽ چڱو خاصو وير وٺندو هو.

وانگ لڳاتار ڏسندو رهيو تہ ماڻهن کي اجايو ۽ هرو ڀرو سزائون ملي رهيون آهن. هو چپ رهندو هو. لڳاتار سموري ڊل ڏيندو رهيو. ها ڪڏهن اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي ڪتنب کي ضرور چوندو هو، ”ائين پيو پاسي تہ حڪومت سان گڏ خدا بہ بدلجي ويو آهي. هاڻي تہ خدا جي قاعدن موجب بہ ڪو ڪم ئي نٿو ڪيو وڃي ۽ ڪنهن جون دعائون بہ قبول نٿيون ٿين. هاڻي تہ شهنشاهہ بہ ناهي رهيو. فرياد ڪير ٻڌي؟ ڀهرين زماني ۾ تہ رڳو هڪ مئجسٽريٽ جو پيٽ ڀرڻو پوندو هو. پر هاڻي جمهوريت جي دؤر ۾ اڻ ڳڻيا آفيسر ۽ حڪمران آهن ۽ جنهن کي ڏسو سو بکيو آهي. پيو پيسا گهرندو ۽ اهو چوڻ تي ان همراهہ کي جيل ۾ رهڻو پيو. جيڪو ٽي سال جيل ۾ بنا مقدمي جي مري ويو!“

انڪانسواءِ هڪ ٻيو بہ حاڪم هو. هي حڪومت کان باغي هو. جنهن بغاوت ڪئي هئي. هو ڌاڙا هڻندو هو. ڳوٺن تي ڇاپا هڻندو هو. ماڻهن کي لٽيندو هو. ماڻهو ماريندو، جيڏانهن بہ ويندو، قيامت هن سان ساڻ هوندي هئي.

انهيءَ ڏاڙيل جي ڊپ کان وانگ هڪ بندوق پڻ خريد ڪئي هئي. پر هو اها هلائي نہ سگهندو هو. گهر جي چوگرد مضبوط ديوار ڪڍرايائين، هڪ لوهو دروازو هڻايائين. هي جنگجو سردار ڏاڍو بي چين طبيعت وارو شيطان قسم جو ماڻهو هو. جنهن کي جنگ ۽ قتل سان محبت، امن ۽ سک سان نفرت هئي. هن جو خيال هو تہ هو عوام کي حڪومت جي ظلم کان بچائي انهن جو بادشاهہ بڻجي ويندو. پر حقيقت ۾ هو عوام کي ڏاڍو ڇيهو پهچائي رهيو هو. گهڻا ماڻهو لالچ ۽ ڪجهہ ماڻهو ڀؤ کان هن سان ملي ويا هئا.

اهي هئا وانگ ۽ ان جهڙن ڪيترن ئي ابوجهہ ماڻهن جا حاڪم. هو دل ئي دل ۾ سوچيندا هئا تہ ڪنهن نموني انهن حاڪمن کان آجپو ملي. نہ گورنر کي پنهنجن فرضن جو احساس هو، ۽ نہ ئي جاگيردار کي پنهنجي زمين سان محبت هئي. هن کي جهيڙي سان ايڏي دلچسپي هئي جو امن ٿيڻ ئي نہ ڏيندا هئا. هر غريب ۽ مظلوم جي من ۾ رڳو اهوئي احساس هو تہ انهن آفيسرن جو ڪيئن خاتمو ٿئي؟ جيئن ماڻهو امن ۽ سک سان جيون گهاري سگهن.

" هنن وڏن ماڻهن کانسواءِ مونکي ٻيو ڪوبہ ڏک ناهي". وانگ پنن کي چوندو هو، "توڙي جو نہ ئي اهي مون کي سڃاڻن ٿا ۽ نہ ئي مان انهن کي. مان انهن جو وڃايو بہ ڪجهہ ناهي. تڏهن بہ منهنجي محنت جو ثمر کٽي ٿا وڃن ۽ مون کي تباهہ ڪرڻ لاءِ تيار ويٺا آهن."

هر ڪنهن ماڻهو وٽ ساڳيائي خيال هئا، پر ڪڇڻ جي همت ڪنهن ۾ بہ نہ هئي.

وانگ ڇا ڇا نہ سنو؟ هو حد کان وڌيڪ ڏل ڏيندو هو ۽ انڪانسواءِ اي چنگ سان هڪ ڏکهو مقدمو بہ وڙهڻو پيس. ڇو تہ اي چنگ هن جي ڏهہ فوٽ زمين کي پنهنجو حق سمجهي رهيو هو. باغي سردار کي پيسا نہ ڏنائين تہ کيس پنهنجو فصل سڙندو ڏسڻو پيو. انهن حاڪمن جي ڪري هن جي زندگي دوزخ بڻيل هئي. جن کي هن نہ ڏنو هوءِ نہ ئي هنن جي ڪا رقم هن

ڏانهن بقايا هئي. ”جيستائين انهن ماڻهن جي تلوار منهنجي مٿي تي لڙڪي رهي آهي. مان پنهنجي ڪنهن به نعمت مان لطف حاصل نٿو ڪري سگهان.“ هو چوندو هو.

هو پنهنجي ڪتب ڏانهن ڏسي ڏکارو ٿي ويندو هو ۽ سوچيندو هو ته هو بلڪل مجبور آهي. ڪجهه به نٿو ڪري سگهي. ڇو ته هن جي سموري محنت جو ثمر هنن ڌاڙيلن کي ملي رهيو هو. جن جي هٿن ۾ هو بي وس ۽ مجبور آهي.

پر گهڻي عرصي کان پوءِ آخرڪار هن انهن فڪرن کان آجپي جو طريقو ڳولي لڌو. ماڻهن سمجهيو ته وانگ چريو ٿي ويو آهي. هن جا ٻار ۽ ٻاڙيسري غمگين ٿي ويا.... هن جي زال منٿون ڪيون. سيڪو چاڻي پيو ته پريشانين ۽ فڪر هن کي چريو ڪري ڇڏيو آهي.

وانگ ڪنهن جي به پرواهه نه ڪئي. هن جيڪو ڪجهه به سوچيو هو. ان تي عمل ڪرڻ لاءِ پڪو پهه ڪري ڇڏيو هئو.

هن پنهنجا سڀ وڻ ڪٽي، پنهنجي گهر کي باهه ڏنائين. جنهن سان سمورو سامان سڙي ويو. هن بينل پوک کي باهه ڏني. واهه ڪٽي سموري زمين ۾ پاڻي ڀري ڇڏيائين. اهڙي ريت هن وٽ جيڪو ڪجهه هو سڀ تباهه ٿي ويو.

”هاڻي اسين آزاد آهيون، هر فڪر ۽ پريشانيءَ کان آزاد آهيون. اسين فقير ٿي سهي پر بي فڪر ته آهيون.“

ڇاوانگ ديوانو هو؟

وانگ نه ديوانو هو نه چريو هو. هو پنهنجي سوچن جو شڪار هو ۽ ڪير آهي جو انهن فڪرن جو شڪار نه هجي!!

سنڌيڪار: ممتاز بخاري



## وليمر فاڪنر

**William Faukner**

هو ١٨٩٧ع ڌاري نيوالباني (New Albani) Mississippi ۾ پيدا ٿيو، پر ١٩٠٢ع ۾ خاندان سميت آڪسفورڊ هليو آيو. هن هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي پر پنهنجي الڳ مزاج جي ڪري گريجوئيشن ڪرڻ کانسواءِ ئي اسڪول ڇڏي ڏنائين. هن ڪيترائي پورهئي وارا ڪم ڪيا ۽ جڏهن New Orleans شهر ۾ سندس ملاقات مشهور ليکڪ شروڊ اينڊرسن (Sherwood Anderson) سان ٿي تہ هن بہ لکڻ شروع ڪيو. شروعات

شاعريءَ سان ڪيائين. ھن جو پھريون شاعريءَ جو مجموعو "The Marble Fann" ١٩٢٦ع ۾ ڇپيو. ھن ناول بہ لکيا ۽ ڪھاڻيون بہ سندس پھربون ناول Soldier's pay ١٩٢٥ع ۾ ڇپيو. ھن جون ڪھاڻيون ۽ ناول الڳ مزاج ۽ اسٽائيل جي ڪري مقبول ٿيڻ لڳا. تانجو ھو دنيا ۾ پاڻ مڃرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ڪيس ١٩٤٩ع ۾ ادب جو "نوبل پرائز" مليو. سندس ڪھاڻيون ٻن وڏن جلدن ۾ سھيڙي ١٩٥٠ع ۽ ١٩٧٩ع ۾ ڇپرايون ويون آھن.

وليم فاڪنر ١٩٦٢ع ۾ ھن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو.

# ..... ۽ سورج ٻڏي ويو

وليم فاڪنر

هي ٽي لفظ پهريون دفعو هڪ خاڪي طور نيو اورلينڊ جي اخبار ٽامز - پڪايون جي ۲۴ مئي ۱۹۲۵ واري شماري ۾ ظاهر ٿيا.

” ڪارو شينهن مارجي ويو.“

اهو حبشي جنهن ٻن ڏينهن کان ان علائقي ۾ خوف ۽ هراس ڦهلائي رکيو هيو ۽ ٽن ماڻهن يعني هڪ ڪاري ۽ ٻن گورن کي قتل ڪري چڪو هو، گذريل رات اسٽيٽ نيشنل گارڊ جي رجمنٽ جي هڪ دستي هٿان مشين گن جي فائرنگ ۾ مارجي ويو. دستي جي جوانن پنهنجي مشين گن وڻن جي جهڳٽي سامهون نصب ڪري ڇڏي هئي ۽ جڏهن هن جي فائر جو آواز اچڻ بند ٿي ويو ته ڪئپٽن والس جهڳٽي اندر داخل ٿيو ۽ حبشي اتي مئو پيو هو. حبشيءَ جي ديوانه وار فرار جو سبب معلوم نه ٿي سگهيو باقي خيال اهو ڪيو ويندو آهي ته هو پاڳل هيو ۽ هن کي لاوارث قرار ڏنو ويو.

هن رستي جو ڪجهه حصو سامان سان ڀريل ڊٻن جي هيٺيان مٿان ۽ اندران طي ڪيو مگر وڌيڪ رستو هن کي پيادل هلي ئي طئي ڪرڻو پيو. شاهراه ڪارلٽن کان ڪينال اسٽريٽ تائين پهچڻ ۾ هن کي ٻه ڏينهن لڳا، ڇو جو هو ٽرئفڪ کان تمام گهڻو ڊڄندو هو. آخرڪار هو ڪينال اسٽريٽ ۾ پنهنجي بندوق ۽ ڳنڙي ڪنيون گهبرايل گهبرايل ۽خوفزده ٿيو بيٺو هو. ڌڪا کائڻ ڪري ۽ پنهنجي نسل وارن ماڻهن جي تذليل ۽ پوليس وارن جي دڙڪن داٻن ڪري هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هو ڇا ڪري، سواءِ هن جي ته هن کي هيءَ اسٽريٽ هر صورت ۾ ڪراس ڪرڻي آهي.

آخر هن ..... اکيون بند ڪيون ۽ واءُ مينهن وانگي بلاڪ جي وچان کان هلڻ لڳو، هن جي اردگرد ڪارون هيون. هڪ ٽيڪسي ڊرائيور رڙيون ڪري هن کي لک لعنت ڪئي، مگر پنهنجي بندوق ۽ ڳنڙي پڪڙيون هو آخر

هن پار پهچي ويو. هن جي پڇڻ تي هڪ نرم دل گوري شخص هن کي درياءَ جي رستي تي لائي ڇڏيو.

هتي هڪ ٻيڙي هُئي، ڪناري سان ٻڌل، چڻ تہ هن جي منتظر. ان تائين پڄندي پڄندي هن جي بندوق ڇهہ فٽ گهري پاڻيءَ ۾ ڪرندي بچي. پر اتي هڪ گوري ماڻهو هن کي گاريون ڏيندي ٻيڙيءَ کان پري هٽايو، ”مگر ڪئپٽن صاحب!“ هن هلڪو هلڪو احتجاج ڪيو، ”مان تہ آفريقہ وڃڻ ٿو چاهيان. مون وٽ ڀاڙو بہ آهي.“ ”آفريقہ.“ گوري حيرت مان پڇيو، ”تون جهنم ۾ وڃ، پر هن ٻيڙيءَ کان پري رهہ. آئنده ڪڏهن جيڪڏهن هيڏي اچڻ جي ڪوشش ڪيئي تہ مان توکي گولي هڻي ڇڏيندس. جيڪڏهن تون سوار ٿيڻ چاهين ٿو تہ هوڏانهن پر تئون وڃ ۽ ٽڪيٽ وٺي آ.“

”ها - ها - واقعي غلطي ٿي وئي ڪئپٽن صاحب!“

”ڇا!؟“ ٽڪٽ ڪلرڪ حيرانيءَ مان پڇيو.

”مون کي آفريقہ جو ٽڪيٽ ڏئي ڇڏيو. وڏي مهرباني ٿيندي.“

”تنهنجو مطلب آهي الجزائر؟“

”نا - آفريقہ.“

”توکي هن گهٽ جي ٻيڙي جي ٽڪيٽ گهرجي نہ.“

”ها منهنجو خيال آهي تہ جيئن مان پرين ٻيڻل ٻيڙيءَ تي سوار ٿي سگهان.“

”هل ڙي - هل - تون. اڙي هل.“ هن جي پويان قطار مان هڪ آواز آيو. سو هن ٽڪيٽ ورتي ۽ دروازي تي آيو. ڏڪن سان هڪ دفعو ٻيهر ٻيڙيءَ تي پڄي ويو.

هن کي هڪ ڏنڌلو تصور هيو تہ آفريقہ ڪٿي درياه جي وهڻ واري رخ تي آهي. مگر جڏهن ٻيڙي ويڪرائيءَ جي رخ تي هلڻ لڳي تہ هو حيران رهجي ويو ۽ هن کي هڪ رڍ وانگر هڪلي ڪناري تي ڪڙو ڪيو ويو. بندوق سان ڇهتيل هن پنهنجي اردگرد نهايت بي وسيءَ وچان ڏٺو. آخرڪار ڊڄندي ڊڄندي هو هڪ پوليس جي سپاهيءَ وٽ ويو.

" ڪئپٽن سائين! ڇاهي آفريقہ آهي. "

" هون ...!" آفيسر ڇرڪندي چيو.

"مان آفريقہ پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. سائين، ڇا هي رستو صحيح آهي؟"

" آفريقہ ... ڪڏهن ... " هن بہ انهي اسٽيمر بوٽ واري ماڻهوءَ وانگر جواب ڏنو. " هي ٻڌاءِ تہ ... تنهنجي نيت ڇا آهي؟"

" مان واپس وڃڻ ٿو چاهيان.... واعظ ٻڌائيندو آهي تہ اسان اتان ڪان آيا آهيون. " " حبشي! تون رهندو ڪٿي آهين؟"

" پوئتان ڏور پري هڪ ڳوٺ ۾. "

" ڪهڙي ڳوٺ ۾؟"

" سائين! ڪوئي ڳوٺ ناهي. اتي مسٽر بوب، هن جي گهروارن ۽ هن جي ڪارن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ناهي رهندو. "

" مسيپي يا لوسيانا .. ؟"

" ها - ها - منهنجو خيال آ، ڪجهہ ائين ئي آهي. "

" ٻڌ! مان توکي هڪ ڳالهہ ٻڌايان ٿو. تون پهرين گاڏي وٺ ۽ واپس هليو وڃ. اهي جڳهہ تنهنجي رهڻ جي ناهي. "

" مگر ڪئپٽن! مان آفريقہ وڃڻ چاهيان ٿو... "

" تون آفريقہ کي وساري ڇڏ ۽ ٽرين جي جيتري بہ ڊگهي ٽڪيٽ وٺي سگهين، وٺ. ٻڌين ٿو نہ!؟"

" ليڪن ڪئپٽن!"

" هاڻي بس ڪر - ڇا تون چاهين ٿو تہ مان توکي هتي ئي هٿڪڙيون هڻي ويهاري ڇڏيان؟"

ڪينال اسٽريٽ ٻاهران بينل هو حيرانيءَ وچان هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رهيو هو. ڪوئي آفريقہ ڪيئن ٿو پهچي، هو ڏڪا ڪائيندو ڪڏهن هيڏي نڪري وڃي ٻيو ڪڏهن هوڏي. هن پنهنجو پاڻ کي قسمت حوالي ڪري ڇڏيو جيڪا هن کي درياءَ ڪناري ساڻ ساڻ ڪنيو وٺي وئي هئي. هڪ

ٻي ٻيڙي گهٽ سان ٻڌل بيٺي هئي ۽ ڪيئي حبشي ڪاٺ جي تختي تان هلي مٿي فرش تي سامان ڍير ڪري رهيا هئا. اتي هڪ بغير ڪوٽ جي گورو ماڻهو نمايان هيو. ڪڙڪڙ ڪندڙ ڇڪڙن کي ڌڪندي حبشي ڳائيندا ڦري رهيا هئا. هو اجان ٻه ڌڪا کائي رهيو هو. هڪ ڇڪڙي جي رستي تان ٽپ ڏئي هتي پئي ويو ته ٻئي جي آڏو اچي پئي ويو. ”او ڪارا ماڻهو ڏيان سان هل.“ اوچتو آقا ڦري هن ڏانهن آيو. ”لعنتر! هي تون ڇا تون ڪرين؟ ڪوئي ڪم ڪر نه ته گم ٿي. مون کي هتي تماشا ڏسندڙن جي ڪابه ضرورت نه آهي. ٻڌين ٿو؟“

”ها – ڪئپٽن!“ هن هوريان ۽ سڪون سان جواب ڏنو ۽ پوءِ جلدئي هو ٻه ٻوريون ڍوئي رهيو هو. ڪم ڪرڻ سان هن جي رت ۾ گرمي اچي وئي، هن کي پگهر اچي ويا، ۽ هن ڳائڻ شروع ڪيو. هيءَ اها جڳهه هئي جتي ڪيس گهر جو ماحول مليو. مگر هن کي ياد نه آيو ته ڪيڏي عرصي ڪانپوءِ پهريون ڀيرو، ”آفريقه! تون ڪٿي آهين؟“ هن جي ڇپن منجهان ڪان نڪري ويو.

ڪم جو وقت ختم ٿي ويو. اولهه طرف سرخ سج ڇڻ ته لڙڪي رهيو هو ۽ سڪتي ۾ ورتل پاڇا ليٽيا ليٽيا انڌيري جو انتظار ڪري رهيا هئا.چڪر ڪائيندڙ سنهرا ذرا سج جي آخري روشنيءَ ۾ نرم نرم پيرڙن سان حرڪت ڪري رهيا هيا. ڪم ڪندڙ هاٿي ڪوٽ ۽ منجهند جي مانيءَ جا ٽفن باڪس ميڙي رهيا هئا ۽ بازار جي چمڪندڙ روشنين ۽ رات جي ڪاڏي ڏانهن روانه ٿي رهيا هئا. هو پنهنجي بندوق ۽ ڳنڙي کڻي ۽ ٻيڙي تي چڙهي ويو.

نرم پر وزني ٻورين جي وچ ۾ هو ماني کائڻ کانپوءِ ليٽي پيو، جا هن خريد ڪئي هئي. انڌيرو مڪمل طور چڙهي آيو هو. جهاز سان ٽڪرائيندڙ، پاڻيءَ جي آواز ۽ ٻورين ۾ بند ڪٺڪ جي خوشبوءِ هن کي جلدئي ننڊ جي وادين ۾ اماڻي ڇڏيو.

حرڪت مان هن جي اک کلي پئي. هوريان هوريان هچڪولا لڳي رهيا هئا ۽ انجڻ جي هلڻ جو آواز باقائده اچي رهيو هو. هن جي ارد گرد روشني

هئي ۽ هو سڪون جي اهڙي سستيءَ ۾ ورتل هيو جو ڪجهه سوچي به نه پيو سگهي. پوءِ ڪيس احساس ٿيو ته هو بکيو آهي ۽ حيران ٿيندي ته هو ڪٿي آهي، اٿي ويٺو.

جيئن ئي هو عرشي تي آيو هڪ گورو چريو ماڻهو سندس آڏو اچي ويو. "مان آفريقه وڃڻ چاهيان ٿو. ڪيئن!" هن احتجاج ڪندي چيو، "مان جڏهن ڪالهه انهن ڪارن سان مال ڍوئڻ ۾ مدد ڪري رهيو هوس ته سمجهيم پئي اسان سيئي هن ٻيڙي تي ڪنا ايندا سي." گوري ماڻهوءَ هن کي حقارت ۽ بي عزتي وارن نظرن سان ڏٺو. "او آسمانن جا خدا! توهان ڪارا مون کي چريو ڪري ڇڏيندؤ. ڇا توکي ناهي خبر ته هيءَ ٻيڙي ڪٿي پئي وڃي؟ هيءَ نات شيز وڃي ٿي."

"هيءَ مون لاءِ خوشيءَ جي ڳالهه آهي. تڏهن ته هيءَ آفريقه وچان گذرندي جڏهن اسان اتي پهچون ته توهان مون کي ٿورو پڌائي ڇڏجو ۽ جيڪڏهن اتي نه بيهندي هجي ته به مان پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏيندس ۽ تري ڪناري تي پهچي ويندس."

هو ماڻهو اڄاڻ ڪيفيت مان بس ڪيس ڏسندو رهيو.

"۽ ڀاڙي جي ڳڻتي به نه ڪجانءِ. ها." ....... "تون وٽ گهڻي رقم آهي؟"

"ڪئپٽن ڪافي آهي." هن جيبن ۾ هٿ وجهندي وڏي شان وچان چيو ۽ هن جي ٿهليل هٿن تي چانديءَ جا چار ڊالر ۽ ڪجهه سڪا هيا. گوري چار ڊالر ڪنيا. "ٺيڪ آهي - مان رقم بدلي توکي آفريقه پهچائيندس. جيستائين اسان اتي نه ٿا پڄون تون هتي - مٿي وڃي ڪري ٻين ڪارن سان سامان ڪٽائڻ ۾ مدد ڪندين."

"ٺيڪ سائين!" هن نهايت شوق ۽ ڦڙتيءَ وچان چيو، پروري بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو، "ڏسو مون کي ٺيڪ جڳهه تي ضرور ٻڌائجو، ڪئپٽن! مون کي ٻڌائيندؤ نه."

"ها - بلڪل - هاڻي هل ۽ ٻين ڇوڪرن سان هٿ ونڊاءِ - هل." هو

ٻين چوڪرن سان ڪم ڪرڻ لڳو. حالانڪ ٻيڙي سنئي ۽ روشن ڏينهن ۾ ...... درياءَ جي هڪ مقام کان ٻي مقام طرف رواني هئي. هڪ دفعو ٻيهر سرخ سرخ سج اولهه ۾ لڙڪي پيو. ڪٺان کان گهنٽيون وڄڻ جو آواز اچي رهيو هو ۽ ٻيڙي ڪناري طرف مڙي پئي ۽ پوءِ الاهي گهنٽن جو آواز اچڻ لڳو. ٻيڙيءَ جي رفتار بلڪل گهٽجي ويئي ۽ پوءِ ڊرمن جي هڪ قطار هيٺيان ڪچ ۽ گپ ۾ نڪ رڳڙيندي بيهي رهي. گورو ڪئپٽن اهوئي پاڳل هن جي سر مٿان کان ٿهيل دکي تان جهڪي جهڪي رڙيون ڪري رهيو هو، ”جيڪ! چوڪرن سان هي ڊرم ڊوئرا ۽ آفريقه انهن ٻري وارن ڪيتن کان تقريباً هڪ ميل اڳي آهي.“

هو ٻيڙيءَ کي ڪناري کان پوئتي هٽندي ڏسڻ لاءِ بيٺو هيو. ڊگهين چمنين مان دونهون ابتي رخ گهلجندو وڃي رهيو هو. تنهن بعد هن بندوق کلهي تي رکي ۽ طويل سفر لاءِ هلي پيو. اجان هو ٿورو ئي پري هليوهو جو هن کي شينهن ۽ڃن جو خيال آيو جن سان مهاڏي جو امڪان هو. هو بيهي رهيو ۽ بندوق ۾ گولي ڀريائين.

روشني ختم ٿيڻ بعد تائين هلندي هلندي هن چاتو ته هو آفريقه جي ڪافي اندر ۽ وچ واري علائقي ۾ هوندو. ۽ هي ته ٻيهر ڪائڻ ۽ ننڊ ڪرڻ جو تائيم ٿي ويو هو، جيئن ته هو ڪائي نه پيو سگهي ان ڪري سمهڻ لاءِ محفوظ ٺڪاڻو تلاش ڪرڻ جو پهه ڪيائين. صبح تائين ڪجهه نه ڪجهه يا سيهڙ وغيره ماري سگهندو. اوچتو ڪيس پنهنجي ويجهو هڪ واڙو محسوس ٿيو ۽ ان کان پار ڪجهه ڏنڊلو ڏيکاءُ ڏيڻ لڳو! جيڪو سڪل گاهه جو ڍير ٿي سگهي پيو. جڏهن هو واڙي جي هن پار پڳو ته تقريباً هن جي پيرن وٽان کان ڪائي شيءِ خوفناڪ انداز ۾ اٿي. هو ڊيجاريندڙ ۽ دهشت ناڪ خوف کان آشنا هيو. هن جي بندوق ڪنڌ ڏانهن جهپڙ هنئي ۽ گرجي، چمڪي ۽ شينهن يا جو ڪجهه به هيو رڙيون ڪندو رات ۾ گم ٿي ويو. ٿامي جي ٽڪرن وانگر ٿڌو ٿڌو پگهر، هو پنهنجي چهري تي محسوس ڪري پئي سگهيو. هن گاهه جي ڍير ڏانهن ڊوڙ پاتي ۽ ان تي چڙهڻ جي ڪوشش ۾

ديوانن جيان ان تي هٿ هلائڻ لڳو. هن جي ان فضول ڪوشش سان گڏو گڏ هن جو خوف وڌي رهيو هو ۽ وڌندو پئي ويو ۽ پوءِ اهو خوف هوريان هوريان گهٽ ٿيڻ لڳس ۽ پوءِ هو ان ترڪڻي ڏير تي چڙهي ويو. هڪ وار چوٽيءَ تي چڙهي ويو تہ پنهنجو پاڻ کي ڪجهہ محفوظ محسوس ڪيائين. جڏهن هو پيٽ ڀر ستل رات ۾ واجهائي رهيو هو، هن بندوق هٿ جي ويجهو ڪئي، جنهن شيءِ کي هن گولي هڻي هئي اها تہ هاٿي خاموش هئي، مگر ڪو آواز رات تي چڙهي تہ ٽٽي پيو هو.

زمين تي هڪ روشني ٽمڪندي اچي رهي هئي جلدئي هن ڏٺو تہ ٽنگون ضرب جو نشان بنائيندڙيون اچي رهيون هيون. هن کي ڪجهہ آواز ٻڌڻ ۾ آيا جن کي هو سمجهي نہ پئي سگهيو. هن سوچيو: "وحشي هوندا اهي جيڪي ماڻهوءَ کي کائي ويندا آهن." هو گاهہ ۾ اجان هيٺ جهڪي ويهي رهيو. روشنيءَ ۽ آواز ان رخ تي وڃڻ لڳا. جيڏانهن هو جانور ويو هو. جنهن کي هن گولي هڻي هئي. جلد روشني هڪ ڏهڪي تي بيهي رهي جيڪو زمين تان اڀري آيو هو ۽ پوءِ پٽڻ پاراتن جا آواز بلند ٿيڻ لڳا.

"دوستو!" هن ڏکهو ساهہ کڻندي چيو، "مون ضرور هنن جي ذاتي شينهن کي ماري وڌو آهي." شينهن، شينهن ٿيندو آهي، هو لڪو وينو رهيو ۽ روشني وري ڏور هٽڻ لڳي ۽ آخر ڪر تي وٺي ستارا هن جي مٿان ڏڙڪي رهيا هيا ۽ هو ننڊ پئجي ويو.

هڪ جهٽڪي سان هن جي ننڊ اڏري ۽ هن ٻانهون اکين تي رکي چڙيون، اهائي چاتل آواز هن جي ڪنن ۾ اچي رهيا هئا. هن اکيون کوليون تہ هڪ ننڍڙو گهري رنگن وارو ماڻهو پستول کنيو هن تي جهڪيو بيٺو هيو. زبان تہ هو نہ پيو سمجهي، باقي جيڪا زبان پستول ٻولي رهيو هو اها هن جي سمجهہ ۾ اچي رهي هئي.

هن سوچيو هي ماڻهو تہ مون کي کائي ويندا. هن جون ٽنگون گڏ ٿيون ۽ وري کليون. گهري رنگن وارو ماڻهو پوئين پاسي چڙهي تہ لڙهندو ويو. هن پنهنجو پاڻ کي ڪنهن جانور وانگر اڇلايو. پستول هلڻ جو آواز آيو ۽

ڪنهن شيءِ هڪ مڏو وڍ هن جي ڪنڌ جي مٿين حصي ۾ ڏنو. هن جواب ڏنو ۽ هڪ ماڻهو ڏرتيءَ تي ڍير ٿي پيو. هو ڦڙتي سان اٿيو ۽ ڀڳو. گوليون هن جي پرسان کان گذري رهيون هيون. سامهون واڙو هئو ۽ هو مڙي دروازي جي تلاش ۾ ان سان گڏ گڏ ڊڪڻ لڳو.

هن جي ڪاڻي ٻانهن گرم ۽ آلي هئي. اتي واڙي جي موڙ تي ئي دروازو هو. جڏهن هن دروازي تي هڪ شخص کي رستي روڪڻ لاءِ ڊڪندي ايندي ڏٺو تہ هن جي پڪڙ بندوق تي اچان بہ وڌيڪ مضبوط ٿي وئي. جڏهن هوهڪبئي جي ويجهو ٿيا تہ هن ڏٺو تہ اهو ماڻهو بہ هنجي نسل جوئي هيو. ”حبشي! رستي تان هٽي وڃ.“ هن انهي شخص کي ٻانهون لوڏائيندي ڏٺو تہ سهڪندي رڙ ڪيائين جڏهن هن جي بندوق هڪ دفعو ٻيهر گرجي تہ هن کي ٻئي ماڻهوءَ جي چهري تي مذاق جوڳي حيراني جا تاثر ڏسڻ ۾ آيا. هو ڦڙ پري پري ساه جا ڊڪ پري رهيو هو. ٻيهڻ ضروري ٿي پيو هو. هتي هڪ ڪڏ هٽي ۽ ڊگهو ڪنارو هو. ٿورو اڳتي جتي اهڙو ئي ٻيو ڪنارو، ان کي ڪاٽي رهيوهو. اتي وڻن جو جهڳٽو هيو. هو ان ۾ گهري لڪي ويو ۽ چيلهہ ڀر سمهي ڊگها ڊگاه ساهہ کڻڻ لڳو. هن جا سهڪندڙ ڦڦڙ وري هوريان هوريان سامت ۾ اچڻ لڳا. هاڻي هن کي ڪنڌ جو زخم بہ محسوس ٿيڻ لڳو. هن حيرانيءَ وچان پنهنجي رت تي نظر وڌي. ”هاڻي تون اهو سڀ ڪجهہ گذرندي ڏسي رهيو آهين.“ هن خيال ڪيو. ”عجيب ڳالهہ آهي تہ هي آفريقي بہ حبشين تي گوليون هلائين ٿا. جيئن گورا هلائيندا آهن“.

هن زخم کي اڌنگي انداز ۾ ٻڌي ڇڏيو. هن کي هڪ شيءِ ملبل هئي اها ئي پناهہ گاهہ ۽ بس -- هن وٽ ارڙهن گوليون باقي هيون ۽ هن کي تن جي ضرورت پئجي پئي سگهي..... هڪ ماڻهو بندوق جهليون ڪوئي ٻن سون فوٽن جي فاصلي تي هن جهڳٽي کي جاچي رهيو هو. ”معلوم ٿئي ٿو هو فوري طور مون کي تنگ نہ ڪندا.“ هن فيصلو ڪيو. ”مان انڌيرو ٿيڻ تائين هتي آرام ڪندس. ان ڪانپوءِ مسٽر بوب وٽ واپس هليو ويندس. آفريقہ يقينا مهذب ماڻهن جي رهڻ جي جڳهہ ناهي. شينهن تي پير پئجي ٿو وڃي تہ

توهان تي گوليون هلايون ٿيون وڃن ۽ پوءِ ماڻهوءَ کي پاڻ ماڻهو تي گولي هلائڻي ٿي پوي. مگر منهنجو اندازو آهي تہ اهي آفريقي ان طرح جي شين جا عادي آهن.“

هن جي ڪنڌ وٽ ڪو مڏو ڌڙڪو جاڳيو. تيز ٿيندڙ بخار ۾ هن پاسو بدلايو. هو ڪيترو تہ اجارو هو، پهرين هو بکيو بہ هيو مگر هاڻي رڳو اجاروهو. هن کي ...... جهنگل جي ٿڌي چشمي جو خيال آيو. هن پگهر ۾ پڳل چهرو ڪنيو ۽ ڏٺو تہ اهو پهريدار الاهي ويجهو کسڪي آيو هو. هن بندوق ڪنئي ۽ هڪ هٿ سان جيترو سنو نشانو ٻڌي پئي سگهيو ٻڌائين ۽ گولي هلايائين. پهريدار پٺيءَ ڀر ڪري پيو ۽ پوءِ جلدي سان پير سنڀالي ڪاہي ساڄي ڊڪندو هن جي زد منجهان نڪري ويو. ”صرف توکي ڊيڄارڻ لاءِ.“ هو پاڻ سان ٻُڌڪيو. شيون هاڻي عجيب ۽ غريب لڳيون پئي ۽ هن جي ڪنڌ مان خوفناڪ درد اٿي رهيو هو. پل ڪن لاءِ هن کي ننڊ اچي وئي ۽ هن ائين پاتئيو جڻ پنهنجي گهر ۾ آهي. هو درد جي شدت وچان جاڳي پيو. پروري ننڊ ۾ ٻڌي ويو ۽ انهي ننڊ جاڳ ۾ هن ڊگهو ڏينهن ڪٽائي ڇڏيو. سواءِ ان جي تہ وقفي وقفي سان هو ريڙهيون پائيندو هڪ ڪڏي مان مٽيءَ هاڻو پاڻي پي پيو اچي. آخر ۾ جڏهن جاڳيو تہ رات هئي، لائيٽيون هيونءِ ٻاهر هئي ٻاهر جي روشنيءَ ۾ ماڻهو گهمي ڦري رهيا هئا. ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

هو پاڻي پيئڻ خاطر پاڻ کي گهليندو ڪناري تي وٺي ويو هو ۽ جيئن ئي مڙيو تہ هڪ گاڏيءَ جون روشنيون هن تي ڪتل هيون ۽ هڪ آواز اٿيو ۽ هن جي اردگرد گوليون وسي رهيون هيون. هو ٽپ ڏئي واپس وڻن جي جهڳٽي ۾ هليو ويو ۽ روشنين جي رخ تي انڌا ڌنڌ گوليون وسائڻ لڳو. هڪ ماڻهوءَ جو آواز بلند ٿيو ۽ گوليون جهڳٽي جي وڻ کي چيريندي پئي ويون. شاخون ۽ ٽاريون ائين لڏي رهيون هيون جيئن ڪا تيز آنڌي هجي. هو ائين محسوس ڪري رهيو هو جيئن گرم لوهہ سان ڏنڀ ڏنا ويندا آهن. هن پنهنجو مٿو هيٺ ڪيو ۽ گپ تي پنهنجو چهرو رکي ڇڏيائين.

اوچتوگوليون هلڻ بند ٿي ويون ۽ سانت هن کي لفظي معنائن ۾

فراموشيءَ جي دائرن ڪان گهلي وئي آئي. هن انتظار ۾ پنهنجي بندوق اڳي وڌائي. آخر انڌيرو ختم ٿيو ۽ ٻن شين ۾ ورهائجي ويو. سامهون شعلن جي ڌماڪن ۾ هن ٻه ماڻهو پيٽ ڀر ليٽيا ڏٺا. ان مان هڪ پستول تقريبا هن جي چهري تي هلائي ڏنو ۽ ٻجي ويو. وري صبح ٿي رهي هئي، سج ايريو گرم ٿيو ۽ هلندو هن جي مٿان ٿي بينو. هو پنهنجي گهر هيو. پنهنجي ڪيتن ۾ ڪم ڪري رهيو هو. هو ننڊ ڪري رهيو هو ۽ وڙهندو پيانڪ خواب منجهان ٻاهر نڪري رهيو هو. هو وري هڪ ٻارُ هيو. نه هڪ پکي هيو، هڪ وڏي پکي باز وانگر نيري آڪاش ۾ اڻ ڳڻ دائرا ٺاهيندو اڏري رهيو هو.

سج وري ٻڏي ويو. اولهه رت جيان لال هو. اهو هن جو پنهنجو ئي رت هيو. جيڪو ديوار تي رنگيو ويو هو. رات جي ماني ديڳڙيءَ ۾ پئي هئي ۽ رات ٻه اهڙي جنهن ۾ ڪائي ٻه ٻاهه نه هئي ۽ نه ئي هن جي ارد گرد گهمندڙ ماڻهو هيا. پوءِ سيئي ٻيهي رهيا، چڻ ڪجهه ٿيڻ جي انتظار ۾ هجن. ها، سيان هو پنهنجي گهر هوندو ۽ ڪم ڪندو هوندو هن گپ تان پنهنجو چهرو ڪنيو. هن جي اردگرد شاخن ۽ ٻوڙن ۾ اهڙي ته آنڌي هلي رهي هئي چڻ اڳ ۾ ڪڏهن نه آئي هجي. انهيءَ آنڌيءَ آڏو شاخون ۽ ٻوڙا ڏکي اٿيا...... هو ٻاڻ ٻه هڪ وڻ جيان هو جيڪو انهيءَ آنڌيءَ جي لپيٽ ۾ اچي ويوهو. هن انهيءَ جالوڏاءِ ٿڦيڙا محسوس ڪيا ۽ ٻاڻ تنندي، ليڙ ليڙ ٿيندي ۽ وکرندي پاتائين.

آنڌي ختم ٿي وئي ۽ سيئي ٽتل شيون بي حرڪت هيون. هن جو ڪارو شفيق، سادو ۽ ڪڏهن خوش رهڻ وارو چهرو آڪاش ۽ ٽڏن ٽڏن ستارن طرف اٿيل هيو. آفريقه هجي يا لوسيانا. هو پرواه ٿوري ئي ڪندا آهن!؟

سنڌيڪار: حبيب ساجد



# ارنيست هيمنگوي

**Ernest Hemingway**

هو چڪاگو(Chicago) آمريڪا جي علائقي ۾ ۱۲ جولاءِ ۱۸۹۹ع تي ڄائو. هاءِ اسڪول ۾ گريجوئيشن ڪيائين ۽ پوءِ عملي زندگيءَ ۾ صحافت جي حوالي سان داخل ٿيو. هن "Kansas city star" (ڪنساس سٽي اسٽار) لاءِ رپورٽنگ شروع ڪئي ۽ جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي ته والنٽيئر جي حيثيت سان آمريڪا جي ريڊ ڪراس ايمبولنس جو ڊرائيور ٿي ۱۹۱۸ع ۾ فرانس آيو. جتي ٽن هفتن ڪانپوءِ هو زخمي ٿي پيو. هو واپس

گهر آيو. جنگ ڪانپوءِ هو (Toronto star) ٽورنٽو اسٽار لاءِ يورپ جي نمائندي طور پيرس آيو. جتي هن جي ملاقات تخليقي ماڻهن ۽ فنڪارن سان ٿي. خاص ڪري ايذرا پائونڊ جي سنگت هن لاءِ ڪارائتي ثابت ٿي. هن جي لکڻين ۾ پختگي آئي. سندس پهريون ڪتاب Three stories and Ten poems ۱۹۲۳ع ڌاري ڇپيو ۽ جڏهن سندس ناول The sun also rises ۱۹۲٦ع ۾ ڇپيو تہ هو آمريڪا جي بهترين ڪهاڻيڪارن ۽ ناول نگارن ۾ ڳڻجڻ لڳو، ۽ پوءِ جڏهن هن جو ناول A Farwell to Arms ڇپيو تہ ڪيس عالمي ليول تي شهرت ملي. هن جا ناول ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب ڇپبا رهيا ۽ مقبوليت ماڻيندا رهيا. هن جي ناول The old man and the sea جي ڇپجڻ ڪانپوءِ، ڪيس ادب جي ”نوبل پرائز“ ڏيڻ لاءِ سوچيو ويو. جيڪو ڪيس ۱۹۵۴ع ۾ مليو. هو نہ رڳو اديب جي حيثيت سان وڏو ماڻهو هو پر شخصي حوالي سان بہ هن جي اوچائي بہ اوتري ئي آهي. جيتري ادب ۾. هن جذباتي وهڪري ۾ اچي پهنجو انت پاڻ آندو.

ارنيسٽ هيمنگوي ۲ جولاءِ ۱۹٦۱ع تي پاڻ کي گولي هڻي ماري وڌو.

# هڪ صاف سٿري ۽ روشن جاءِ

ارنيسٽ هيمنگوي (آمريڪا)

سڀ ماڻهو ڪيفي مان وڃي چڪا هئا. رات ڪافي گذري چڪي هئي. بلب جي روشنيءَ سان وڻ جي پاڇي ۾ هڪ پوڙهو ويٺل هو. سڄو ڏينهن گهٽيءَ ۾ دز اڏامندي رهندي هئي پر رات جو ماڪ پوڻ جي ڪري دز ويهجي ويندي هئي، اهو پوڙهو روزانو رات جو چڱي دير تائين ڪيفي ۾ ويٺل رهندو هو. هو ٻوڙو هو ان ڪري رات جي سانت ڪيس سٺي لڳندي هئي. ڪيفي ۾ ويٺل ويٽرن کي ڀلي ڀت ڄاڻ هئي ته پوڙهو نشي ۾ آهي. کين خبر هئي ته جيڪڏهن هو گهڻو پي ويو ته پيسا ڪونه ڏيندو ۽ ائين ئي هليو ويندو. ڇو ته هو پراڻو گراهڪ هو. ان ڪري هو ٻئي هن تي ڪرڙي نظر وڌيون ويٺا هئا.

"گذريل هفتي هن آپگهات جي ڪوشش ڪئي هئي." هڪ ويٽر چيو.

"ڇو؟"

"هي مايوس ٿي چڪو هو."

" ڪا خاص ڳالهه ناهي."

"توکي ڪيئن سڌ پئي ته ڪا خاص ڳالهه ڪونهي."

"هن کي پيسي جي ڪوٽ ناهي."

ٻئي ويٽر دروازي واري ديوار جي پڪ ۾ رکيل ميز تي ويٺل هئا... سڀ ميزون خالي پيون هيون. رڳو هڪ ميز وٽ پوڙهو ويٺل هو. اها ميز وڻ جي پنن جي ڇانو ۾ رکيل هئي. وڻ هوا ۾ آهستي آهستي لڏي رهيو هو. هڪ فوجي ۽ ان سان گڏ ڇوڪري گهٽيءَ مان لنگهيا. گهٽيءَ جي بلب جي روشنيءَ سان فوجيءَ جي ڪالرتي لڳل پتل چمڪي رهيو هو. ڇوڪري مٿي اگهاڙي، فوجيءَ پٺيان تڪڙ ۾ هلي رهي هئي.

"پهري وارا هن کي پڪڙي وٺندا." هڪ ويٽر چيو.

”جيڪڏهن هن کي پنهنجي مرضيءَ واري شيءِ ملي وڃي ته پوءِ هن کي ڪهڙي پرواه آهي.“

”پرهن کي هاڻي گهڻيءَ مان نڪري وڃڻ کپي. پهري وارا پنج منٽ اڳ هتان ٽپيا آهن. اهي ته پهچي ويندا.“

پوڙهي گلاس جو کڙڪو ڪيو. نوجوان ويٽر ڏانهس ويو. ”هاڻي ڇا کپي؟“

پوڙهي هن ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين، ”هڪ ٻي برانڊي.“

”صفا نشي ۾ ڌت ٿي ويندين“ ويٽر چيو. پوڙهي هن ڏانهن ڏٺو. ويٽر واپس هليو ويو.

”هي هاڻي سڄي رات ويٺو رهندو.“ هن پنهنجي سنگتي کي چيو، ”مونکي ننڊ ٿي اچي. ڪڏهن به ٽين بجي کان اڳ سمهڻ نصيب ئي ڪونهي ٿيو. ان کان ته سٺو هو هي گذريل هفتي آپگهات ڪري ڇڏي ها.“

ڪيفي جي ڪائونٽر تان برانڊي جي بوتل ۽ هڪ پليٽ کڻي پوڙهي وٽ آيو. پليٽ ميز تي رکيائين ۽ گلاس برانڊي سان پيري ڇڏيائين.

”تون گذريل هفتي پنهنجي پڄاڻي ڪري ڇڏين ها ته چڱو هو.“ هن ٻوڙي همراهه کي چيو. پوڙهي-آڱر جو اشارو ڪندي چيو، ”ٿوري ٻي وجهه.“ ويٽر گلاس ڪنان تار ڪري پري ڇڏيو ۽ برانڊي ڇلڪي گلاس ۾ هارجڻ لڳي.

”ٿورا تنهنجا.“ پوڙهي چيو ويٽر بچيل برانڊي جي بوتل ڪيفي ۾ کڻي آيو ۽ پنهنجي سنگتي سان اچي ويٺو.

”هي هاڻي ڌت ٿي چڪو آهي.“ هن چيو.

”هي هر رات ائين ئي ٿيندو آهي.“

”هن آپگهات جي ڪوشش ڇو ڪئي؟“

”مون کي ڪهڙي خبر؟“

”هن آپگهات لاءِ ڪهڙو طريقو استعمال ڪيو.“

”هي رسي ۾ لڙڪيو هو.“

”هن کي هيٺ ڪنهن لاتو؟“

”سندس ياڻني.“

”هن ائين ڇو ڪيو؟“

”روح کي پوڳڻ کان بچائڻ لاءِ.“

”هن وٽ دولت ڪيتري آهي؟“

”تمام گهڻي.“

”هي اسي ورهين جو ته هوندو؟“

”پڪ سان اسي ورهين جو آهي.“

”ڪاش هي هاڻي گهر هليو وڃي. مان ڪڏهن به ٽين وڳي کان اڳي ناهيان سمهيو ۽ اهو به ڪو سمهڻ جو وقت آهي!“

”هن کي دير تائين ويهڻ سنو لڳندو آهي.“

”هو ته اڪيلو آهي. پر مان اڪيلو ناهيان. منهنجي زال بستري تي منهنجو انتظار ڪندي هوندي“.

”ڪڏهن هن جي به زال هئي.“

”هاڻي اها جيڪڏهن جيئري به هجي ته هن جي ڪهڙي ڪم جي.“

”اسان ڇا ٿا چئي سگهون. ممڪن آهي گهرواريءَ جي هجڻ سان هن جي حالت ايڏي خراب نه هجي ها.“

”سندس ياڻني خيال ڪندي اٿس؟“

”ها، تون جو چيو ته ڪيس ياڻني هن کي بچايو.“

”مان ايترو پوڙهو ٿيڻ پسند ڪون ڪندس. پوڙهاپ به آفت آهي.“

”ڪو ضروري ناهي، هي پوڙهو ڏاڍو صاف سٿرو آهي. شراب ڇلڪڻ ئي ناهي ڏيندو. هاڻي به ڏت آهي، تڏهن به ڏس“

”مون کي ڏسڻ جي خواهش ناهي. بس مان چاهيان ٿو ته هو گهر هليو وڃي. هن کي ٻين جو به خيال ڪونهي.“

پوڙهي گلاس مان نظرون ڪڍيون. چوڪ ڏانهن ڏنائين ۽ پوءِ ڦري

ويٽرن ڏانهن نهاريائين. هن گلاس ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”هڪ ٻيو برانديءَ جو.“ جنهن ويٽر کي گهر وڃڻ جي تڪڙ هئي. اهو اٿي پوڙهي ڏانهن ويو، چيائين، ”ختم.“ ويٽر ساڌس نشي ۾ ٻڌل يا پرڏيهي ماڻهن جيان مختصر جملن ۾ ڳالهائڻ لڳو. ”اڄ رات ٻي نہ -- بند.“

پوڙهي چيو، ”هڪ ٻيو گلاس آڻ.“

”نہ -- ختم.“ ويٽر صافي سان ٽيبل صاف ڪندي چيو. پوڙهو اٿي بيٺو ۽ آهستي آهستي پليٽون ڳڻڻ لڳو. کيسي مان ٻٽون ڪڍيائين. ٽوري ٽپ سان گڏ بل ادا ڪيائين. ۽ پوءِ روانو ٿيو.

ويٽر گهٽيءَ ۾ ويندو ڏسندو رهيس. پوڙهو ماڻهو ٿاٻڙندو، پر وقار سان وڃي رهيو هو.

”تو هن کي ڇو اٿاريو؟ پيئڻ ڏينس ها!“ جنهن ويٽر کي تڪڙ نہ هئي ان پڇيو. هو ڪيفي جا شٽر هيٺ ڪرڻ لڳا. ”اڃان تہ اڍائي بہ ناهن ٿيا.“

”مان گهر وڃي سمهڻ چاهيان ٿو.“

”هڪ ڪلاڪ سان ڪهڙو فرق پئي ها؟“

”هن کي نہ پوي تہ نہ پوي پر مون لاءِ تہ وڏو فرق پئي ٿو.“

”وقت تہ سيني لاءِ هڪ جيترو آهي.“

”يار! تون وري بزرگن واريون ڪهڙيون ڳالهيون شروع ٿو ڪرين. جيڪڏهن هو چاهي تہ بوتل خريد ڪري گهر بہ وڃي پي سگهي ٿو.“

”پر گهر ۾ اهو مزو ڪٿي!“

”ها بلڪل.“ زال واري ويٽر سهمت ٿيندي چيو. هو ٻاڻ ائين نہ پيو ڪرڻ چاهي. پر الائجي ڇو هن کان تڪڙ ٿي وئي.

”۽ توکي -- وقت کان اڳ گهر وڃڻ تي ڀؤ ناهي ٿيندو؟“

”ڇا تون منهنجي بيعزتي ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين؟“

”اڙي نہ يار! مان تہ چرچو پيو ڪيان.“

”نہ.“ پهرين ويٽر شٽر بند ڪندي چيو، ”مون کي اعتماد آهي -- پڪو اعتماد.“

”ھا تو وٽ جواني آھي، اعتماد آھي، بي روزگار بہ ناھين.“ پوڙھي ويٽر چيو.

”تو وٽ بہ سڀ ڪجھہ آھي.“

”۽ توکي وري ڪھڙي شيءِ جي کوٽ آھي.“

”روزگار کان سواءِ ھر شيءِ جي--“

”پر تو وٽ بہ تہ اھو سڀ ڪجھہ آھي جيڪو مون وٽ آھي.“

”اعتماد تہ مون کي ڪڏھن پيو ناھي ٿيو ۽ ھاڻي تہ اھا جواني بہ گذري چڪي آھي.“

”ڇڏ واندين ڳالھين کي -- تالو ھڻ.“

”مان بہ انھن ماڻھن مان آھيان جيڪي سڄي رات ڪيفي ۾ گزارڻ چاھيندا آھن.“ پوڙھو ويٽر چوندو ويو، ”جن کي بستري ۾ سمھڻ جي تڪڙ ناھي ھوندي. جن کي رات جي وڳڙي ۾ روشني جي ڳولھا ھوندي آھي.“

”پر مون کي گھر وڃڻ ۽ بستري ۾ سمھڻ وڻندو آھي.“

پوڙھي ويٽر چيو، ”ان ڪري اسان ٻئي ھڪ ٻئي کان مختلف آھيون.“

جھونو ويٽر ڪيفي بند ڪرڻ نہ پيو چاھي. چيائين، ”سڄي ڳالھہ جواني ۽ اعتماد جي آھي ۽ اھي ٻئي شيون خوبصورت آھن. مان ھر رات ڪيفي بند ڪرڻ ناھيان چاھيندو. ٿي سگھي ٿو! ڪنھن کي ڪيفي جي ضرورت پئجي وڃي.“

”يار ننڍا ننڍا ڪيفي سڄي رات کليل ھوندا آھن.“

”دوست! تون نٿو سمجھي سگھين. اسان جي ڪيفي صاف سٿرو ۽ قرار ڏيندڙ آھي. ھتي روشني بہ ھوندي آھي ۽ روشني ڏاڍي سٺي شيءِ آھي. ان ڪانسواءِ پنن جي بہ تہ ڇانو ھوندي آھي.“

"Good Night." چئي نوجوان ويٽر ھليو.

پوڙھي آھستي "Good night" ڪيو. بلب وسائي ھو پنھنجو پاڻ سان ڳالھائڻ لڳو: ”روشني تہ ٺيڪ. پر جاءِ کي صاف سٿرو ۽ وڻندڙ ھجڻ کپي. موسيقي جي ايڏي ضرورت ناھي. بلڪل ناھي. پر ان ڪانسواءِ بہ تہ

سڄي رات گذارڻ ممڪن ناهي. هن کي ڪهڙي شيءِ جو ڀو هو. پر اهو ڪو ڀؤ يا ڏڄڻ نه هو. بس هڪ ڪوٺ هئي ۽ هن کي ان جي چڱيءَ طرح پروڙ هئي. هر شيءِ اڪيلي آهي. انسان به ته اڪيلو هو. بس ايتري ئي ڳالهه هئي. يا هن کي ٿوري روشني، صفائي ۽ ڍنگ جي گهرج هئي. ماڻهو سڄي ڄمار انهن جي وچ ۾ جيئندا آهن ۽ ڪين احساس ئي ناهي ٿيندو. پر هن کي خبر هئي ته اهو سڀ ڪجهه اڪيلائي مان اڪيلائي آهي. اسان سڀ پنهنجي پنهنجي ڪوٺ ڪٺي اڪيلائي جي سلطنت ۾ رهيل آهيون. ڇو ته سڀ ڪجهه مايا آهي. ڏينهن به مايا. رات به مايا ۽ مايا ڪان جان ڇڏائڻ به مايا آهي. سڀ ڪجهه مايا آهي." پوڙهو ويٽر اهو سڀ ڪجهه سوچيندو ۽ مرڪندو هڪ بار وٽ اچي بيٺو. بار وٽ ٻاڦ جي دٻاءَ سان ڪافي ٺاهڻ واري چمڪندڙ مشين رکيل هئي.

بار واري ڪائنس پڇيو. "تو کي ڇا کپي؟"

"خالي جاءِ."

"ٺيڪ- ٺيڪ." بار واري ڪنڌ لوڏيو.

"هڪ ننڍو ڪوپ."

بار واري گلاس ۾ شيري ڀري ڏنس.

پوڙهي ويٽر چيو، "روشني چڱي خاصي آهي، پر بار ۾ صفائي ڪونهي." بار واري ڏانهس ڏٺو پر چپ رهيو. رات جو ڳالهيون ڪرڻ بار واري لاءِ عجيب هو. "هڪ ٻي شيري ڏيان؟"

"نه - مهرباني -" ويٽر چيو ۽ اتان روانو ٿيو. هن کي بار ۽ ترڊ ڪلاس شراب گهر ۾ ڪونه وڻندا هئا. باقي ڪنهن صاف سٿري ۽ روشن ڪيفي جو ته عاشق هو. هاڻي هو وڌيڪ ڪجهه به سوچڻ نه پيو چاهي. ڪيس ڪمري تائين پهچڻ جي تڪڙ ٿيڻ لڳي. هو بستري تي سمهندو ۽ پرهه ڦٽيءَ تائين ننڊ اچي وينديس. هن پنهنجو پاڻ کي چيو."هي معمولي اوجاڳو ئي ته آهي ۽ ٻين ڪوڙ سارن کي به ته ٿيندو آهي."

سنڌيڪار: ممتاز بخاري

## هينرخ بول

**Heinrich Boll**

هو جرمنيءَ جي اهم شهر بون جي ويجهو ڪولون ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان غريب هو. ان ڪري هو ڪاليج تائين بہ تعليم حاصل نہ ڪري سگهيو. سندس خاندان ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏٺا. هن بہ ڪيترائي ظلم سٺا. ۽ پوءِ هِن قلمڪار جي ذهن ۾ سڀ مشاهدا گڏ ٿيا ۽ هن لکڻ شروع ڪيو. ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ هن سپاهي بڻجي حصو ورتو ۽ انهيءَ تجربي ۽ مشاهدي تحت ناول لکيائين ۽ ان ناول پنيان ٻيو ناول لکيائين ۽ پوءِ هو مقبول

ناول نگار ۽ ڪهاڻيڪار ٿي ويو. سندس لکيل ڪتابن: اينڊنيور اسپڊ اي ورڊ، دي ان گارڊ هاؤس وغيره ڏاڍا مقبول ٿيا. سندس لکڻيون حال ۾ ٿيندڙ وارتائون، علامتي انداز ۾ لکيل آهن. ڪيس پارنهن ڪن پرائز مليا. اها ميجتا ڪا گهٽ ناهي ۽ جڏهن هن کي ادب جو "نوبل پرائز" ١٩٧٢ع ۾ ڏنو ويو ته هو امر ٿي ويو. هن نه رڳو ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا پر ڊراما ۽ مضمون به لکيا. ۽ ترجما به ڪيائين.

هينرخ بول ١٦ جولاء ١٩٨٥ع تي وفات ڪئي.

# ميڻ بتيون ناهيندڙ ماڻهوءَ جي پيڙا

هينرخ بول (جرمني)

هن شهر ۾ منهنجي رهائش ڪجهه ڏينهن لاءِ ئي هئي. مون هتي هڪ فرم جي نمائندي کان وقت وٺي رکيو هو ته جيئن پنهنجي شين کي سٺي اگهه تي وڪڻي سگهان. پر افسوس ان سودي بازيءَ مون کي ٽڪي جو فائدو به نه ڏنو. اسان ميڻ بتيون ناهيندا هياسي. اهو ڪاروبار اسان ان بنياد تي شروع ڪيو ته بجلي جي اٿاٿ اڻ ٽاٽل مدي تائين جاري رهندي، اسان مان مراد، مان ۽ منهنجي زال آهيون جيڪي ميڻ بتيون ٺاهيندا آهيون. پاڻ ئي ايجنٽ ۽ پاڻ ئي پنهنجي شيءِ جا سيلز مين.

هي اتفاق ئي چئجي جو بجليءَ جي اٿاٿ اوچتو ختم ٿي وئي. ايستائين جو شهر جي ٻير وارن ڪونن ۾ بلب روشن ٿي ويا. ۽ ايئن اسان جي ميڻ بتين جي گهرج تقريبن ختم ٿي وئي. چرچ ۽ ڪليسا جهڙن مقدس ادارن ته اڳ ۾ ئي اعليٰ قسم جي ميڻ بتين جي ذخيره اندوزي ڪري ڇڏي هئي. سايون، سرخ، نيريون، پيليون، اڌ گلابي، لهري داري پٽين واريون ڏکيون ميڻ بتيون وغيره، اسان جون ٺاهيل ميڻ بتيون ته تمام گهٽ درجي واريون هيون. اسان وٽ ڪجهه وڌيڪ پئسو به ڪونه هيو. جو اسان ميڻ بتيون ٺاهڻ لاءِ نوان نوان ڊزائين ترتيب ڏئي سگهون. بهر حال اسان کي ميڻ بتين جي پراڻي اسٽاڪ کي کٽائڻو هو ته جيئن اسان ڪِيي ٽڪر لاءِ ڪو نئون ذريعو اختيار ڪيون. هن شهر ۾ پهچي منهنجي آجيان هڪ سنگاريل اپارٽمينٽ ۾ ڪئي وئي. گڏيل آفيس جي وڏن وڏن شيلفن ۾ پلاسٽر جا مجسما رکيل هئا. حضرت عيسيٰ جا مجسما عذرا مريم جا رکيل مجسما ۽ بي داغ لوهه مان ڍاليل ٻيا به ڪيئي مجسما. ايتري تائين نمائندي مون کي پيئڻ لاءِسگار پيش ڪيو. پڇڻ تي مون ان کي ٻڌايو، ته ٻي مهاياري جنگ اسان کي ميراث ۾ ڪجهه به ناهي ڏنو. سواءِ سيٽرڪ تيزاب جي جنهن سان ميڻ بتيون ٺاهيون

آهن. هي خاص تيزاب اسان چئن ڀرندڙ ترڪن مان وڏي مشڪل ڪانپوءِ لاٿو هئو.

ان نمائندي معافي هاڻي لهجي ۾ چيو، ”مون کي افسوس آهي جو مان توهان جون ميڻ بتيون نه ٿو وٺي سگهان. اسان لئه اوهان جون ٺاهيل ميڻ بتيون وڪري لائق ناهن.“ مون ڏکيري انداز ۾ اڌ سگاروسائي ڇڏيو ۽ اتان کان نڪري پيس. مان هن شهر ۾ اوپرو هيس. تقريبن سڄو، فريب کاڌل ۽ جيون هٿان هارايل عام ماڻهو. ان وقت مون کي خاص طور تي احساس ٿيو ته مون ميڻ بتيون ٺاهڻ جو فن ته سکي ورتو پر اجان تائين واپار ۽ سودي بازي جو فن سکي نه سگهيس. مون ميڻ بتين جو وزني بيگ روڊ ڪناري رکيو.... اسٽيشن تي مون ريل گاڏيءَ جو چارٽ پڙهيو. ويٽنگ روم ۾ رات گذارڻ ۽ بي سواد سوپ پيئڻ جو خيال ئي وڏي ڀوڳنا وارو هيو. مون گئس لئمپ جي روشني ۾ پنهنجي ٿورڙي رقم واپسيءَجون ٽڪيٽون ۽ چند سڪن جو جائزو ورتو. ۽ پيهر شهر ۾ داخل ٿي هڪ اونداهين گرجا گهر ڀرسان هڪ معمولي قسم جي هوٽل ۾ داخل ٿي ويس.

مون پنهنجو ڳورو سوٽ ڪيس هيٺ رکيو. ڪرسي ڇڪي ويهي رهيس. مونکي بک لڳي هئي. مان سوچڻ لڳس ته ٻي مهاڀاري جنگ ڪانپوءِ ٻه مان سست ٿي ويهي نه رهيو هيس. مون تباهه ٿيل عمارتن جي مٽي هٽائي رازو ٻڌجي نيون عمارتون تعمير ڪيون، ۽ انهيءَ وچ ۾ ميڻ بتيون ٺاهڻ جو تجربو حاصل ڪيم. پوءِ ٽڏو ساهه ڪٽندي پاڻ کي چيم! ڪاش، سٺي ۽ مستقل روزگار ڪاڻ مون برتن جي پالش جو فارمولا ئي هٿ ڪيو هجي ها. سائي وڳي واري هوٽل جي مالڪياڻيءَ مون کي خوشگوار لهجي ۾ شام بخير چوندي پڇيو ته هوءَ منهنجي ڪهڙي خدمت ڪري سگهي ٿي. مون ٽڪ هاڻي لهجي ۾ وراڻيو ته مونکي هڪڙو تمام سستو ڪمرو ۽ ڪائڻ لاءِ ماني پنير ۽ مکڻ گهرجي. هن نرم لهجي ۾ مون کان ڇهه مارڪ طلب ڪيا.

انهيءَ وقت دروازو کليو ۽ هلڪي خاڪي رنگ جو برساتي وارو ڪوٽ پهريل هڪ الجهيل ۽ پريشان حال نوجوان اندر داخل ٿيو. ان جي

پويان پويان ناسي ڪوٽ پهريل هڪ ڇوڪري به هئي. نوجوان کي چمڙي جو هولڊال هٿ ۾ هيو. سندس ڇهري تي ٻگهر جا ڦڙا تري رهيا هئا. هوٽل جي مالڪياڻيءَ انهن کان پڇيو ته هوءَ انهن لئہ ڇا ٿي ڪري سگهي.

"ڇا اسان کي ٻہ ڪمرا ملي سگهن ٿا؟"

نوجوان پڇيو.

"ٻہ ڪمرا !!؟

ڇوڪريءَ جو چهرو شرم کان ڳاڙهو ٿي ويو.

"ها" ٻہ ڪمرا.

نوجوان هولڊال بيگ مان شناختي ڪارڊ ڪڍڻ لڳو. هوٽل جي مالڪياڻي ڪين نفرت ھاڻي حيرت سان چاٻيون ڏنيون. اهي ٻئي "گڊ نائيٽ" چوڻ کانسواءِ ئي تيزي سان مٿي ڪمرن ۾ هليا ويا.

"جيڪڏهن هو هڪ ڪمرو گهرن ها ته پوءِ توهان ڇا ڪيو ها." مون پڇيو، "ڪمري مان، مان انهن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيان ها."

مون هڪ پل سوچيو ڇا محبت ڪندڙن لاءِ ڪابہ جڳهہ ناهي رهي. مون هوٽل جي رجسٽر تي ڏنڏي واري خاني کي عجيب نظرن سان تڪيو، "ڇا توهان ڪوبہ ڏنڏو نہ ڪندا آهيو؟" هن پڇيو.

"مان نہ ٿو ڄاڻان تہ منهنجو ڏنڏو ڇا آهي." مون وراڻيو.

بهرحال مون تڪڙ ۾ ان خالي جڳهہ تي ايجنٽ لکيو ۽ اٿي بيهي رهيس، "ڇا توهان صبح جي ڪافي پيئڻ پسند ڪندو؟" "نہ مون کي صبح سوير ئي ريل گاڏي پڪڙڻي آهي. گڊ نائيٽ." مگر اڳلي صبح مان دير تائين ستو رهيس. انهن وڳي ڪانپوءِ مان جڏهن سجاڳ ٿيس تہ گاڏي وڃي چڪي هئي. مون هوٽل جو بل ادا ڪيو ۽ ٻاهر نڪري آيس.

هلندي هلندي هڪ صاحب مون کي، "گڊ مارننگ" چيو ۽ مان گرجا گهر ۾ داخل ٿي ويس. گرجا گهر خالي هيو....

مان سامهون منبر وٽ جهڪيس. شايد منبر جي شمع دان جون ميڻ بتيون هاڻي هاڻي انجهيون هيون. دونهين جا ٻہ ٿي گهيرا شفاف فضا ۾ تري

رهيا هئا. اوچتو مون گذريل رات واري ڇوڪريءَ کي منبر کان ٿورو پري احترام سان جهڪيل ڏٺو. باقي نوجوان هڪ هٽ ۾ هولڊال سنڀاليون بي نيازيءَ سان بيٺو هئو. مون پنهنجو سوٽ ڪيس زمين تي رکيو. منهنجي دل چاهيو تہ اهو نوجوان گناه جو اعتراف ڪري، پوءِ ڪجهہ شر مساري سان مون پنهنجي ذات ۾ واجهائيندي سوال ڪيو تہ مونکي گناه جو اعتراف ڪندي ڪيڏو عرصو ٿي ويو آهي. شايد ست سال هوندو. مون کي پنهنجو وجود ناپاڪ لڳڻ لڳو. پر حيرت جي ڳالهہ اها هئي تہ ان لمحي تائين بہ پنهنجي لاءِ ڪا دعا نہ ڪري سگهيس. اها ڇوڪري راهب جي ڳنڍيل وڏي بڪس ۾ داخل ٿي چڪي هئي، شايد اعتراف ڪندي مون ان ڇوڪري کي عذرا مريم جي مجسمي اڳيان عقيدت وچان جهڪيل ڀاتو. عذرا مريم جي مقدس چهري ٿوري گهڻي سختيءَ جي باوجود بہ مسڪرائي ڏٺو هيو. عذرا مريم جي پٿريلي لباس تي چمڪندڙ سونهري ستارا تقريبن هاڻي جهڪا ٿي ويا هئا.

مگر ان ڇوڪريءَ ڪاڻ انهن وسيل ستارن ۾ بہ چمڪ پيدا ٿيڻ لڳي هئي. ” ڪاش! مان بہ پنهنجي لاءِ دعا ڪري سگهان. انسان تہ ڏوهاري آهي. غلطين جو مجسمو آهي.“ مان پنهنجي گناهن جي اعتراف جي لاءِ مناسب لفظ ورجائي رهيو هوس. اهو جوڙو ڪڏهو ڪو ويجي چڪو هو.

مون پنهنجو سوٽ ڪيس کوليو ۽ ميڻ بتين جو بنڊل ڪولڻ لڳس. مون ميڻ بتين جو پهريون بنڊل کوليو. پهرين ميڻ بتي دکائي، عذرا مريم جي حضور ۽ پوءِ ساريون ميڻ بتيون جلائيندو ويس. تان جو منهنجو سوٽ ڪيس خالي ٿي ويو.

استيشن طرف ويندي مون کي پنهنجا سيئي گناهہ هڪ هڪ ڪري ياد اچڻ لڳا. منهنجي دل هاڻي هلڪي ٿي چڪي هئي. ميڻ بتيون ٿاهڻ جي فن پهريون ڀيرو منهنجي پيڙا هاڻي دل کي وشال روحاني سرور بخشيو ۽ شايد پهريون دفعو مان هن فن جو شڪر گذار ٿيس.

سنڌيڪار: حبيب ساجد

# ازاڪ باشويس سنگر

**Isaac Bashvis Singer**

يدش (Yadish) ٻوليءَ جو هي ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار (Orthodox قدامت پرست) يهوديءَ جي گهر ۾ ۱۹۰۴ع ڌاري پولينڊ جي شهر ليونسن (Leoncin) ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ يهودي پروهت هو. جيڪو ادب سان گڏ ٻين معاملن ۾ سخت هو. هن وارسا ۾ پنهنجي تعليم وٺڻ شروع ڪئي. پيءُ جي سختي هئڻ جي باوجود هن کي ادب سان چاهہ ٿي ويو ۽ چوڏهن ورهين جي عمر ۾ هن ڪهاڻيون ۽ نظم لکڻ شروع ڪيا. هن ۱۹۲۱ع ۾

ڏاري وارسا ۾ ربين جي مدرسي ۾ پڙهڻ شروع ڪيو. پر هو رڳو هڪ سال اتي رهيو. سال ڪانپوءِ هن ادب ۽ صحافت ۾ ڀرپور حصو وٺڻ شروع ڪيو. سندس پهرين ڪهاڻي ۱۹۲۵ع ۾ ڇپي ۽ پهريون ناول Satan in Goray ۱۹۳۴ع ۾ ڇپيو. ۱۹۳۵ع ۾هو آفريڪا آيو ۽ "Brooklyn" ۾ اچي رهيو. هن Yadish ٻوليءَ ۾ ناول، ڪهاڻيون ۽ مضمون لکيا. سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپيا. جن ۾ ٽن جلدن تي ٻڌل يادگيريون، حصن وارا ناول، ڪهاڻيون، چوندِ ڪهاڻيون، Collection ۽ ٻارن لاءِ ناول شامل آهن. کيس ٻه ڀيرا ۱۹۷۰ع ۽ ۱۹۷۴ع ۾ "National award" مليو. کيس ۱۹۷۸ع ڌاري ادب جو وڏو انعام "نوبل پرائز" مليو.

# بيوقوف گمپل

ازاڪ باشويس سنگر (پولينڊ)

مان گمپل نالي بيوقوف آهيان. مان پاڻ کي بيوقوف نٿو سمجهان. پر ان جي ابتڙ خبر ناهي سڄو لوڪ ائين ڇو ٿو سمجهي. انهن اهو نالو ان وقت ڏنو هو جڏهن مان اڃان اسڪول ۾ پڙهندو هوس. لوڪ تہ مون تي ست نالا رکيا هئا. ٻڙل، گڏهہ، چرياڻ، موالي، نشائي، احمق ۽ بيوقوف پر رڳو آخري نالو ڄمي ويو.

منهنجن بيوقوفين ۾ ڇا هو؟

مان آسانيءَ سان ٺڳجي ويندو هوس. هڪ چيو "توکي خبر آهي تہ *ربي جي زال ٻار ڄڻڻ واري آهي." مان ڪجهہ سوچڻ بنا اسڪول ڏانهن ڊوڙندو ويس. واهہ! اهو تہ ڪوڙ هو. مان ڀہ اهو ڄاڻڻ لاءِ ڪهڙو تصور ڪيو؟ ڇو جي هن کي تہ وڏو پيٽ ئي نہ هو. پر مون هنجو پيٽ ڪونہ ڏٺو هو. جن مونکي موڪليو هو اهي ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا. نچڻ ڳائڻ لڳا. ۽ هڪ ڀيرو تہ منهنجي مٺ ۾ ڪشمش بدران ٻڪريءَ جون ڦولهڙيون ڏيئي ويم واري عورت لاءِ موڪليائون.

مان ٻڙل ڪون هيس. جيڪڏهن ڪنهن کي ڀہ ٿڦ هڻان ها تہ ڪرئڪائو جو رستو نظر اچي وڃيس ها. مان فطري طور آلسي يا ٿوٿي ناهيان.

مون سوچيو! جيڪو ٿئي پيو ٿيندو رهي. هڪ کي جيڪڏهن مون مان فاعدو ملي ٿو تہ ڀل ملي.

اسڪول کان واپس اچي رهيو هوس گهر ڏانهن تہ ڪتي جي ڀونڪ ٻڌم. مان ڪتن کان ناهيان ڊڄندو. پر حقيقت ۾ مان انهن سان گڏ ڀونڪڻ نٿو چاهيان. انهن مان شايد هڪ ڇتو هو. اهو جيڪڏهن توهان کي چڪ

*يهودي قانوندان / مذهبي تعليم ڏيندڙ/ استاد

وجهي تہ دنيا جي ڪابہ طاقت بچائي نٿي سگهي. ان ڪري مان رڻون رڻيون. چئني ڏسائن نظر ڦيريم. سموري مارڪيٽ وحشيءَ جيان ڪلندي پانيم. پر ڪيڏو چريو هيم جو مون اهو سمجهيو، جو تہ اهو ڪتو نہ هو.....

جڏهن چرچائن ۽نموني بازن چاڻي ورتو تہ مان آساني سان نڳجي سگهان ٿو تہ هر ڪنهن مونسان پنهنجو ڀاڳ آزمايو، "گمپل، زار فرئمپول ڏانهن اچي رهيو آهي. گمپل، تربين ۾ چنڊ ڪري پيو آهي. گمپل، ننيڙي هاڊل فرپائيس تڙ واري جاءِ پنيان خزانو لڌو آهي." ۽ ٻڏن جيان هر ڳالهہ تي اعتبار تي ڪيم. پهرين ڳالهہ تہ، هر شيءِ ممڪن آهي. جيئن "Wisdom of fathers" ۾ لکيل آهي. .... بيو مونکي اعتبار ڪرڻو پيو. جڏهن مان ماڻهن کي چوڻ جي همٿ ڪئي، "توهين ٻاراڻي ڪيو ٿا." تڏهن سيئي مون تي ڪاوڙجي پيا. "چا مطلب آهي تنهنجو! تون سيني کي ڪوڙو چوڻ ٿو چاهين!" مونکي چا ڪرڻو هو؟ مان انهن تي اعتبار ڪيو. مون اميد ڪئي تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪجهہ تہ سٺا ٿيندا.

مان يتيم هيس. مونکي ڏاڏو هتي ڪٺي آيو هو. جيڪو قبر ۾ وڃي چڪو آهي. تنهنڪري هنن مونکي بيڪريءَ ۾ رکيو ۽ مون کي هنن کهڙو وقت ڏنو؟ هر عورت يا ڇوڪري، يا بيوقوفنٰ جو جٿو بيڪريءَ تي اچي هڪ ٻيرو مونسان چرچو ضرور ڪندو هو، "گمپل، جنت ۾ ميلو لڳو آهي. گمپل، ربي ستن مهينن ۾ گابو ڄڻيو آهي. گمپل، ڳئون ڇت مٿان اڏامي رهي هئي ۽ پتل جا آنا لاٿا اٿس."

يشيوا جو هڪ شاگرد ڪريم رول خريد ڪرڻ آيو. هن چيو، "گمپل جهڙي مهل تون ڇري سان ڪيڪ ٿي ڪٽيو ان مهل مسيح آيو هو ۽ مئل کي ڪٺي بہ ويا."

"چا مطلب!" مون چيو. "مان تہ ڪنهن کي بہ ڪندي بہ ڪونہ ٻڌو آ."

هن چيو، "چا تون ٻوڙو آهين؟"

۽ ٻوءِ سيني رڙيون ڪيون، "اسان ٻڌو هو سين. ٻڌو هو سين."

ميڻ بتيون نچائيندڙ ريتز به آئي. گهٽيل آواز ۾ چيائين، ”گمپل، تنهنجا پيءُ ماءُ قبر مان نڪري آيا آهن. اهي تنهنجو اوسيئڙو ڪري رهيا آهن.“

سچ اهو آهي ته مان سڀ ڪجهه چاڻان پيو ته ڪجهه به ناهي ٿيو. پر، جيئن ته سچو لوڪ چئي پيو سوئي سچ هو. مان پنهنجي اُن واري صدري لاهي، ٻاهر آيس. ٿي سگهي ٿو ڪجهه ٿيو هجي..... مون قسم ڪنيو ته هاڻي وڏيڪ ڪنهن تي به اعتبار ڪونه ڪندس. پر انڪانسواءِ ٻيو به ته ڪو چارو نه هو. هن مون کي منهنجهائي ڇڏيو، مان اهو به نه ڄاڻي سگهيس ته ننڍي ڳالهه جو انت ڪيڏو وڏو ٿئي ٿو.

مان ربي ڏانهن ويس جيئن ڪانئس صلاح وٺان. هن چيو، ”لکيل آهي ته تنهنجي سڄي ڄمار واري بيوقوفيءَ جي زندگي هڪ ڪلاڪ لاءِ شيطان ٿيڻ کان بهتر آهي. تون چريو ناهين. پر اهي چريا آهن جيڪي توکي بيوقوف ٿا سمجهن. جيڪي ماڻهو پاڙيسرين لاءِ شرم جو ڪارڻ بڻجندا آهن. اهي پنهنجي جنت پاڻ ٿا وڃائن.“

تنهن هوندي به جڏهن ربي جي ڪورٽ مان نڪتم ته ربي جي ڌيءَ مونکي روڪيو ۽ مون کان پڇيائين، ”تو ديوار کي چمي ڏني؟“

مون چيو، ”نه ، پر ڇا لاءِ!“

هن وراڻيو، ”اهو قانون آهي، توکي هر پيري ائين ئي ڪرڻو پوندو.“ ٺيڪ آ، ان ۾ ڪو نقصان نه هو. تڏهن هوءَ ٿهڪ ڏيئي کلڻ لڳي. هن مونسان گهٽي ڪئي.

ڪنهن ٻئي شهر ڏانهن وڃڻ چاهيو هوم، ڇو ته هرڪو منهنجي شادي ڪرائڻ لاءِ ضد ڪري رهيو هو. انهيءَ چڪتاڻ ۾ هنن منهنجو ڪوٽ به ليڙون ليڙون ڪري ڇڏيو. هو مونسان ڳالهائيندا رهيا، ڳالهائيندا رهيا، جيستائين مان ڪنن ۾ پاڻي نه وڌو.

هوءَ ڪنواري نه هئي. ۽ نه ئي پاڪدامن. پر هنن چيو، ”هوءَ بلڪل ڪنواري آهي.“ هوءَ منڊي هئي، پر هنن چيو ته شرم وچان منڊ ڪائي رهي

آهي. هنڪي هڪ حرامي ٻار به هو، چيائون تہ اهو ٻار هن جو ننڍو ڀاءُ آهي. مون هن کي رڙيون ڪري چيو، ”توهان پنهنجو وقت وڃائي رهيا آهيو مان هن رنڍيءَ ۽ ڪچريءَ سان نہ پرٽبس.“

پر هن ڪاوڙ وچان چيو، ”اهوڳالهائڻ جو کھڙو ڍنگ آهي. تو کي حيا نہ ٿو ٿئي؟ اسان توکي ربي ڏانهن وٺي ٿا هلون. تون هن کي گار ڏيئي ڏوهہ ڪيو آهي.“

مون ڏٺو تہ هن کان آسانيءَ سان جان بچائي نہ سگهندس. مون سوچيو، ”هن مون کي پنهنجو نشانو بڻائڻ لاءِ سوچيو آهي. پر جڏهن تو شادي ڪندين، مڙس تہ مالڪ هوندو آهي ۽ جيڪڏهن هوءِ بہ راضي آهي تہ پوءِ ٺيڪ آ. جيئن تون بنا ايذاءُ زندگيءَ مان نٿو گذري سگهين ۽ نہ ئي اهڙي اميد ڪري سگهجي ٿي.“

واريءَ مٿان ٺهيل هن جي مٽيءَ واري گهر ويم. اتي ويٺل جٿي ڪورس جي انداز ۾ ڳائڻ شروع ڪيو.. جڏهن ايلڪا سان اتي آيم تہ سڀ چپ ٿي ويا. چو تہ هن کي خبر هئي تہ هوءِ ڪاوڙجي پئي ها تہ وات مان لفظن جو گوليون هنن مٿان وسڻ شروع ٿين ها. مان گهر ۾ داخل ٿيس. رسن تي ڪپڙا سڪڻ لاءِ ٽنگيل هئا. هوءِ پير مان وهندڙ پونءَ کي صاف ڪرڻ بيٺي.... هن پنهنجا وار مٽي ڪري چوٽا ناهيا ۽ انهن کي ڪانٽي سان بند ڪيائين. اها منهنجو ساهہ ئي سڪائي وئي...

هن کي چگيءَ ريت چاڻ هئي تہ مان ڪيئن هيس... مون هن کي سڀ ڪجهہ ٻڌايو، ”مون کي تون بہ سچ ٻڌاءِ“ مون چيو، ”تون واقعي ڪنواري آهين؟ ۽ هي حرڪتي ٻار يا شيل تنهنجو ننڍو ڀاءُ آهي؟ مون سان ڪابہ ٺڳي نہ ڪجانءِ ڏس، مان يتيم آهيان.“

”مان بہ تہ يتيم آهيان.“ هن وراڻيو ”۽ تون تہ نڪ جي چوٽي جيان جاڏي ڪاڏي وري ٿو وڃين. انهنکي سوچڻ نہ ڏي. اهي مون مان فاعدو وٺي سگهن ٿا. مان پنجاهہ ماڻهن جي ڪٽڻ جيترو ڏاج وٺڻ چاهيان ٿي. ۽ انڪانسواءِ ٻي چوندبہ الڳ ٻي صورت ۾ اهي منهنجو چمي سگهن ٿا، توکي

خبر آهي ڇا؟" هوءَ ڏاڍو صفائي سان ڳالهائي وئي.

مون چيو، "ڏاج ته ڪنوار کي ملندو آهي. گهوٽ ڏاج ناهي ڏيندو."

هن وراڻيو، "مون سان سودي واري ڳالهه نه ڪر. يا صفا "ها" يا صفا "نه." نه ته واپس هليو وڃ جتان آيو آهين."

.... اسان جو شهر غريب ناهي. اهي هر ڳالهه لاءِ راضي ٿيا ۽ شاديءَ جون تياريون شروع ٿيون. اهو ان وقت ٿيو جڏهن اتي دستن جو وبائي مرض پکڙيل هو. شادي جي رسم قبرستان جي دروازي سامهون، مردن کي تڙ ڏيڻ واري جاءِ ويجهو ادا ٿي. سڀ ساٿي شراب ۾ مست هئا. شاديءَ جي پڙهڻ دوران هڪڙي خدا ترس ربي پڇيو، "جيڪڏهن ڪنوار بيوه يا طلاق ورتل آهي ته پوءِ؟"

گورکن جي زال ورندي ڏني، "ٻئي بيوه ۽ طلاق ورتل آهن."

اها مون لاءِ خطرناڪ صورتحال هئي. مون کي ڇا ڪرڻ کپي ها؟ شادي جي شامياني مان ڀڄي وڃان ها؟

اتي ڳائڻ ۽ نچڻ به هو. هڪ پوڙهي منهنجي سامهون نچي رهي هئي... ڪنوار جا مائٽ خدا جي ان مهربانيءَ تي گد گد ٿي رهيا هئا...

شاديءَ جي رسم ڪانپوءِ تحفن جي لانڊ لڳي وئي. تحفن ۾ ٻهاريون، اٽي ڳوهڻ جو ٿالهه، ٻالٽي، چمچو يا ڏوئي ۽ گهر ۾ استعمال ٿيندڙ ٻيون شيون هيون. تڏهن مان ڏٺو ته ٻه قد آور خوبصورت جوان ٻار جو هندورو کڻي اچي رهيا هئا. "هن جي اسان کي ڪهڙي ضرورت آهي؟" مون پڇيو. هنن وراڻيو، "تون پنهنجو دماغ ان ۾ نه کپاءِ جيڪو آهي صحي آ."

سمجهي ويم ته ٺاڪرو ڪانءُ جيان ٿيندو پيو وڃان... سوچيم ڏسندس ته ڇا ٿو ٿئي ان مان؟ سڄو شهر ته هنن اڳ مغزين سان نٿو هلي سگهي.

(٢)

مان رات جو گهر آيس. گهرواريءَ سان سمهڻ چاهيم. پر هن مونکي ائين ڪرڻ نه ڏنو. "جوان ٿو هيڏي نهار ڇا اسان جي ان لاءِ شادي ڪرائي

وئي آهي؟" مون چيو. ۽ هن ورائيو، "مون کي ماهواري آيل آهي."

"پر ڪالهه ئي تہ هن توکي رسمن سان گڏ تڙ ڪرايو آهي ۽ انکانپوءِ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟"

"اڄ ڪالهه ناهي." هن چيو، "۽ ڪالهه اڄ ناهي. جيڪڏهن تون ماهواريءَ ۾ حد ٽپڻ پسند ڪرين ٿو تہ ڪري سگهين ٿو".

مختصر تہ مون صبر ڪيو.

اچان شاديءَ گذري چار مهينا مس ٿيا تہ هوءَ ٻار ڄڻڻ لاءِ بستري داخل ٿي. سڄو لوڪ ڦٽيءَ جيڏا ڏند ڪڍي لڪي لڪي کلڻ لڳو. پرمان ڇا ٿي ڪري سگهيس.

هن کي سهڻ کان وڌيڪ درد ٿي رهيو هو. پيڙا ۾ ديوار کي چنبن سان رهندڙا هڻڻ لڳي، "گمپل"! هن رڙ ڪئي، "مان مران ٿي مونکي معاف ڪجانءِ."

سڄو گهر عورتن سان ڀريل هو. اهي سورن وارو پاڻي گرم ڪري رهيون هيون ۽ هن جون رڙيون آپ ڏاري رهيون هيون. مان عبادتگاهہ زبور پڙهڻ لاءِ ويس. سڄي شهر جي لوڪ ائين چاهيو ٿي. ٺيڪ آ. مان ڪنڊ ۾ ويهي زبور پڙهي رهيو هوس. ۽ ٻيا عبادتي پنهنجا ڪنڌ لوڏي رهيا هئا. هن مون کي چيو، "دعا گهر دعا!" "اي عبادت جي لائق! ڪنهن بہ عورت کي پيٽ سان نہ ڪجانءِ!" انهن مان هڪ منهنجي وات ۾ پوسو وڌو ۽ چيو، "ڳنوين لاءِ." اتي جيڪو ڪجهہ هو خدا طرفان هو.

هن هڪ پٽ کي ڄڻيو. جمعي واري ڏينهن گورڪن منهنجي ٽيبل اڳيان اٿي بيٺو. ٽيبل تي منهنجا قانوني ڪتاب رکيل هئا. محفل ڀريل هئي. هن اعلان ڪيو، "امير ريب گمپل توهان سيني کي پٽ ڄمڻ جي خوشيءَ ۾ اوچي قسم جي ڪاڌي لاءِ دعوت ڏئي ٿو."

عبادتگاهہ ۾ ٽهڪ گونجيا. منهنجو چهرو جوش وچان ٻرڻ لڳو. پر ڪري ڪجهہ نہ سگهيم. سڀ ڪانپوءِ ، مذهبي رسم طور ٻار جو طهر ڪرائڻ لاءِ ذميوار هيم.

سچو شهر ڊوڙندو آيو. تون معمولي ڪم به ناهي ڪرايو. عورتون ڪارين مرچن ۾ ڪڪڙين جا پيس ۽ شراب خاني مان شراب جو پيپ ڪٽي آيون. مان به اوترو ئي ڪاڊو پيتوجيترو ٻين. سڀني مون کي واڌايون ڏنيون. ٻار جو طهر ٿيو ۽ ٻارجو نالو منهنجي پيءُ وارو رکيو ويو. سڀ هليا ويا. مان پنهنجي زال سان اڪيلو رهجي ويس. هن مون کي پنهنجي ويجهو سڏيو. "گمپل، تون خاموش ڇو آهين؟ڇا تنهنجو ڪنڌ جو جهاز ٻڏي ويو آهي؟"

"مان ڇا تو ڇئي سگهان؟" مون وراڻيو. "تون مون سان ڏاڍي ڪئي آ. جيڪڏهن منهنجي ماءُ ٻڌي ها ته هوءَ ٻيو ڀيرو مري وڃي ها."

هن چيو. "چريو آهين ڇا؟" تون ڪيترو ٿي مون کي بيوقوف ڪري سگهين؟......!!" مون چيو.

"توسان ڪهڙو مسئلو آهي؟" هن چيو. "اهو پنهنجي دماغ ۾ ڇا پيري چڙيو اٿئي؟"

مون ڏٺو ته مون کي بدتميزيءَ سان صاف ڳالهڻ کپي. "ڇا تون سمجهين ٿي ته پنهنجي يتيمي استعمال ڪرڻ جو توصحي طريقو اختيار ڪيو آهي؟" مون چيو. " تو حرامي ٻار ڄڻيو آهي."

هن وراڻيو. "بيوقوف نه ٿيءُ ٻار تنهنجو آهي." "هي ڪيئن منهنجو ٿي سگهي ٿو؟" مون دليل ڏنو. "شادي جي سترهن هفتن ڪانپوءِ ڄائو آهي!"

هن مون کي چيو ته هي وقت کان اڳ ڄائو آهي مون چيو. "ڇاهي وقت اڳ ڇاول آهي؟" هن چيو. "منهنجي ڏاڏيءَ پڻ ٿوري عرصي ۾ ٻار ڄڻيو هو ۽ مون ان کي ورجايو آهي. جيئن پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو ٻيو ٺاهيندو آهي."

هن ان لاءِ ڪيئي قسم کنيا..... مان هن تي اعتبار نه ڪيو. پر جڏهن ٻي ڏهاڙي ان مسئلي تي اسڪول جي استاد سان ڳالهه ٿي، هن چيو ته ساڳي ڳالهه آدم ۽ حوا سان به ٿي هئي.....

"دنيا ۾ اهڙي ڪا به عورت ناهي جيڪا حوا جي پوٽي نه هجي." استاد چيو.

اهو ڇا هيو؟ ڪيئن هيو؟ هنن دليل ڏئي مونکي گونگو ڪري ڇڏيو.

پر پوءِ ڪير هو جيڪو چاهيندو هجي؟

مون پنهنجو ڏک وسارڻ شروع ڪيو. پار سان ڇرين جيان پيار ڪرڻ لڳم. جڏهن هن مون کي ڏٺو ته هٿ هلائڻ شروع ڪندو هو ۽ کڻڻ لاءِ چاهيندو هو. جڏهن روئيندو هو ته مان ٿي هيس، جنهن سان پرچندو هو. هن کي ڏندن جي هڏي مان ٺهيل ڇلو ۽ سنهري پَٽ واري ننڍڙي ٽوپي وٺي ڏنم.

.... مون ڏاند جيترو ڪم ٿي ڪيو. توهين ڄاڻو ٿا ته گهر ۾ هڪ بار هجي ته ڪيترو خرچ ٿي سگهي ٿو. مان ان بابت ڪوڙ نه ڳالهائيندس. مون ايلڪا کي ان مسئلي تي نا پسند نه ڪيو. هن مون کي قسم ڏنا، پٽيو، پر مان هن سان پورو نه پئجي سگهيس. هوءَ ڪيڏي مضبوط هئي! هن جي هڪ نهار توهان کان ڳالهائڻ وساري ڇڏي... مون هن جي هر لفظ کي پوڇيو. جيتوڻيڪ هن مون کي گهرا گهاءَ ڏنا.

شام جو هن لاءِ اچا نان آندم... ۽ خس خس جا ٺهيل رول به. اهي مون پاڻ ناهيا هئا. مون هن لاءِ چوري ڪئي ۽ هر شيءِ ڪنئي. هن تي هٿ رکڻ لاءِ ڪيس ننڍا ڪيڪ، ڪشمش ۽ بادام وارا ڪيڪ، گوشت ۽ پڊنگ... ڏنا... هن کاڌا، هوءَ ڏاڍي هينڊسم ۽ متاري ٿي پئي.

مون کي سڄو هفتو گهر کان ٻاهر سمهڻو هو بيڪري ۾. هڪ جمعي جي رات مان گهرآيس. هميشه جدا ٿيڻ جا عذر ڏيندي هئي. يا چار لاءِ چوندي هئي، يا پاسي ۾ ناڪن بابت، يا هڏڪي يا مٽي جو سور. توهين ڄاڻو ٿا ته عورتن جا ڪهڙا ڪهڙا بهانا آهن؟ مون لاءِ ڏاڍو ڏکيو وقت هو. اهو غلط هو. هن جو ننڍو ڀاءُ، حرامي وڏو ٿي رهيو هو ۽ مون مٿان ٿي آيو، ۽ جڏهن مون هن کي ڪيڻ چاهيو هوءَ وات کولي آئي. زور سان پٽڻ لڳي. منهنجي اکين اڳيان ڏنڊ تري آيو. ڏينهن ۾ ڏهه ڀيرا طلاق جي ڏمڪي ڏنائين. منهنجي جاءِ تي ٻيو ڪو هجي ها ته ڀڄي وڃي ها. پر مان انهن مان آهيان جيڪي سهي وڃن ٿا ۽ چون ٿا ڪا ڳالهه ناهي. ڇا ٿو ڪري سگهجي؟ ڪلهن تي بار خدا جي طرفان آهن.

هڪ رات بيڪري ۾ ڏاڍي مصيبت هئي. تنور ڦاٽي پيو. اسان سدائين ٻاهر ۾ هياسين. گهر وڃڻ ڪانسواءِ ڪوبہ چارو نہ هو. ٽنهنڪري مان گهر ويس. سوچيم مزو اچي ويو، هفتي جي وچ ۾ ئي گهر سمهڻ جو مزو وٺندس. مان ڪنهن کي بہ جاڳائڻ نٿي چاهيو. پٺن تي گهر آيس. مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ اهي ڪونگهرا هڪ جا نہ پر ٻن ڄڻن جا هئا. هڪ سنها ڪونگهرا ٿي هنيا ۽ ٻيا ڪونگهرا خونخوار ڏاند جيان هئا. او! مان اهو نٿي چاهيو ... مان بستري وٽ آيس. سڀ شيون ڪاريون هيون. ايلڪا مرد جي نموني هن مٿان سٽل هئي. منهنجي جاءِ تي ڪو ٻيو هجي ها تہ هنگامو مچائي ڇڏي ها. گوڙ ڪري سمورو شهر اٿاري ها. پر منهنجي دل تي تري آيو تہ ايئن ڪرڻ سان ٻار جاڳي سگهي ٿو.

مان سڌو بيڪري ۾ آيس ۽ اتي واري ڳوڻ وڇائي سمهي رهيم ۽ صبح تائين اک بہ نہ ٻوٽيم. مان ائين ڏڪي رهيو هوس جڻ مون کي مليريا جو بخار هجي. "مون جهڙي گڏھ لاءِ کوڙ آهي." مون پنهنجي پاڻ کي چيو.....

صبح جو ربي ڏانهن صلاح وٺڻ لاءِ ويم ۽ ان ڳالهہ سموري شهر ۾ واويلا ۽ چرپر مچائي ڇڏي... هن کي گهرايو ويو. ٻار بہ ڪٺي آئي. توهين سمجهو ٿا هن ڇا ڪيو؟ هن ان ڳالهہ کان بلڪل ئي انڪار ڪري ڇڏيو. هر ڳالهہ رد، پٿر تي ليڪي وانگر پڪي ٿي ڪيائين. "هي مٿي ڦريو آهي." هن چيو، "۽ نہ ئي مان خوابن يا فالن کي ڄاڻيان ٿي."

هنن هن مٿان رڙ ڪئي، ڌمڪي ڏنائونس، ٽيبل تي ڌڪ هنيائون، پر هن پنهنجا هٿيار ڦٽا نہ ڪيا ۽ چيائين، "اها مون تي ڪوڙي تهمت لڳائي وئي آهي."

ڪاسائي ۽ گهوڙن جا واپاري هن جي مدد ڪري رهيا هئا. ڪوس گهر جو هڪ ڇڙواڳ ڇورو مون وٽ آيو ۽ چيائين، "اسان پنهنجون اکيون تو تي رکيون وينا آهيون ۽ تون اسان جو نشانو آهين." انهيءَ دوران ٻار ڄڻ لڳو.... ربين جي ڪورٽ فيصلو ڏنو تہ ايلڪا مون کان الڳ ٿي وڃي.

مون ربي کي چيو، "مان هاڻي ڇا ڪندس؟"

"توکي هاڻي طلاق ڏيڻي پوندي." ربي چيو.

”۽ جيڪڏهن هن طلاق نہ ميجي تہ پوءِ....؟“ مون پڇيو. هن چيو، ”ہي ڪا بہ ڳالهہ ناهي بس توکي ضرور طلاق ڏيڻي آهي.“

مون چيو، ”ٺيڪ آهي ربي. مون کي ان تي ڪجهہ سوچڻ ڏيو.“

”ان تي سوچڻو ناهي.“ هن چيو، ”تون هن سان گڏ هڪ ڇت هيٺان ڪڏهن بہ نٿو رهي سگهين.“

”۽ جيڪڏهن مان ہار ڏسڻ چاهيان؟“ مون پڇيو. ”تون هن رنڍي کي ڇڏ.“ هن چيو، ”هن کي ان حرامي ہار تي آرو ڪرڻ ڏي.“

مطلب تہ هن فتوي ڏني. مون کي هن کان ڏور رهڻ کپي. ايستائين، جيستائين مان جيئرو آهيان.

ڏينهن جو تہ مان ڪڪ ڪونہ ٿيس... پر رات جو جڏهن سمهيم تہ ڏاڍي تلخي محسوس ٿيڻ لڳي. مون کي ڏاڍي سڪ ۽ اڪير ٿيڻ لڳي. هوءَ ۽ ہار ياد اچڻ لڳا. ڏاڍي ڪاوڙ آيم، پر اصل ۾ اها منهنجي بي ياڳي هئي.... سوچڻ لڳم تہ مان غلطين ڪانسواءِ رهي ئي نٿو سگهان. شايد اهو ڪاسائي ڇورو، جيڪو هن سان گڏ هو، اهوئي ڪيس هلائي رهيو هو، ڪيس صلاحون ڏيئي رهيو هو. عورتون تہ هونديون رڳو ڊگهن وارن واريون آهن. باقي عقل صفا نندو هوندو اٿن. ۽ تنهن ڪري اهو هن جي ڇڱ ڦير هو.

..... مون کي سوداءُ ٿي پيو.. ڏاڍو رنم . سڏڪا پريا. اٿو آلوٽي ويو، جتي مان سمهيل هيس.

صبح جو ربي ڏانهن ويس ۽ چيم، ”مون ئي غلطي ڪئي آهي.“ ربي ڪنپ جي قلم سان لکيو ۽ چيو تہ جيڪڏهن وري ڪجهہ ٿيو تہ ڪيس پيهر بہ اٿلي سگهي ٿو. مان پنهنجي زال جي ويجهو نہ ويس. هن ڏانهن ماني ۽ پيسا موڪليندو رهيم.

(۳)

سيني ربين حتمي فيصلي لاءِ نو مهينا ورتا. خط آيا ۽ ويا. مون سمجهيو ٿي تہ مسئلو ايڏو وڏو ناهي جيترو اينگهايو ٿي ويو. انهيءَ دوران ايلڪا هڪ ہي ہار کي جنم ڏنو. هن پيري ڪيس ڌيءَ پيدا ٿي. آچر ڏينهن (پاڪ ڏينهن) مان سن ڳاگ ويس ۽ اتي دعا گهريم تہ خدا هن تي ہاجهہ

ڪري.... مون پنهنجي ڏاڏيءَ وارو نالو ڇوڪريءَ تي رکيو جيئن هوءَ امن ۾ رهي. شهر جا وڏ واتيا بيڪري تي آيا ۽ مٺو ڪاٺي ويا. منهنجي مسئلي ۽ غم مان فريم پول جي سيني ماٺهن مزو ماٺيو.

پنهنجي هڪ شاگرد هئان، جيڪو ايلڪا جو پاڙيسري هو، هن ڏانهن روزانو ڦلا.... ڪيڪ، ڪريم رول، پڊنگ جو ٽڪڙو يا ماڪيءَ جو ڪيڪ موڪليندو هيس... شاگرد دل وارو ڇورو هو انهن شين ۾ ڪجهه هو پنهنجي طرفان به ملائيندو هو. پهريائين هو مونسان چڙندو هو، منهنجي نڪ کي مروڙيندو هو ۽ منهنجي پاسري ۾ آڱر سان رَڳها هڻندو هو. پر جڏهن کان هو منهنجي گهر وڃڻ لڳو، منهنجو دوست ٿي ويو. ”اوياؤ گمپل!“ هن مون کي چيو، ”تو کي هڪ خوبصورت زال ۽ ٻه سهڻا ٻار آهن پر تون ته انهن جي لائق ئي ناهين.“

”پر ماڻهو جيڪو ڪجهه هن لاءِ چون ٿا.“ مون چيو.

”ٺيڪ آ، چون، انهن کي ته وڏيون ڇپون آهن.“ هن چيو، ”هنن تي ڌيان نه ڌر، ٻل بڪ بڪ ڪن. انهن کي وساري ڇڏ جيئن تو گذريل سيارو وساري ڇڏيو.“

هڪ ڏينهن ربي گهرايو ۽ چيائين، ”گمپل ڇا تو کي پڪ آهي ته تون پنهنجي زال تي غلط الزام هنيو هو؟“

مون چيو، ”بلڪل پڪ اٿم.“

”ڇو؟ هيڏانهن نهار، تو پاڻ ئي هن کي ڏٺو هو.“

”اهو ضرور ڪو پاڇو هو.“ مون چيو.

”ڇا جو پاڇو؟“

”مان سمجهان ٿو، شهتير جو.“

”تون گهر وڃين سگهين ٿو هاڻي......“

مون ربي جو هٿ پڪڙيو، ان کي چمي ڏني.

مان گهر تڪڙ ۾ ڊوڙي پهچڻ ٿي چاهيو. اها ڪا ننڍي ڳالهه نه هئي ته زال ۽ ٻارن کان ايترو وقت جدا رهجي. مون سوچيو، في الحال بهتر اهو آهي ته مون کي گهر واپس شام جو وڃڻ کپي. هاڻي ڪم ڪرڻ کپي.

مون ڪنهن کي ڪجهہ ڪون چيو. .... عورتن مون کي چيڙايو، عذاب ڏنا، جيئن اهي روز ڪنديون هيون. پر منهنجو خيال هو، ” ڪرڻ ڏي.... سچ، سچ آهي. جيئن پاڻيءَ مٿان تيل...“

رات جو دير سان ڪجهہ شيون ڪنيرءَ گهر ڏانهن راهي ٿيس. چنڊ پورو هو. تارا چمڪي رهيا هئا. ڪاشيءَ روح کي ڏيجاري رهي هئي. مان تڪڙ ۾ وڃي رهيو هوس... سيارو هو، تازي برف ڪري رهي هئي..... جيترو تيز هلي ٿي سگهيس اوترو ويس ٿي....

گهر پهتس تہ دل ائين ڌڙڪي رهي هئي جيئن ڪنهن ڏوهي جي ڌڙڪندي آهي. مان ڀؤ محسوس نہ ڪيو. پر دل ڌڪا ڌڪا ڪري رهي هئي.... مون آهستي ڪڙو لاٿو. اندر داخل ٿيس. ايلڪا ننڊ ستل هئي. ٻار تي نهار ڪيو پينگهي ۾ ستل هو. دري بہ ڏنل هئي پر چانڊوڪي وٿين مان اندر اچي رهي هئي. مون جيئن ئي ٻار ڏٺو، مٿس ڏاڍو پيار آيو....

ان ڪانپوءَ مان بستري جي ڀرسان ويجهو آيس ۽ ڇا ڏٺو تہ مون وارو شاگرد ايلڪا جي پڪ ۾ سمهيل آهي. چنڊ اوچتو ڪڪرن ۾ آيو ۽ ڇؤ ڏس اونداهي ڇائنجي وئي. مان ڏڪڻ لڳس. منهنجا ڏند ڪڙڪڻ لڳا. منهنجي هٿ مان ڪيڪ ڪري پيا، ۽ هوءَ جاڳي پئي ۽ چيو، ” ڪير آهي هتي؟“

مون ٿڙڪيو، ”اهو مان آهيان.“

”گمپل؟“ هن پڇيو، ” تون هتي ڪيئن؟توکي تہ منع ٿيل آهي هتي اچڻ کئون.“

”ربي موڪل ڏني آهي.“ مون بخار جيان ڏڪندي جواب ڏنو.

”گمپل. ٻڌ.“ هن چيو، ”ٻنهنجي رڍ ڏسي آ. مونکي بيمار لڳي پئي.“

مان اهو ٻڌي رڍ ڏسڻ ويس... اها بلڪل ٺيڪ هئي....

ڊڄندي ڊڄندي واپس آيس. شاگرد غائب هو. مون پڇيو، ” ڪٿي آهي ڇورو؟“

” ڪهڙو ڇورو؟“ منهنجي زال وراڻيو.

”ڇا مطلب آهي تنهنجو؟“ مون چيو، ”تون ان سان سمهيل هئينءَ.“

"اڄ ۽ ڪالهه رات مون خواب ڏٺو هو." هن چيو، "شايد اهو سچ ٿيو آهي ۽ تنهنجي روح ۽ جسم ۾ شيطان جو روح گهڙي آيو آهي." هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳي، "تون ڪني مخلوق ! ڍڳا! بدروح! جهنگلي ماڻهو! ان ڪان ڀهرين جو مان رڙيون ڪري سمورو فريم پول اٿاريان تون هتان هليو وڃ!"

ان ڪان ڀهرين جو مان پوئتي قران. هن جو پاءُ ڪوري پنيان نڪتو ۽ مون ڪي پنيان ڏڪ هنيائين. لڳم ته منهنجو ڪنڌ ڀڃي پيو... مان خاموش رهيس. "ٺيڪ،" هن چيو، "اهو ڪوڙ اٿئي. هاڻي ڀڄڻ جي ڪر."

ٻي ڏينهن مون شاگرد کي سڏيو. چيومانس، "پاءُ ٻڌ!" ان ڪان اڳ جو ڪجهه اڳتي چوان، هن چيو، "ڇا چوڻ ٿو چاهين؟" هومون مٿان چڙهي ويو ۽ لڳوته مان ڇت تان ڪري پيو آهيان.

"مان قسم کڻان ٿو." هن چيو، "تنهنجا ٻيڇ ڍرا آهن. ڪنهن ڊاڪٽر ڏانهن وڃ. مون ڪي توتي رحم اچي ٿو." ۽ ڳالهه وچي ڪٽي بيٺي.

مختصر ته مان زال سان ويهه سال گڏ گذاريا. هن مون کي ڇهه ٻار ڄڻي ڏنا. جنهن ۾ چار ڏيئرون ۽ ٻه پٽ هئا. انهيءَ دوران سڀ ڪجهه ٿيو. پر مان چڻ ته نه ڪي ٻڌو ٿي ۽ نه ڪي ڏٺم ٿي. مون اعتبار ٿي ڪيو... ربي تازو مون کي چيو، "اعتبار وڏي ڪارائتي شيءِ آهي. اهو لڪيل آهي. سٺو ماڻهو پنهنجي ايمان ۽ ڀروسي تي گذاري سگهي ٿو."

اوچتو منهنجي زال بيمار ٿي پئي. ڪيس ڇڄ تي اپار ٿيڻ لڳو.... مون ٻڌائڻ وساري ڇڏيو ته ان وقت فريم پول ۾ منهنجي پنهنجي بيڪري هئي ۽ مان فريم پول ۾ انهن ماڻهن ۾ شمار هيس جيڪي پيسي وارا هئا. هن جي علاج لاءِ ڊاڪٽر... جادو گرڻ... ويڄ،.... موڪليندو رهيس. ايتري تائين جو لبلن ڪان ٻه ڊاڪٽر گهرايم. پر هاڻي دير ٿي چڪي هئي. مرڻ ڪان اڳ هن مون کي پنهنجي بستري جي ويجهو سڏيو ۽ چيائين، "مون ڪي معاف ڪجانءِ، گمپل."

مون چيو، "ڇا معاف ڪيان؟ تون ته سٺي ۽ ڀروسي جهڙي زال هئينءَ."

"وو، گمپل!" هن چيو، "اها ڪيڏي نه بد نيتي هئي جو اهي سمورا

سال مون توسا دغا ڪئي، بيوفائي ڪئي ۽ هاڻي مان پاڻ کي صاف ڪرڻ چاهيان ٿي. توکي اهو چوڻو آهير تہ هي ٻار تنهنجا ناهن"....

"... تڏهن ڪنهن جا آهن؟" مون پڇيو.

"مونکي خبر ناهي." هن چيو، "مون وٽ تہ ڪيترائي... پر، ٻار تنهنجا ناهن." هن ائين چئي پنهنجو ڪنڌ هڪ پاسي اڇليو. هن جون اکيون چلڪندڙ ٿي ويون ۽ ايلڪا پڇاڙي پهتي. هن جا اڇا چپ مرڪندا ئي رهجي ويا.

مون ڀانيو، جيئن هي مئي جڻ چئي رهي هئي، "مان دوکو کيو گمپل سان. منهنجي زندگي جڻ هئي ئي ان مقصد لاءِ".

(۴)

هڪ رات جڏهن صبح ٿيڻ وارو هو. مان ننڊ ۾ خواب ٿي ڏٺو تہ شيطان جو روح آيو ۽ مون کي چيائين، "گمپل، تون ڇو سمهيو پيو آهين.؟"

مون چيو، "تڏهن ڇا ڪيان؟..."

"سمورڻ توسان ٺڳيون ڪيون آهن." هن چيو، "توکي بہ پنهنجي پر ۾ انهن سان دغا ڪرڻ کپي."

"مان ڪيئن سڄي دنيا سان دغا ڪري سگهان ٿو؟" مون ڪائنس پڇيو.

هن وراڻيو، "تون پنهنجو پيشاب روز ڏول ۾ گڏ ڪر ۽ رات جو ان کي اٽي ۾ اوتي ڇڏ ۽ فريم پول جي عقلمندن کي اهو گند کائڻ لاءِ ڏي."

"تڏهن دنيا ڇا چوندي؟" مون چيو.

"هتي ڪابہ دنيا نہ ايندي" هن چيو....

"اهو تہ ٺيڪ آهي." مان چيو، " خدا ناهي؟"

هن وراڻيو، "هتي ڪوبہ خدا ناهي....."

هو منهنجي اکين اڳيان، ٻڪر جي ڏاڙهي، سڱن، وڏن ڏندن ۽ هڪ پڇ سان بيٺو هو. مون هن کي پڇ کان وٺي ڇڪڻ چاهيو. مون کي ڏڏڪو آيو ۽ جنهن اٽيءَ جي ٻوريءَ تي سمهيل هيس ان کان هيٺ پاسيري ير ڪري پيس. لڱم تہ جڻ پاسري ڀڃي پئي هجي... مون اٽي کي ڏٺو ۽ لڱم جڻ

چوندو هجي، ”ائين ڪر“. مختصر تہ مان ان شيطان تي يقين ڪري ويٺس.

پرهہ ڦٽيءَ جو شاگرد آيو. اسان اٺو ڳوهيو... ڪنهن ڪم سان شاگرد هليو ويو مان تنور جي ويجهو ويٺو رهيس ”ٺيڪ آ گمپل.“ مون سوچيو، ”تون ان جو بدلو وٺ جيڪو هو تو سان ڪندا رهيا آهن.“ ٻاهر پارو چمڪيو ٿي، پر تنور گرم هو. شعلا منهنجو چهرو گرم ڪري رهيا هئا... مون کي ننڊ جو جهوٽو اچي ويو. هڪ پيرو پيهر خواب ڏٺو، ايلڪا کي ڪفن پاتل آهي ۽ مون کي سڏي رهي آهي.، ”تو هي ڇا ڪيو گمپل؟“

مان کيس چيو، ”اهو سڀ تنهنجو ڏوهہ آهي....“

”تون بيوقوف!“ هن چيو، ”بيوقوف! مان تہ هر ڳالهہ ۾ ڪوڙي هيس ٿي. مان تہ رڳو پاڻ سان دغا ڪئي. ٻين سان تہ نہ. ان لاءِ مان سدائين سزا ماڻيندي رهندس. پر توکي ان ڪان بچڻ کپي.“

هن جي چهري ۾ نهاريم. اهو بلڪل ڪارو هو. مان ڏڇي ويس ۽ جاڳ ٿي پئي. گونگن جيان ويٺو ٿي رهيس. مون سوچيو هر شيءِ توازن ۾ ٽنگيل آهي. هڪ غلط قدم سموري زندگي وڃائي ڇڏي ٿو. پر خدا مون کي پنهنجي مدد ڏني. مان هڪ وڏي ڪوڏر کنئي ۽ کڏ کوٽي، اهي سيئي نان پوري ڇڏيا...

مان واپس گهرآيس ۽ پنهنجي هڙ کنيم ۽ اهي پيسا ٻارن ۾ ورهائي ڇڏيم، ”مان رات توهان جي ماءُ ڏٺي هئي.“ مون چيو، ”هوءِ بلڪل ڪاري ٿي چڪي هئي. ڪمزور شيءِ جيان.“

هو سيئي گهبرائجي ويا. پر هڪ لفظ بہ ڪون ڪڇيا.

”ٺيڪ آ“ مون چيو، ”وساري ڇڏيو تہ ڪو هتي گمپل نالي هو.“

مان پنهنجو ڪوٽ، جوتا، بيگ ۽ شال کنئي.. ۽ روانو ٿيس. جڏهن ماڻهن مون کي گهٽيءَ ۾ ڏٺو تہ کين ڏاڍو تعجب ٿيو. انهن چيو، ”گمپل، ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“ مون وراڻيو، ”دنيا ۾.“ ۽ پوءِ مان فريمپول مان روانگي ڪئي.

مان ڌرتيءَ مٿان گهميس. سٺن ماڻهن منهنجو آڌر ڀاءُ ڪيو. ڪيترن سالن ڪانپوءِ مان پوڙهيو ٿي ويس. مان انهيءَ دوران ڪوڙ ٻڌم. سچ... ڪوڙ... پر گهڻي وقت کانپوءِ سمجهيم تہ حقيقت ۾ ڪوبہ ڪوڙ نہ هو هر

جيڪو حقيقت ۾ ڪجھ نٿو ٿئي. اهو خواب آهي. اهو هر هڪ سان ٿئي ٿو. جيڪڏهن ہي سان نٿو ٿئي. سياڻي جيڪڏهن اڄ ناهي يا صدي ايندڙ سال ناهي. اهو فرق ڇا ٿي سگهي ٿو؟ مان ڪيترائي ڀيرا داستان ٻڌايو آهي. جيڪو مان چيو، هاڻي هي آهي جو ڪجھ نٿو ٿي سگهي. پر سال گذرڻ ڪانپوءِ مان ٻڌو تہ حقيقت ۾ اهو ٿيو ڪٿي نہ ڪٿي ٿي پيو.

هنڌ هنڌ گھمي آيس، ڪاڌي جي ٽيبل تي ڏارين وانگر محسوس ڪرڻ لڳس. اهو ڪيترائي ڀيرا ٿيو. مان ڏاڍا ڪتڻ لڳس ... ٻار مون ڏانهن ڊوڙندا آيا. "ڏاڏا، ڏاڏا، اسان کي آکاڻي ٻڌاءِ ...."

اهو بہ خواب ۾ آيو آهي تہ مان ڪيترن سالن ڪانپوءِ فريم پول موٽيو هيس. ان ڪان اڳ جو هميشہ لاءِ اکيون ٻوٽيان. مان اتي آهيان. مان ايلڪا کي ڏٺو ... هوءِ واش ٽب وٽ بيٺي آهي... هن جو چهرو چمڪي رهيو آهي ۽ هن جون اکيون مشڪ جيان آهن. چڻ تہ ڪنهن عبادت گذار جون اکيون آهن. هوءَ مون سان ... ڳالهائي ٿي... جڏهن مونکي جاڳ ٿي تہ سڀ ڪجھ وسري ويو... پر مان آسائش ۾ آهيان. هن منهنجي ڪيترن ئي سوالن جا جواب ڏيئي ڇڏيا آهن.

...... مان روئان ٿو ۽ ليلايان ٿو، "مون کي بہ پاڻ وٽ گهراءِ." هوءَ مون کي دلاسا ڏئي ٿي... هوءِ مون کي چميون ڏئي ٿي. منهنجي چهري مٿان روئي ٿي ۽ جڏهن جاڳيم تہ هن جي چمين جو احساس ۽ چپن جو احساس ۽ چپن تي سندس لوٽيائن ڳوڙهن جو ذائقو محسوس ٿيم.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ هيءَ دنيا خيالي آهي..... قبر کوٽيندڙ پنهنجي ڪوڏر تيارڪيو بيٺو آهي. قبر انتظار ۾ آهي، ڪيئان بڪايل آهن. ڪفن تيار آهن. ڪفن پنهجي فقيراڻي ٿيلهي ۾ وجهي ڇڏيو آهيم.... جڏهن وقت ايندو مان خوشيءِ سان هليو ويندس. اتي ڪجھ بہ هجي، پر اهوئي سچ هوندو بنا ڪنهن مونجهاري جي، بنا دولاب جي، بنا مسخري جي. خدا جي ئي رڳو ساراھ هوندي. ايتري قدر جو اتي گمپل ڪنهن سان بہ دغا نہ ڪندو ۽ نہ ئي گمپل سان دغا ٿيندي.

سنڌيڪار: ممتاز بخاري.



# گبرائيل گارشيا مارڪيز

**Gabriel Garcia Marquez**

هو ١٩٢٨ع ۾ Carbibean کان پنجاهه ميل ڏور ڪولمبيا جي ننڍڙي شهر ارڪاتاڪا (Arcataca) ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ هن ١٩٤٧ع ڌاري بوگاتا Bogata جي National University ۾ قانون پڙهڻ لاءِ داخلا ورتي. ان وقت ئي سندس پهرين ڪهاڻي ڇپي ۽ ايئن هن ۾ لکڻ جو اتساهه پيدا ٿيو ۽ لکندو رهيو. اجان هو تعليم حاصل ڪري رهيو هو تہ اوچتو ملڪ ۾ گهرو لڙائي شروع ٿي وئي ۽ يونيورسٽي بند ٿي

وئي. هن ان واندڪائي کي استعمال ڪندي مضمون لکڻ شروع ڪيا. سندس مضمونن نـ رڳو صحافتي، پر سياسي دنيا ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو. سندس مضمون روزاني اخبار El Universal ۾ ڇپيا انهيءَ موٽ ۾ صحافي طور ڪيس "Observer" ڪري روم، پيرس، سوويت يونين (اڳاٽي)، لنڊن، ڪارڪاس ۽ ڪيوبا موڪليو ويو. انهي دوري ۾هن دنيا جي سياسي زندگيءَ جو ڳوڙهو مشاهدو ڪيو. (جيڪو سندس لکڻين ۾ ظاهر آهي) ١٩٦١ع ۾ هو نيويارڪ کان ميڪسيڪو آيو جتي ڊراما لکيائين ۽ پن رسالن کي ايڊٽ پڻ ڪرڻ لڳو. ١٩٦٧ع ۾ سندس ناول One handered days of soli-dutes ڇپيو. جنهن ليٽن آمريڪا جي هن ليکڪ کي سڄي دنيا ۾ مشهور ڪري ڇڏيو. سندس ناول جون پنجاهہ لک کان وڌيڪ ڪاپيون ڇپيون ۽ پنجيهـن ٻولين ۾ پڻ ترجمو ٿيو. پوءِ هو ڪهاڻيون ۽ ناول لکندو رهيو. کيس ١٩٨٢ع ۾ ادب جو "نوبل پرائز" ڏنو ويو. سندس لکڻيون Spanish ٻولي ۾ آهن. ڪولمبيا جو ليکڪ گبرائيل گارشيا مارڪيز هن وقت ميڪسيڪو ۾ رهي ٿو.

# محبت جي هن پاسي اوسيڙي ۾ موت آهي

گبرائيل گارشيا مارڪيز (لاطيني آمريڪا)

سينيٽر اوني سيو سانچيز وٽ مرڻ کان اڳ ڇهه مهينا ۽ يارنهن ڏينهن هيا، جو هن کي اها عورت ملي، جيڪا سندس سڄي زندگي جي حاصلات هئي. هنن جي ملاقات دوزل نالي هڪ ڏنڌليل ڳوٺ ۾ ٿي جيڪو رات رويلي اسمگلرن جي جهازن لاءِ لڪل بندرگاهه جو ڪم ڏيندو هو ۽ ٻئي طرف ڏينهن جي روشنيءَ ۾ رڃ جهڙي رستي وانگر، اهڙي سمنڊ ڏانهن ويندڙ نظر ايندو هو، جنهن جو ڪو ڪنارو نه هجي، ۽ هر جاءِ کان ايڏو پري هو جو ان ماڻهوءَ کي اتي رهڻ جي خيال ڪرڻ ئي ڏکيو هو. جيڪو ڪنهن جي قسمت بدلائڻ جو مالڪ هجي. ان ڳوٺ جو نانءُ به هڪ نموني ٺٺوڳ هو، جو اتي ملندڙ گل، رڳو هڪ گلاب جو گل هو. سينيٽر قميص ۾ ٽڏهن هنيو هو. جڏهن هو ان ٽپهريءَ جو لورافارينا سان مليو هو. هي ان چونڊ مهم جو هڪ اجتماع هو، جيڪو سينيٽر هر چوٿين سال ڪندو هو. تماشي واريون گاڏيون صبح جو ئي اچي ويون هيون. انڪانپوءِ اتي جي رهواسين جون پريل ٽرڪون آيون، جن کي ڪرائي تي مختلف ڳوٺن کان آندو ويندو هو. يارنهين وڳي کان ٿورو اڳ موسيقي، ڦٽاڪن ۽ مددگارن جي جيپن وچ مان ناسي رنگ جي وڏي وزارتي گاڏي ظاهر ٿي، ايئر ڪنڊيشنڊ ڪار ۾ سينيٽر بي اونو پرسڪون ويٺل هو، پر جيئن ئي هن دروازو کوليو ته گرم لڪ کيس لوڏي ڇڏيو. هن جي نج پٽ جي قميص جڻ ته جوس ۾ پڄي وئي ۽ هن پاڻ کي پنهنجي عمر کان انيڪ سال وڏو ۽ اڪيلو محسوس ڪيو. هوئن سندس عمر ٻائيتاليهه ورهيه هئي. هن گوٽنگن کان، وڏي اعزاز سان انجنيئر جي

حيثيت ۾ گريجوئيشن ڪئي هئي. هو بيڪار طريقي سان ترجما ڪيل لاطيني ڪلاسيڪ ڪتابن جو ڪيڙو هو. جيتوڻيڪ ڪيس اپياس مان ورندو ڪجھ بہ نہ هو. هن هڪ نرم من واري جرمن عورت سان وهانءُ ڪيو هو، جنهن کان کيس پنج ٻار هيا، جيڪي پنهنجن گهرن ۾ ڏاڍا خوش هيا. انهن سڀني کان وڏيڪ هو پاڻ خوش هو. جيتوڻيڪ ڪيس ٻڌايو ويو هو تہ ايندڙ ڪرسمس تائين هو مري چڪو هوندو. جيستائين جلسي جون تياريون شروع ٿين، سينيٽر ان گهر لاءِ جيڪو هن ڪارڻ خاص طور تي تيار ڪيو ويو هو، آرام لاءِ هڪ ڪلاڪ ڪڍي ورتو. ليٽڻ کان اڳ هن اهو گلاب جو گل پاڻي سان ڀريل گلاس ۾ وجهي ڇڏيو. هن پرهيز وارو کاڌو، کاڌو جيڪو هو پاڻ سان گڏ رکندو هو تہ جيئن ٻاڪري گوشت کان بچاءُ ڪري سگهي. وقت کان اڳتي سور جون گوريون بہ ڦڪي ڇڏيائين تہ سور ٿئي تہ ان جي دوا اڳ ئي پيٽ اندر موجود هجي. ان کانپوءِ هن پکو، پنهنجي پينگهي ڀرسان رکي ڇڏيو ۽ اگهاڙو ٿي پندرنهن منٽن لاءِ گلاب جي ڇانو ۾ سمهي پيو. ڪچي ننڊ ويل ڪيئي ڀيرا، موت جي خيال تان ڌيان هٽائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، ڊاڪٽر کانسواءِ ٻئي اهو راز پاڻ وٽ سوگهو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو، جنهن جو سبب فخر نہ، پر شرم هو. آرام ۽ تڙ ٻڙ ڪري جڏهن هو ٽيهريءَ وقت جلسي ۾ پهتو تہ پاڻ تي مڪمل ڪنٽرول محسوس ڪري رهيو هو. هن کي لينون جي سٿڻ ۽ گلن ڀريل قميص پهريل هئي ۽ سندس سور ختم ڪندڙ گورين ڪري مطمئن هيو، پر پوءِ موت جي اندورني وڍ ڪٽ، سندس انومانن کان وڌيڪ هاڃيڪار هئي، ڇو تہ اسٽيج تي چڙهندي ئي هن ماڻهن لاءِ هڪ عجيب قسم جي حقارت محسوس ڪئي، جيڪي ساڻس هٿ ملائڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهي رهيا هيا ۽ گذريل سالن جيان انهن پيرين اگهاڙن ماڻهن لاءِ ڪيس ذرو بہ افسوس نہ ٿيو جيڪي گرم ۽ لوسائيندڙ لڪ برداشت ڪري رهيا هيا. هن کاوڙ ڀيئندي، تاڙين جي ڦهڪي کي، هٿ سان روڪيو، گرمي کان سهڪندڙ سمنڊ تي نظرون ڄمائي پنهنجن هٿن کي حرڪت ڏيڻ بنائي ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن جي مانيٽي آواز ۾ پرسڪون

پاڻيءَ جهڙي ۔ انت هئي پر طوطي جيان رٽيل ۽ هر هر ورجايل تقرير سندس زبان تي سچي ڳالهه وانگر نه. پر مارڪس ۽ ريليئس جي مراقبن جي ڪتابن ۾ لکيل ڪنهن زوريءَ مڙهيل فيصلن جي اختلاف جيان اپري رهي هئي.

"اسان هتي قدرت کي هارائڻ آيا آهيون."

هن پنهنجي سيني عقيدن جي برخلافي ڪندي تقرير جي شروعات ڪئي.

"اسان هاڻي پنهنجي ڌرتي تي وساريل نه رهنداسين. اج ۽ ڏکي آبهوا جي هن ديس ۾ خدا جا نڌڻڪا ٿي نه رهنداسون. پنهنجي ڌرتيءَ تي ڏيهه تڙيا ٿي نه رهنداسين هڪ الڳ قوم هونداسين. پائرو ۽ پينرو! اسان هڪ عظيم ۽ خوشحال قوم هونداسين."

هن تماشي جو هڪ خاص انداز هو. هن جي تقرير جاري هئي ته هن جي هيٺين ۽ نائيين ڪاغذي پکين جو ولر هوا ۾ اڏاريو. ان مصنوعي مخلوق ۾ چڻ ساهه پئجي ويو ۽ ولر تختن سان ٺهيل اسٽيج کان اڏرندو سمنڊ پاسي هليو ويو. ان وچ ۾ ٻين ماڻهن وري نم جي پنن وارا نقلي وڻ ميڙاڪي جي پاسي واري زمين ۾ ٽنبي ڇڏيا. انهن ان ڊونگ کي پاڻي جو پيش منظر ڪيدي مڪمل بڻائي ڇڏيو، ۽ ان ۾ ڳاڙهين سرن ۽ شيشي جي ڳڙڪين وارا نقلي گهر ٺهيل هيا ۽ ان نموني هنن سچي زندگيءَ جي جهوريل جهوپڙين کي ڪجهه وقت لاءِ ڍڪي ڇڏيو. ان ڊونگ کي وڏيڪ وقت ڏيڻ خاطر هن تقرير ۾ ٻه لاطيني تڪرا ٽنبي ڇڏيا. هن وعدو ڪيو ته هترادو مينهن وسائيندڙ مشين، ڪاچ ٽيندڙ جانورن جي واڍاري لاءِ هترادو اوزار، ڪلر ۾ ڀاڄيون ۽ درين ۾ گل ٽڙائيندڙ تيل مهيا ڪري ڏيندو. جڏهن هن ڏٺو ته سندس ناٽڪي دنيا تيار آهي ته چيائين.

"اسان جي دنيا اهڙي هوندي." هن رڙ ڪري چيو "اسان جي دنيا اهڙي هوندي، پائرو پينرو!"

ٻڌندڙن ڏٺو ته رنگين ڪاغذن جو ٺهيل هڪ وڏو ٻيڙو جيڪو هن شهر جي اوچين عمارتن کان به اوچو هو، گهرن جي پاسي کان لنگهي رهيو

هو. اها ڳالهه رڳو سينيٽر ئي محسوس ڪئي تہ هر هر لڳائڻ، لاهڻ ۽ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڪٽي وجهڻ ڪري ڳتي جو شهر موسمي هاڃن جو شڪار ٿي ويو آهي ۽ هاڻي ايترو ئي پراڻو ۽ بيڪار آهي جيترو هي روزويل ويري ڳوٺ ٻارنهن سالن ۾ هي پهريون ڀيرو هو جو نيلسن فارمينا، سينيٽر جي آڌر ڀاءُ لاءِ نہ ويو. هن گهر جي هڪ ٿڌي ڪنڊ ۾ پينگهي ۾ آرام ڪندي لڏندي لڏندي تقرير ٻڌي. اڻ مڃيل تختن سان جڙيل هي گهر هن پنهنجن دوائون ٺاهيندڙ هٿن سان ٺاهيو هو. انهن ساڳين هٿن سان ئي هن پنهنجي پهرين گهر واريءَ کي ڳيا ڳيا ڪيو هو ۽ پوءِ هو ڊيولر ڀيٽ کان ڀڄي توتن سان ڀريل هڪ جهاز وسيلي روز ويل ويري پهتو هو، هن سان گڏ هڪ سانوري، سهڻي مهاندن واري هڪ بي دين عورت بہ ساڻ هئي، جيڪا ساٿس پاراماسو ۾ ملي هئي ۽ جنهن مان هڪ ڌيءَ اٿس. ڪجهہ وقت پڄاڻان اها عورت طبعي موت مري ويئي ۽ اهڙي طرح هوءَ پهرين عورت جهڙي پڄاڻيءَ کان بچي وئي. هن جي ڌيءَ کي پيءُ جي هيڊين ۽ حيران اکين سان گڏ ماءُ جو رنگ روپ بہ ورثي ۾ مليو هو. اهڙي طرح نيلسن وٽ هي تصور ڪرڻ لاءِ سٺو سبب هو تہ هو دنيا جي سهڻي عورت جي پالنا ڪري رهيو آهي. سينيٽر سان نيلسن جي پهرئين ملاقات، پهرئين چوند مهم دوران ٿي هئي هن ڪيس درخواست ڪئي هئي تہ هو ڪيس هڪ ڪوڙو شناختي ڪارڊ ٺهرائي ڏي، سينيٽر دوستاڻي پر سخت لهجي ۾ انڪار ڪيو هو، پر پوءِ بہ نيلسن آسرو نہ ڇڏيو. ڪيئي سال مختلف اندازن سان هو پنهنجي ڪلپنا دهرائيندو رهيو. هاڻي هو هڪ سڙيل هنڌ ۾ پينگهي ۾ ليٽيل هو. هن پڄاڻيءَ جون تازيون ٻڌي پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ نظرون ڊوڙائيندي لڳن کي ڏٺو هن ڪابہ ڏڪار محسوس ڪرڻ بنائي ٿڪ اڇلائي.

"هون! سياست جو ٻناڪي مسخرو." هن فرينچ ٻوليءَ ۾ چيو. تقرير پڄاڻان، سينيٽر دستور موجب موسيقي ۽ ڦٽاڪن جي گونج ۾ شهر جون گهٽيون گهمڻ لڳو. پنهنجي پنهنجي ڪٿا ٻڌائيندي ماڻهن ڪيس وڪوڙي ڇڏيو هو ۽ هو سندن شڪايتون ڪليل دل سان ٻڌي رهيو هو. هن کي هر

هڪ ڪي ڪا خاص مهرباني ڪرڻ ڪانسواءِ ئي مطمئن ڪرڻ جو گر ايندو هو. ڇهن نندڙن ٻارن سان، ڪنڌ تي ٻيٺل هڪ عورت، شور، گوڙ ۽ هنگامي مان، جيئن تيئن ڪري پنهنجو آواز هن جي ڪنن تائين پڄايو.

"مان ڪا وڏي شيءِ نہ ٿي گهرانءِ سينيٽر!" هوءَ چوڻ لڳي.

"ڦاهيءَ چڙهيل واري جي ڪوهہ تان پاڻي پري اچڻ لاءِ هڪ گڏهہ گهرجي."

سينيٽر ڇهن سڪل ٻارن تي نظر ڦيرائيندي چيو، "تنهنجي مڙس جو ڇا ٿيو؟"

عورت خوش مزاجيءَ مان وراڻيو، "هو قسمت آزمائڻ اورما جي ٻيٽ ويو هو. پر هو اتي هڪ پرڏيهي رن جو يار ٿي ويو. اهڙيون رنون پنهنجن ڏندن ۾ هيرا جڙي رکنديون آهن."

ان جواب تي ٽهڪڙو مچي ويو.

سينيٽر چيس، "توکي گڏهہ ملي ويندو." ڪجهہ دير ڪانپوءِ سينيٽر جو نوڪر، عورت جي گهر گڏهہ ڇڏي ويو. جنهن جي مشڪن تي اڻ مٽ رنگ سان هڪ چونڊ نعرو لکيل هو. ان ڪارڻ تہ جيئن ماڻهو سينيٽر جي ان تحفي کي وساري نہ سگهن. گهٽيءَ جو مفاصلو هن اهڙين ئي نوازشن سان طئہ ڪيو. هن هڪ بيمار ماڻهوءَ کي، جنهن کيس ڏسڻ لاءِ پنهنجو بسترو گهر جي دروازي وٽ رکائي ڇڏيو هو. سينيٽر ان بيمار کي پنهنجن هٿن سان دوا بہ پيئاري. آخري موڙ وٽ سينيٽر لوڙهي جي تختن جي رتين مان، نيلسن کي پينگهي ۾ ليٽيل ڏٺو. جيڪو هيڊو ۽ اداس نظر اچي رهيو هو. سينيٽر ڪا پنهنجائپ ظاهر ڪرڻ بنائي هن جي طبيعت پڇي، "هيلو ڪيئن آهين؟"

نيلسن پينگهي ۾ پاسو ورائيندي، پنهنجي نظر جي اداسي سان کيس ڀڄائي ڇڏيو.

"ڪير آئون؟ توهان تہ پاڻ ئي ڄاڻو ٿا." نيلسن فرينچ ۾ چيو. هن جي ڏيءَ اهي آواز ٻڌا تہ اڳڻ ۾ هلي آئي. هن کي ڳوناٽي ۽ پراڻي پوشاڪ اوڍيل هئي، مٿي تي رنگين ڪپڙن جا پوپٽ چنبڙايا هئائين ۽ منهن تي اس

ڪان بچاءَ جورنگ لڳل هيس. انهن حالتن ۾ ٻه دنيا ۾ هن ڪان وڌيڪ سهڻي عورت جي هئڻ جو تصور ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو. سينيٽر جو ساهه ئي سڪي ويو.

”مري ويس.“ سينيٽر ٿڌو ساهه ڀريو. ”ڏٺي ٻه عجيب نموني وايون بتال ڪري ٿو.“

ان رات نيلسن پنهنجي ڏيءَ کي عمده وڳو پارائي، سينيٽر ڏانهن موڪليو ٻه محافظ جيڪي گرمي هئڻ ڪري اوٻاسيون ڏيئي رهيا هيا، ڪيس اڪيلي ڪرسيءَ تي اوسيڙو ڪرڻ لاءِ چيو. سينيٽر ڪمري ۾ روز ويل ڳوٺ جي وڏن ماڻهن سان ڳالهائي رهيو هو. هن انهن ماڻهن کي ان ڪارڻ ڪٺو ڪيو هو ته تقرير مان رهجي ويل ڳالهيون سندن ذهن ۾ پري سگهي. هن جي قميص پڪهر ۾ شل هئي ۽ هو سڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ”اسان ڪاغذي پکي نه ٿا کائي سگهون.“ هو چئي رهيو هو.

”مان ۽ توهان ڄاڻون ٿا جنهن ڏينهن گند جي ڍير ۾ وڻ ڀوتا ڦتل هوندا، جنهن ڏينهن ٻه ڊبن جي ڪيڙي واري هنڌ مڇيون نظر اينديون، ان ڏينهن نه توهان نظر ايندؤ ۽ نه مان. توهان منهنجي ڳالهه سمجهو پياني!“

ڪنهن ٻه جواب نه ڏنو.

ان وچ ۾ سينيٽر، ڪئلنڊر مان هڪ پنو ڦاڙي، ان مان هڪ پوپٽ ٺاهيو ۽ ان کي هوا جي وهڪري ۾ اڇليو. پوپٽ هيڏي هوڏي اڏريو ۽ پوءِ اڌ کليل دروازي ڪان ٻاهر نڪري ويو. سينيٽر، موت جي خيال کي ريجهائي، ڳالهه ٻولهه جاري رکي چيو، ”ان ڪري مون کي اها ڳالهه ورجائڻ جي ضرورت ناهي جنهن کي اڳ ئي ڄاڻو ٿا. منهنجي ٻيهر چونڊ مون ڪان وڌيڪ، اوهان لاءِ فائدي واري آهي.“ نيلسن جي ڏيءَ لورافارينا، ڪاغذي پوپٽ کي ٻاهر ايندي ڏٺو. رڳو هن ئي پوپٽ کي ڏٺو، جو محافظ ڏاڪن تي ننڊ پيا هيا. ڪجهه ڦيرن کانپوءِ، پوپٽ جا تهه کلي ويا ۽ هو پٽ سان چنبڙي پيو لورا فارينا ان کي لاهڻ جي ڪوشش ڪئي ته هڪ محافظ اندر تاڙين جي آواز ڪري جاڳي پيو، هن جي بيڪار ڪوشش کي ڏسندي، ننڊاکڙي لهجي ۾

چيائينس، ”اهو نہ لهندو اهو پٽ تي چٽيل آهي.“ ماڻهو ڪمري مان ٻاهر اچڻ لڳا تہ لورافارينا ٻيهر ويهي رهي. سينيٽر دروازي تي هٿ رکيو بيٺو هو. هن لورافارينا کي تڏهن ڏٺو، جڏهن سڄو ورانڊو خالي ٿي ويو.

”تون هتي ڇا ڪري رهي آهين؟“

”مونکي منهنجي پيءُ موڪليو آهي.“ هن فرينچ ۾ وراڻيو. سينيٽر سمجهي ويو، ننڊ ڀيل محافظن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ لورافارينا کي غور سان ڏٺو، جنهن جو حسن، هن جي پيڙا کان وڌيڪ ڏيان وارو هو. تڏهن ڪيس پڪ ٿي وئي تہ جيڪو فيصلو ڪيس ڪرڻو هو، اهو موت ڪري ڇڏيو هو.

”اندر اچ.“ هن ڇوڪريءَ کي چيو.

لورافارينا اڳڻ ۾ پير پائيندي ئي حيران ٿي وئي. هزارين نوٽ پوپٽن جيان اڏامندي تري رهيا هيا. سينيٽر پکو بند ڪيو تہ نوٽ نستا ٿي ڪمري جي مختلف شين مٿان ويهڻ لڳا.

”ڏٺئہ؟ گندگي بہ اڏري سگهي ٿي.“ سينيٽر چيو.

لورافارينا هڪ ننڍي اسٽول تي ويهي رهي. هن جي ڪل جنهن جو رنگ ڳاڙهو هو تاٿيل هئي. هن جا وارا ڏگها هيا ۽ هن جون وڏيون وڏيون اکيون روشنيءَ کان بہ وڌيڪ خوبصورت هيون، سينٽر هن جي اکين جي نظرن جو پيڇو ڪيو، جيڪي آخر ان گلاب تائين پڇي ويون، جيڪو پنهنجي چمڪ وڃائي ويٺو هو.

”گلاب آهي ڇي؟“ سينيٽر پڇيو. ”ها.“ ڇوڪريءَ ڪجهہ اٽڪاءَ سان وراڻيو، ”مون اهي سڀ کان اڳ ديوهاچا ۾ ڏٺا هيا.“

سينيٽر هڪ فوجي کٽ تي ويهي رهيو ۽ پنهنجي قميص جا بٽڻ کوليندي گلابن جون ڳالهيون ڪندو رهيو. سيني جي کاٻي پاسي ڪنهن ساموندي ڌاڙوءَ جيان دل اڪريل هئي. هن آلي قميص لاهي فرش مٿان اڇلائي ۽ لورافارينا کي بوٽن لاهڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ چيو. هوءَ کٽ جي سامهون گوڏن ڀر جهڪي، سينيٽر ڪجهہ سوچيندي سندس جائزو وٺڻ لڳو. جيستائين هوءَ بوٽ جون ڪنهيون کوليندي رهي. سينيٽر اهو سوچي حيران

ٿيندو رهيو تہ هن حادثي جو نياڳ، پنهي مان ڪنهن جي حصي ۾ ايندو؟

"تون اجا ٻارڙي لڳين." هن چيو. "ان تي نہ وڃ" لورافارينا وراڻيو "آئون اپريل ۾ اٺويهن سالن جي ٿي ويندس.

"ڪهڙي تاريخ تي؟"

"يارنهينءَ تي." لورا فارينا وراڻيو.

سينيٽر هاڻي پاڻ کي ڪجهہ ٺيڪ محسوس ڪرڻ لڳو. "اسان ٻنهي جو ستارو حمل آهي." سينيٽر مرڪي چوڻ لڳو. "اهو اڪيلائيءَ جي علامت آهي."

لورافارينا ڌيان نہ پئي ڏنو، ڇو تہ هن کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هوءَ هن جي پوپٽن جو ڇا ڪري؟ هوڏي وري سينيٽر کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تو هو لورافارينا جو ڇا ڪري؟

سينيٽر انهن اوچتين عاشقين جو عادي نہ هو ۽ اهو ڄاڻيندو هو تہ انهن ڳالهين جون پاڙون ذلت ۾ ڪپيل آهن.

سوچڻ ڪارڻ، ڪجهہ پل چورائڻ لاءِ هن لورافارينا کي پنهنجن گوڏن وچ ۾ سڪ ڪري ڇيلهہ ۾ هٿ وڌا ۽ پٺيءَ پر ڪٽ تي ليٽي پيو تہ ڪيس احساس ٿيو تہ ڇوڪري لباس هيٺان اگهاڙي آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس جسم مان ڪنهن جهنگلي جانور جهڙي پراسرار خوشبو پئي آئي. پر ڇوڪريءَ جو من خوف ۾ وڪوڙيل هو ۽ جسم ٿڌي پگهر ۾ آلو.

اسان ماڻهن سان ڪوبہ پيار نہ ٿو ڪري، "سينيٽر ٿڌو ساهہ ڀريو. لورافارينا ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪئي پر اتي رڳو ايتري هوا هئي جو هوءَ ساهہ ئي کڻي سگهي. سينيٽر ڪيس سينالڻ لاءِ پنهنجي پر ۾ سمهاريو. هن روشني وسائي ڇڏي ۽ ڪمرو گلاب جي ڇاڇي ۾ اچي ويو. ڇوڪريءَ پنهنجو پاڻ قسمت جي حوالي ڪيو. سينيٽر آهستي اهستي پنهنجو هٿ هن جي بدن تي ڦيرائيندو رهيو، پر جتي عورت پٽو اچڻ جي ڪيس توقع هئي، اتي ڪا سخت شيءِ ان جي واٽ ۾رڪاوٽ بڻيل هئي.

"اڙي هي ڇا آهي."

"ڪلف." ڇوڪري ٻڌايس.

"لعنت آهي." سينيٽر مشتعل ٿي چيو، ۽ اهو سوال پڇيو، جنهن جو جواب چاهيندو هو.

"ڪنجي ڪٿي آهي؟"

لورافارينا سڪ جو ساهه کنيو.

"منهجي پيءُ وٽ." هن وراڻيو، "هن چيو آهي ته توهان ڪنجي لاءِ پنهنجو ماڻهو موڪليو ۽ ان جي هٿ اهو لکت ۾ پيغام به ته اوهان هن جو مسئلو حل ڪندؤ."

سينيٽر گرم ٿي ويو.

"حرامي ڏيڏر." هو ڪاوڙ ۾ ڀڻڪيو. سڪون ڪارڻ هن اکيون بوٽيون ۽ اماس ۾ پنهنجو پاڻ سان مليو. "ياد رک." کيس ياد آيو. "چاهي تون آهين يا ٻيو ڪو، ان ۾ وڏيڪ دير ناهي ته تون فنا ٿي ويندين ۽ ان ۾ به گهڻي دير ناهي ته تنهنجو نانءُ به نه رهندو."

هن ان ڏڪڻي گذرڻ جو اوسيڙو ڪيو.

"هڪ ڳالهه ٻڌاءِ." سينيٽر پڇيو. "تو مون بابت ڇا ٻڌو آهي؟"

"سچي به ٻڌڻ چاهين ٿو؟"

"سچي."

"چڱو" لورافارينا دل ٻڌي، "ماڻهو چوندا آهن ته تون ٻين کان بدتر آهين، ڇاڪاڻ جو تون مختلف آهين."

سينيٽر تکو هو اکيون بند ڪري ڪافي وقت سانت ۾ رهيو ۽ جڏهين هن ٻيهر اکيون کوليون ته پنهنجن تمام گهڻو لڪل جبلتن کان موٽيل پئي لڳو.

"اوهو! ڇا ته مصيبت آهي." هن فيصلو ڪيو. "پنهنجي حرامي پيءُ کي چئجانءِ ته آئون هن جو ڪم ڪري ڇڏيندس."

"توهان چاهيو ته آئون پاڻ وڃي ڪنجي ڪٺي اچي سگهان ٿي." لورا فارينا چيو.

سينيٽر ڪيس روڪي ڇڏيو.

”ڪنجي ڪي وساري ڇڏ.“ سينيٽر چيو. ”بس رڳو ڪجھ وقت مون سان سمھي پئہ. ماڻھو اڪيلو ھجي تہ ڪنھن جو پرسان ھجڻ سٺو ھوندو آھي.“

پوءِ ڇوڪريءَ گلاب ڏانھن نھاريندي، پنھنجو مٿو ھن جي ڪلھي تي رکي ڇڏيو. سينيٽر ھن جي چيلھ کي وٺي پنھنجو مٿو ھن جي بغل ۾ لڪائي ڇڏيو ۽ دھشت اڳيان ھٿيار اڇلائي ڇڏيا.

ڇھن مھينن ۽ يارنھن ڏينھن پڄاڻان، لورافارينا جي اسڪينڊل ڪري بي قدرو ٿي ۽ ٺڪرائجي ۽ ھن ڪانسواءِ مرڻ تي، ڪاوڙ ۾ روئندي، ھو ساڳي حالت ۾ مري ويو.

سنڌيڪار: حبيب ساجد



نجيب محفوظ

**Naguib Mahfouz**

هو ١١ ڊسمبر ١٩١١ع تي قاهره، الجماليہ (هي قاهره ۾ ضلعو آهي.) ۾ پيدا ٿيو. اسڪول کان يونيورسٽيءَ تائين تعليم قاهره ۾ حاصل ڪيائين. ١٩٣٤ع ڌاري قاهره يونيورسٽيءَ ۾ فلسفي ۾ گريجوئيشن ڪيائين. ڪجهه وقت ڪانپوءِ هو ادب ڏانهن ڦري آيو ۽ ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيائين. ان کان اڳ هو فلسفي جي موضوع تي مضمون لکندو هو. ١٩٣٨ع ۾ هن جي ڪهاڻين جو مجموعو "همس الجنون" ڇپيو ۽ ١٩٣٩ع هن جو پهريون

ناول ڇپيو. هو ڪيترن ئي اهم سرڪاري عهدن تي خدمتون سر انجام ڏيندو رهيو. ڪيس ادب جي حوالي سان مصر جي حڪومت اعزاز به ڏنا ته احترام به. ڪيس مصر جو سڀ کان وڏو اعزاز "قلواة النيل" ڏنو ويو. هو هن وقت تائين تيهن کان مٿي ناول ۽ سؤ کان وڌيڪ ڪهاڻيون لکي چڪو آهي. هو اصل ۾ ناول نگار تمام وڏو آهي. سندس موضوع تاريخ، سياست ۽ سماج رهيا آهن. هن جون ڪهاڻيون ۽ ناول ڪيترين ئي ٻولين ۾ ڇپيون آهن. سندس ناول "حديث الصباح ومسا" ١٩٨٧ع ۾ ڇپيو، جنهن کان پوءِ ڪيس ١٩٨٨ع ڌاري ادب جو "نوبل پرائز" ڏنو ويو. هن وقت هو قاهره جي ويجهو اغوزا جي علائقي ۾ پنهنجي زال ۽ ٻن ڌيئرن سان رهي ٿو.

# هو سراب ۾ مليو

نجيب محفوظ (مصر)

هن جي جسم ۾ چرڻ تہ ساهہ ئي ڪونہ هو. ائين هوءَ بنا چرپر ۽ حرڪت جي پئي هئي پنهنجي کٽ تي. هوءَ پنهنجي اکين، پنبڻين ۽ هڪ هٿ سوا، جسم جي ڪنهن بہ حصي کي حرڪت ۾ نہ آڻي سگهندي هئي، هٿ بہ ٿوري ٿوري دير بعد رڳو ڇاتيءَ تائين ئي کڻي پئي سگهي. بيماريءَ هن مان طاقت چرڻ تہ نپوڙي ڪڍي هئي، هن جو ماس ڳري چڪو هو، هن جي پيلي کل جنهن مان نيراڻ جهلڪيون ڏيڻ لڳي هئي، هن جي هڏين تي چرڻ تہ چڪي چڪي ٿاڻي وئي هئي. هوءَ يا تہ ڪنهن نقطي کي بي معني نگاهن سان تڪيندي رهندي هئي يا اکيون بند ڪيون پئي رهندي هئي. هن جي بينائي....

هن جي ڪمري جي چئن ديوارن تائين محدود رهجي وئي هئي.

عيونا ٻار جهڙي سنهي ۽ ڪمزور آواز ۾ سڏ ڪيو. "عدليا!"

مگر عدليا کي هن جي صدا ٻڌڻ ۾ نہ آئي. گهٽ ۾ گهٽ هوءَ ظاهر ائين ڪندي تہ هن نہ ٻڌو آهي. مگر اهو هوندو تہ عيونا جو آواز تمام جهيڻو هيو يا باورچي خانو ڏور هيو يا اتي چلهہ ٻرڻ جو شور اِلاهي هيو. عيونا پنهنجي آواز کي ان ڪان نہ بلند ڪري سگهندي هئي ۽ نہ ئي هن کي سڏڻ سواءِ رهڻ هن لاءِ ممڪن هو. هن وري سڏ ڪيو، "عدليا!"

عيونا کي وري لعنت ملامت ڪندي خوف محسوس ٿيندو. هوءَ عدليا جي رحم ڪرم تي هئي. پوريءَ طرح هن جي رحم ڪرم تي. هوءَ عدليا کي راضي رکڻ لاءِڪنهن بہ حد تائين وڃي پئي سگهي. هوءَ هن کي سٺي پگهار، ڪپڙا ۽ ڪاڏو ڏيندي هئي. هن جو گهرعدليا ئي سنڀاليندي هئي. هوءَ هن گهر جي سچي پچي مالڪ بڻجي وئي هئي. عيونا هن لاءِ هاٿي ڪري بہ ڇاپٽي سگهي. جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن عدليہ هنجي نوڪري ڇڏڻ جو فيصلو ڪري تہ عيونا کی ايذائيندڙ اڪيلائي ۽ موت جو ڪاڏ ٿيڻ کان ڪوبہ بچائي نہ

سگھي. هن جي پوري ڪوشش هئي تہ انتھائي تڪليف ڪانسواءِ هن کي ڪابہ تڪليف نہ ڏئي. مگر هن جي وس ۾ هيو ڇا؟ جيئن جيئن گهرجون تہ آخري هڏڪيءَ تائين هلنديون رهنديون.

هن پنهنجو ساٿ ڇڏيندڙ طاقت کي گڏ ڪري وري سڏ ڪيو.

"عدليا!"

ڪاوڙ هن جي هڏائين سيني کي توڙڻ لڳي، پر هن پاڻ کي ان وهڪري ۾ وهڻ کان روڪي رکيو. آخر عدليا کي پيا ڪم بہ تہ ڪرڻا هوندا آهن، صفائي ڪرڻ، ماني پچائڻ ۽ سودو سوڌ وٺي اچڻ. هن عيونا جي جڻ تہ هٿن پيرن ۽ احساسن جي جڳهہ ورتي هئي. عيونا جي لاءِ هوءَ سڀ ڪجهہ هئي، اهائي ڪيس ڪائڻ پيئڻ ۾ مدد ڏيندي هئي. هن جو منهن ڌوئاريندي هئي، هن کي ويهاريندي هئي ۽ پيهر کٽ تي سمهاريندي هئي ۽ هن جي بيچيني دور ڪرڻ جي لاءِ هن جو پاسو مٽرائيندي هئي.

هن پنهنجي شڪايت مليل، حسرتناڪ آواز کي ٿورو مٺي ڪيو، "عدليا!" هن کي ڳورن پيرن جي ڌمڪ ٻڌڻ ۾ آئي، پوءِ عدليا ڪمري جي دروازي تي ظاهر ٿي. هن جي بي حسد چهري تي ڪاوڙ ۽ بچان جي هڪ مستقل ڇاپ هئي، هن ٿورو تکي آواز ۾ پڇيو، "مون کي سڏيو، سائڻ!"

"سڏي سڏي منهنجي نڙي ويهجي وئي آهي، عدليا!" هوءَ کٽ طرف وڌي ۽ عيونا چيو، "مون کي هڪڙو سگريٽ ڏي."

عدليا کٽ جي سيرانديءَ پيل ميز تان پيڪٽ کنيو، هڪ سگريٽ ڪڍيو، دکايو ۽ سائڻ جي چپن ۾ وجهي ڇڏيائين. "توهان کي پتو آهي تہ سگريٽ پيئڻ، توهان لاءِ ٺيڪ نہ آهي."

پوءِ هوءَ ڪمري مان هلي وئي.

جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن عدليا جي صبر جو جام ڇلي پيو تہ اهو عيونا لاءِ موت جي سزا کان وڌيڪ برو هوندو. هوءَ ڪنهن ٻي تي ڀروسو نہ ڪري سگهندي هئي. هن جا ڀاٽيجا ۽ ڀاٽيجيون هن جو، پنهنجي ماسيءَ جو ڪوبہ خيال نہ رکندا هئا. بلڪ انهن کي هن جي پرواهہ ئي ڪانہ هئي. هوءَ

توجہ ۽ يادگيريءَ کان محروم، ...........مايوسي سان چنبڙيل هئي ۽ موت جي آرزو مند هئي. هن جي اڪيلي پٽ جي هڪ مظاهري دوران بي وقت موت، هن جي هانو کي بيماري کان اڳ ۾ ئي چيري رکيو هو. حيرت واري ڳالھ هيءَ هئي جو، جڏهن هن جي اڪيلي ڪمائي سياست جي آڙاھ ۾ سڙي وئي، تڏهن بہ ڪيس سياست جي ڪا خبر ڪانہ هئي ۽ نہ ئي هوءَ سياست مان ذرو بہ متاثر ٿي هئي.

پٽ جي موت کان هڪ سال پوءِ، ستت ئي هن جو پيءُ بہ روحن جي ديس هليو ويو هيو ۽ هاڻي عيونا جون دکي يادون، هن جي بيماريءَ جي اذيت ناڪ ۽ اڪيلائي جي خوفناڪ پاڇن ۾ رلي ملي ويون هيون.

بثينا، هن جي مرحيات ڀيڻ جي ڌيءَ، گذريل سال عيد تي هن سان ملڻ آئي هئي. هوءَ هڪڙي پرائمري اسڪول جي هيڊماسترياڻي هئي ۽ رڳو اهائي هئي جنهن کي عيدن تهوارن تي عيونا جي ياد اچي ويندي هئي. هوءَ پنهنجو هڪ گلدستو ۽ مٺائيءَ جو ڊبو کڻي آئي هئي، هتي ئي کٽ ويجهو هڪ ڪرسيءَ تي ويٺي هئي. عيونا جون اکيون ڀرجي آيون هن چيو، "مهرباني، بثينا! تون ڪيئن آهين؟ سڀ ماڻهو ڪيئن آهن؟ توهان سڀني کي ڏسڻ لاءِ منهنجي دل ڪيڏو نہ چاهيندي آهي، پر مون کي پڇي ئي ڪير ٿو!؟"

بثينا، معافي هاڻي انداز ۾ مرڪي ۽ چوڻ لڳي، "زندگي مصروفيتن سان ڀري پئي آهي، ماسي!"

"توهان کانسواءِ منهنجو ٻيو ڪير آهي ڀلا، آخر مُردن کي بہ ڪوئي ياد ڪندو آهي ڇا؟"

"تنهنجو خيال مون کي اڪثر ايندو آهي ماسي!، مگر ڇاڪيان، مصروفيتن مان ٽائيم ئي نہ ٿو ملي."

"سيئي مونکي وساري چڪا آهن، بثينا! مان آخر، توهان جي ماسي آهيان، توهان جي ماءُ جي اڪيلي ماءُ جائي، جيڪا زنده رهجي وئي آهي، جيڪڏهن عدليا مون کي ڇڏي وڃي تہ مان هٿ پئي پئي ٻڪن ۾ مري

وڃان."

هن هڪ گهرو ۽ دردناڪ ٿڌو ساهه کنيو ۽ ڳالهائيندي رهي، "اسان ٽيئي ڀيٽيون، تنهنجي ماءُ، وڏي ماسي، ۽ مان ڪيڏو نه خوش رهندا هياسي."

"خدا، انهن ٻنهي تي رحمت ڪري."

"مان انهن ٻنهي کان ننڍي هيس، منهنجي خوشين جي ته ڪا حد ئي نه هئي".

"خدا ڪري ، توهان جلدي ٺيڪ ٿي وڃو، ماسي!"

"تنهنجي دعا قبول به ٿيندي، ٻشينا! مان اڪيلي رهجي وئي آهيان، مونکي سيني ڇڏي ڏنو آهي منهنجي پينشن به منهنجو ڀاڙي وارو وٺي ايندو آهي."

هن پنهنجي نبل ۽ پيلي هٿ سان پنهنجون اکيون اگهيون ۽ چوڻ لڳي، "مان ڏاڍي خوف ۾ ورتل آهيان، ٻشينا! مون کي ان ڏينهن کان ڏاڍو خوف ايندو آهي. "جڏهن عدليا مونکي ڇڏي هلي ويندي."

"ائين نه ٿيندو، ماسي! هن کي ههڙو گهر ڀيو ڪٿي ملندو."

"هنکي منهنجو الاهي ڪم ڪرڻو پوي ٿو. مان هن لاءِ ڏاڍو فڪر مند رهندي آهيان."

تنهنجو پورو گهر ۽ سمورا پئسا هن جي هٿ هيٺ ته آهن، پلا هوءَ توکي ڇڏي ڇو وڃڻ لڳي؟"

"پوءِ ڀي مان خوف زده آهيان، مون کي هر وقت اهو فڪرڪائيندو رهندو آهي، هر وقت شڪ ويڙهيو رکندو آهي، مان هن کان ايترو ئي ڊڄندي آهيان جيترو هن جي هلي وڃڻ کان." هوءَ چپ ٿي وئي يا ته هن وٽ چوڻ لاءِ ڪجهه به نه رهيو هو يا هوءَ هڪجهڙا گسيل جملا ورجائي ورجائي ڪڪ ٿي پئي هئي. عيونا چيو، "مون کي معاف ڪجان، ٻشينا! مون وٽان لفظ ڪٿي ويا آهن، وري هي ڳالهه صحيح به ته ناهي، مان توکي پنهنجي فڪرن سان يڪو تائين پريشان ڪندي رهان، صرف تون ئي ته آهين جنهن کي منهنجو خيال ايندو آهي."

هن جو لهجو بدلجي ويو. هن پنهنجو شڪائتي انداز ختم ڪيو ۽ همدرديءَ واري لهجي ۾ پڇيو، "هاڻي تون ٻڌاءِ پنهنجي مڙس سان ڪيئن پئي نڀاءِ ڪرين؟"

ٻثينا، ٿڌو ساهه کڻي ۽ مختصر جواب ڏنو.

"بس ٺيڪ ٿي آهي."

"مگر اهو ڪيئن پلا، تون تہ هڪ بي مثال ڇوڪري آهين."

پوءِ ، عيوناجي ٿڪل ۽ غمناڪ چهري تي هڪ ٿڪل مرڪ ظاهر ٿي، ۽ هوءَ چوڻ لڳي، "تون ايتري تہ سهڻي آهين، ٻثينا! ماڻهو چوندا آهن تہ تون ائين آهين جيئن مان پنهنجي جوانيءَ ۾ هوندي هيس، سڄي خاندان ۾ هڪ تون ئي تہ منهنجي هم شڪل آهين."

ٻثينا، هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ هوريان مرڪي پئي.

"جڏهن مان گهٽي ۾ نڪرندي هيس يا دريءَ وٽ ويهندي هيس تہ سموريون اکيون مون تي کپي ويندڀون هيون".

ٻثينا کلي، ۽ همدرديءَ وچان کيس تڪڻ لڳي. "تون چوين ٿي تہ تنهنجي پنهنجي مڙس سان نہ ٿي نڀجي، ڇا ان کي احساس نہ آهي، تہ خدا هن کي ڪيڏي سهڻي نعمت سان نوازيو آهي."

"دنيا جو اهوئي دستور آهي، ماسي!"

"لعنت آ اهڙي دنيا تي."

"دنيا جو ڇا ڀروسو آهي، ماسي!"

عدليا ڪاڏي جا ٿانو کڻيون ڪمري ۾ داخل ٿي. هن عيونا کي ڪٽي ويهاڻي جي سهاري ويهاريو ۽ کيس ڪاڏو کارائڻ لڳي.

هن جي دل کڻڻ لاءِ عيونا چيو، "ڪاڏو تمام سٺو پچايو ٿئي، عدليا!"

عدليا نہ مرڪي نہ هن جي مهرباني مڃي، ڇڻ هن عيونا جي ڳالهہ ٻڌي ئي ڪانہ هئي. ڪمزور ۽ بي وس ماڻهوءَ جي تعريف بہ بي اثر هوندي آهي.

"ڇا ٿيو آهي عدليا!"

”مان پنهنجي ڌيءَ جي باري ۾ سوچي رهي آهيان.“

”خدا ان کي خوش رکي، ڇا ٿيو اٿس؟“

”هوءَ پنهنجي مڙس هٿان وڏيءَ مصيبت ۾ آهي.“

”ڇو.؟ آخر هو پنهنجي ستن ٻارن واري ماءُ سان اهڙوسلوڪ ڇو ٿو ڪري سگهي.“

”توهان ان کي نہ ٿا ڇاڻو، سائڻ!“

”تون پنهنجي ڌيءَ کي سمجهاءِ ، هن کي چئو تہ صبر کان ڪم وٺي.“

”جيڪڏهن هن کي طلاق ٿي وئي تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟“

”ها، واقعي، پوءِ ڇا ٿيندو؟ جيڪڏهن عدليا پنهنجي ڌيءَ ۽ان جي اولاد کي هن گهر ۾ وٺي آئي تہ پوءِ.“ عيونا ان تي اعتراض بہ ڪهڙو ٿي ڪري سگهي؟ هوءَ تہ پوري ريت عدليا جي رحم ڪرم تي آهي، هي گهر ايترو ڪشادو ڪونهي، هن پوري خاندان جي اچڻ سان تہ بلڪل بازار بڻجي ويندو، ايتري شور ۽ هنگامي ۾ هن جو ڪهڙو حشر ٿيندو ۽ پوءِ انهن سڀني جي کائڻ پيئڻ جو خرچ هوءَ ڪيئن برداشت ڪري سگهندي.

”هيءَ تولاءِ هڪ نئين تشويش آهي عيونا! شيخ طہ توکي، تنهنجي شادي تي دعا ڏيندي چيو هو، ”خدا توکي عزت ڏي ۽ تنهنجي قسمت سٺي هجي.“ تنهنجي ماءُ توتي ڪيڏو نہ ناز ڪندي هئي. تنهنجي شادي شده زندگي ڪيڏي سٺي ۽ خوشگوار انداز سان شروع ٿي هئي، تنهنجو مڙس هڪ عزت دار گهراڻي جو سٺو جج هيو. هن توکي هڪ وار ڪوسمو گراف سينما جي باڪس ۾ ڏسي ورتو هو ۽ تو تي. مٺو مٺيو هيو. تون هڪ محبوب زال ۽ هڪ مسرور زال هئينءَ. تنهنجو مڙس تنهنجي. حسن تي نازان، تنهنجو هٿ وٺي اوپيرا وٺي ويندو هيو. اتي هڪ وار، جڏهن هڪ پاشا توسان فري ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ فساد ٿيندي ٿيندي بچيو هو.“

”پر تنهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي هي آهي، هيءَ موت واري ڪٽ، جنهن تي تون هن بي ڪس ۽ حقير عورت جي رحم ۽ ڪرم تي

پيئي آهين. هوءَ، جنهن نوڪي هڪ مرڪ تائين، ڪان محروم رکي ٿي."

دروازي جي گهنٽي وڳي. عيونا جون اکيون آس وچان جرڪڻ لڳيون، "ڇا ڪوئي ملڻ آيو آهي."

"ڪير آهي، عدليا!"

"پلمبر آيو آ، سائڻ!"

"وري اهوئي پلمبر، اهو سدائين هتي موجود رهي ٿو، باورچي خاني يا غسل خاني يا ڪنهن پائپ جي مرمت لاءِ آيو هوندو." نتيجن جي خوف ڪري هوءَ ڪڏهن به عدليا کان پڇڻ تائين جي همت نه ساري سگهندي هئي، اعتراض جو تہ سوال ئي نہ هو، پلمبر، جڏهن بہ مرضي پوندس، يا هوءَ ڪتي زائفان هن کي سڏيندي هئي، اچي نازل ٿيندو هو. عدليا، عيونا جي ڪمري جو دروازو ٻيڪڙي ڇڏيو، تہ جيئن هوءَ پلمبر کي ڏسي نہ سگهي. عيونا کي گهنٽي ڏينهن کان ان تي شڪ هيو، پر هوءَ ڪري بہ ڇا پئي سگهي؟ هن جي ئي گهر ۾ اهو سڀ ڪجهہ ٿيندو هيو. ان جي ڪمري جي در ڪان هن پر، جنهن کي هن جي مرضي سواءِ ئي بند ڪيو ويندو هيو. ۽ اهو سڀ ڪجهہ هن جي تحفظ جي نان ۽ تي. هوءَ بي وس ۽ مجبور هئي. جيڪڏهن ان شخص کي ڪجهہ وڏيڪ لالچ هجي ها "ان" ڪانسواءِ، يا ڪوئي شيطاني خيال هن جي ذهن ۾ واسو ڪري تہ عيوناجي حفاظت ڪير ڪري پئي سگهيو؟ هوءَ ڪن ڏيئي ٻڌڻ لڳي. هوءَ ڏاڍي بي چين هئي، هن جو رت ٿهڪي رهيو هو. هن کي يقين هو تہ هن جي مرحوم پٽ بہ اهڙيءَ بي رحم صورت حال جي سامهون مون وانگيان بي وسي محسوس ڪئي هوندي، جنهن کي جوانيءَ جي ڏينهن ۾ ماري ڇڏيو هو. مگر هوءَ تہ اڌ مرده ۽ بستر جي قيدياڻي هئي.

عدليا دروازو کولي ڇڏيو ۽ چوڻ لڳي، "هليو ويو."

"ڇا هن ضرورت کان وڏيڪ وقت نہ ورتو؟" ان جي ذڪر سواءِ ئي عيونا پڇيو. "ڇا ڪيو. ان"

"باورچي خاني جو پائپ ٺيڪ ڪرائڻو هيو." هن پاڻ تي ڪنٽرول

ڪندي چيو.

"پر باورچي خاني جو پائپ تہ......"

عدليا تيزي سان هن جي ڳالهہ ڪٽيندي چيو، "تمام پراڻو ٿي ويو آهي. وري وري ڦهرائجو پوي ٿو."

ها، هن جي وري وري مرمت ڪرڻي پوي ٿي. پليءَ نئون پائپ ڇو نہ لڳايو وڃي. پلمبر جي اچڻ جي سهولت هميشہ رهندي، ٺيڪ آ. ايندو ڪري، جڏهن بہ مرضي پويس يا جڏهن عدليا چاهي. ڪيس تہ ان صورتحال کي برداشت ڪرڻوئي پوندو. ڇو تہ هن جي اکين، هٿن پيرن ۽ سيني حصن جي جڳهہ آخر عدليائي تہ سنڀالي رکي هئي. هن گهر ۾ عدليا جو ڪم بہ تہ سخت ۽ ٿڪائڻ وارو آهي. پوءِ بہ هي صورت حال عيونا لاءِ برداشت کان ٻاهر رهندي ۽ ان جو نتيجو بي خوابيءَ جي صورت ۾ نڪرندو رهندو. تڏهن هڪ ڏينهن هڪ اجنبيءَ دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي، عدليا اچي ٻڌايس، "سائڻ! هڪ انڌو ماڻهو آيو آهي، هو چوي ٿو تہ پراڻن ڏينهن ۾ توهان ڪيس سڃاڻيندا هيو؟" هن جي وڏيڪ ڳالهائڻ کان پهرين ئي، ٻاهر اجنبيءَ جو زور سان ڳالهائڻ ٻڌڻ ۾ آيو، "شيخ طه الشريف، سائڻ عيونا."

هي آواز، هي نالو هن پنهنجي دم ڏيندڙ ياداشت جي مدد لاءِ پڪاريو، هن جو من جي قراري کان چرڪي اٿيو. پوءِ يادن واسيل گلن جيان، هن کي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي ڇڏيو "اچو، اچو شيخ طه، عدليا، کين اندر وٺي آ."

هو، عدليا جي سهاري، لڪڻ سان رستو جاچيندو هن جي بستر وٽ آيو. هن جو عمامو ڍلو ٿي ڪلي ويو هو ۽ هن جي بلند پيشاني نمايان ٿي وئي هئي، اکيون اندر پيهي ويون هيس، پنبي جهڪي وئي هيس. هن جي اڏريل رنگ واري ڍلي قميض، هن جي نبل بدن کي لڪائي رکيو هو. جڏهن ڪيس عيونا جي سيراندي ويهاريو ويو تہ هوءَ هن سان مخاطب ٿي، "هي منهنجو هٿ ٿي، شيخ طه، پر ان کي زور سان نہ دٻائجانءِ، ڏاڍو ڪمزور آهي." هن نهايت نرمي ۽ محبت سان هٿ ملايو ۽ چيو، "خدا توکي جلد شفاياب

ڪري، سائنڻ عيونا."

"خدا جو شڪر آهي، جنهن وري تنهنجي صورت ڏيکاري، پوئين دفعي اسان جي ملاقات ڪڏهن ٿي هئي؟"

هن پنهنجو مٿو افسوس وچان ڌوڻيو ۽ ورائيائين،

"ڪيترا زمانا گذري ويا."

"اهي ڪيڏا سٺا ڏينهن هيا، شيخ طه."

"خدا توکي هميشه سٺا ڏينهن ڏسڻ نصيب ڪري."

مگر ڪيئن؟ مان ته هتي موت جي پاڻاريءَ تي پئي آهيان ۽ تنها آهيان."

هن آڱر سان مٿي اشارو ڪيو ۽ چيو، "هو، رحم ڪرڻ وارو آهي."

"توکي منهنجو پتو ڪيئن پيو؟"

مان پراڻي حاوليءَ جي چوڪيدار سان مليو هوس، چاچي آدم سان."

عيونا وسميل اکين سان هنجي گهنجن ڀريل چهري ڏانهن تڪيندي رهي ۽ هو بک ۽ بدحاليءَ جو اهڃاڻ ٿيو وينو هيو. جڏهن هو پراڻي حاويلي ۾ قاريءَ طور ملازم هيو. انهن ڏينهن هو ڪيترو نه مضبوط ۽ جانٺو هوندو هيو. هو هرروز صبح جي نماز بعد هنن جي گهر اچي قهوو پيئندو هيو. قرآن جي تلاوت ڪندو هيو ۽ مذهبي مسئلن تي عيونا جي ماءُ جي رهنمائي ڪندو هيو. هن عيونا جي وهانو ڏينهن ڪيس دعا ڏيندي چيو هيو، "خدا توکي عزت ڏي ۽ قسمت سٺي ٿيئي." ماضيءَ جي ڌنڌليل ڪنڊ پاسن مان هڪ خوبصورت تعلق يادن ۾ لڙڪن جي صورت ۾ چڻ نه اٿلي پيو هو.

هن پنهنجا ڳري ويل جوتا لاٿا ۽ ڪرسي تي سولو ٿي ويهي رهيو ۽ قران پاڪ جي تلاوت ڪرڻ لڳو.

جڏهن هو قهوو پي چڪو، ۽ ڪمري ۾ صرف هي ٻئي وڃي رهيا ته عيونا چيو ، "مان اڪيلي ٿي وئي آهيان شيخ صه."

هن چڻ نه احتجاج ڪندي ورائيو "پر، خدا توسان آهي سائنڻ عيونا!"

"مان هر وقت فڪر مند ۽ خوفزده رهندي آهيان."

"خدا تي آسرو ۽ڀروسو رک، سائڻ!"

"ڪاش تو مون سان روز ملڻ اچي سگهين."

"مان ڏاڍي سرهائيءَ سان روز ايندس پيو."

"تنهنجا معاملا ڪيئن ٿا هلن. شيخ طه."

"خدا جي اهائي مرضي هئي ته تلاوت جي ڪيسٽن ڪري اسان بي روزگار ٿيون. پر خدا پنهنجي غلام کي ڪڏهن به نه وساريندو آهي. هن وقت ته سڀ ڪان اهم ڳالهه اها آهي ته تون غم ۽ مايوسيءَ آڏو هٿيار نه ڦٽا ڪر."

"مون کي تشويش آهي شيخ طه. عدليا ڪانسواءِ ڪوئي به مون وٽ ناهي. جيڪڏهن هوءَ مون کي ڇڏي ته..."

"پر خدا توساڻ آهي سائڻ عيونا!"

"مگر مان تنها آهيان."

هن ناراضگي مان پنهنجي هٿ کي گردش ڏني ۽ وراڻيائين، "ڪيڏي افسوس جي ڳالهه آهي."

"ڇا مون غلط چيو آهي، شيخ طه؟"

"نه.... پرتنهنجو خدا تي ايمان نه رهيو آهي."

"منهنجوايمان آهي! منهنجو پٽ ۽ منهنجو ور واري واري مون کان وڇڙي ويا، پوءِ به منهنجو ايمان آهي."

"نه تنهنجو نه رهيو آهي، سائڻ عيونا!"

هوءَ دلگير ٿي چپ ٿي وئي. شيخ طه چيو، "ناراض نه ٿي! جنهن دل ۾ ايمان هوندو آهي ان ۾ تشويش، خوف ۽ مايوسيءَ لاءِ ڪا به جڳهه نه هوندي آهي."

"منهنجو ايمان آهي، پر مان موت جي پاتاريءَ تي آهيان ۽ عدليا جي رحم ڪرم تي آهيان."

"ايمان وارا صرف خدا جي رحم ۽ ڪرم تي هوندا آهن، ڪنهن ٻئي

جي نہ...“

”ان جي تبليغ ڪرڻ ڪيڏو سولو آهي ۽ ان تي عمل ڪرڻ ڪيڏو مشڪل.“

شيخ طه افسوس مان ڪنڌ ڌوڻيو.

”منهنجي سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ ٿو اچي.“

” مان روز تو وٽ اچڻ چاهيان ٿو.“

”ضرور، خدا لڳ، شيخ!“

”پر توکي ايمان جي ضرورت آهي، نہ تہ هڪ پوڙهو ۽ انڌو ماڻهو تولاءِ ڇاتو ڪري سگهي.“ هن ٿورو ساهہ پٽيو پوءِ هٽڪندي چوڻ لڳي،

”متان عدليا کي سنو نہ لڳي.“

”مان پوءِ نہ ايندس.“

”پر جيڪڏهن .... فرض ڪيو...“

”يقين رک، مان روز تو وٽ ايندس پيو، جيڪڏهن هن کي برولڳي تہ وڃي ديوار سان مٿو ڦيهي“ عيونا گهبرايل ۽ گهٽيل آواز ۾ چوڻ لڳي،

”آهستہ ڳالهاءِشيخ! اسان کي ڪيس غصو نہ ڏيارڻ گهرجي.“

”عيونا سائڻ! وساري ڇڏ تہ تون هن جي رحم ۽ ڪرم تي آهين تون صرف خدا جي رحم ۽ ڪرم تي آهين.“

”ها، ها، اسان سڀ خدا جي رحم ڪرم تي آهيون. مگر سوچ تہ سهي جيڪڏهن ڪيس ڪاوڙ اچي وئي تہ منهنجو ڇا ٿيندو؟“

”ڪجهہ نہ ٿيندو خدا جي مرضيءَ خلاف ڪجهہ بہ نہ ٿو ٿي سگهي.“

”هي سچ آهي شيخ طه! پرمنهنجي اڪيلائي ۽ تنهائي جو خيال تہ ڪر.جيڪڏهن هوءَ مون کي ڇڏي هلي وئي تہ..“

”هوءَ توکي ڇڏي نہ ويندي. سائڻ عيونا، ڇو تہ هوءَ تنهنجي ان کان وڌيڪ محتاج آهي جيتري تون هنجي محتاج آهين.“

”مان تہ ضعيف ۽ ڪمزور آهيان، هن ۾ طاقت آهي ڪيس ڪٿي بہ

ڪم ملي سگهي ٿو.“

”ها، ڪيس ڪٿي به ڪم ملي سگهي ٿو، پر ملازم طور، هت ته هوءَ مالڪياڻي ٿي ويٺي آهي.“

”شايد تون صحيح ٿو چوين. پر حقيقت هيءَ آهي ته مان بلڪل بي آسري ۽ بي واهه آهيان.“ هن پنهنجي لٺ زمين تي هڻي ۽ چيو، ”تنهنجي اڌ بيماري ته هن تي پاڙي ويهڻ ڪري آهي.“

”پر منهنجي بيماري هڪ حقيقت آهي. ڊاڪٽرن جو اهوئي چوڻ آهي.“

”مان بيماريءَ ۽ڊاڪٽرن تي يقين ناهيان رکندو. پوءِ به في الحال مان تنهنجي ڳالهه مڃان ٿو. سائڻ عيونا! فرض ڪر هوءَ توکي ڇڏي هلي وئي آهي. جيئن ته توکي انديشو آهي ته مان پنهنجي وڏي ڌيءَ کي تو وٽ رهڻ لاءِ وٺي ايندس. جنهن کي طلاق ٿي چڪي آهي.“

هن جي اجهاميل اکين ۾ هڪ لمحي لاءِ جوت چمڪيءَ هن بي تابي مان پڇيو، ”واقعي شيخ!“

”ها ها، ڇو نه مان تنهنجي خاطر، هن ڪانسواءِ رهي ونندس.“

هن شرمندگيءَ مان جواب ڏنو. ”پر تون تنهاڪيئن رهندين؟“

هو پهريون دفعو کليو ۽ چيائين، ”ها هڪ انڌو ماڻهو اڪيلوڪيئن رهندو؟ آخر هن جي طلاق کان اڳ ۾ به ته مان اڪيلوئي رهندو هوس.“

”مان توتي بار نه ٿي بنجڻ چاهيان.“

”تون صرف پاڻ تي بار بڻيل آهين. خدا تنهنجي مدد ڪري.“

خاموشيءَ جو هڪ لمحو آيو، جيڪو خاموشي ۽ سڪون سان ٿم تار هيو.

هن کنگهي ڳلو صاف ڪيو ۽ قرآن جي تلاوت ڪرڻ لڳو.

هاڻي هن جي وڃڻ جو وقت هيو. هن نرميءَ سان مٿو ڌوڻيو، خدا حافظ چيو ۽ هليوويو عيوناکي هڪ ڏکي سفر بعد سڪون جو احساس ٿيو، هن عدليا کي گهرايو ۽ ان کي چيو. ”عدليا! ڏس شيخ طه جڏهن به اچن

سندن احترام ۽ عزت سان ستقبال ڪجانءِ."

ڪاوڙ ڪان عدليا جي نرڙ تي گهنج پئجي يا ۽ سختيءَ سان چيائين ،

"پر سائڻ عيونا! هو غليظ آهي ڏاڍو غليظ آهي."

"هو اسان جي پراڻي حويليءَ جو قاري آهي، هن جي رفاقت مونکي ماءُ پيءُ کان ورثي ۾ ملي آهي."

"سائڻ! مون هن جي نرڙ تي جوئن کي رڙهندي ڏٺو آهي."

عيونا طيش ۾ اچي وئي.

"مون کي تنهن جي ڪابہ پرواهہ ڪانهي، هو بهر حال بزرگ ماڻهو آهي،" عدليا ڏمڪيءَ جي لهجي ۾ چوڻ لڳي.

"پر منهنجي ذمي اڳ ۾ ئي ايترو ڪم آهي." عيونا جي آواز ۾ نرمي اچي وئي.

"خدا جي لاءِ ائين نہ چئو. هيءَ منهنجي خواهش آهي ۽ مان توکان هن جي احترام جي آس رکان ٿي."

"پر مون پاڻ ڏٺو آهي تہ...."

عيونا هن جي ڳالهہ ڪٽي، سختي سان چيو، "هو بزرگ ماڻهو آهي. ۽ توکي منهنجو حڪم مڃڻو پوندو."

عدليا جو چهرو سخت ٿي، ڇڪجي ويو، هوءَ ڪجهہ چوڻ تي هئي مگر عيونا جي تاڪيد هن کي روڪي ڇڏيو، "توکي جيڪو ڪجهہ چيو وڃي اهو ڪر، بحث نہ ڪر."

عدليا جي چهري تي حيرت ڦهلجي وئي هن ڇرڪ ڀري عيونا ڏانهن نهاريو. هي ٻئي هڪ ٻئي کي ڪجهہ دير تائين ڏسنديون رهيون، مگر عيونا، عدليا جي تيز نظر کان هار نہ ڪاڏي. هوءَ عزم ۽ همت سان جواباً هن ڏانهن گهوريندي رهي. هن پنهنجي بيماري ۽ خوف جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي. هن کي پنهنجي وجود جي اندرين تهن ۾ فتح جي گرم حرارت محسوس ٿيڻ لڳي.

عدليا آخر ڪار پنهنجون نگاهون جهڪائي ڇڏيون ۽ منهن ئي منهن

۾ ڪجهه ڀٽڪندي ڪمري مان ٻاهر هلي وئي. مگر عيونا معاملي کي هتي ئي ختم نہ ڪيو. هن پوريءَ ريت پر اعتماد ۽ مطمئن ٿيڻ پٽي چاهيو. هن عدليا کي وري سڏ ڪيو. عدليا ڪمري ۾ داخل ٿيندي ناگواريءَ ۽ بي صبري مان پڇيو، ”ڇا ڳالهہ آهي؟ چلهہ تي ديگڙي چڙهيل آهي.“

عيونا مضبوط لهجي ۾ هن کان پڇيو. ”مون کي ٻڌاءِ تو شيخ طه جو استقبال ڪيئن ڪندينءَ؟“

”ڪهڙو شيخ طه؟“

عيونا غصي ۾ اچي رڙيون ڪرڻ لڳي. ”ڇا؟ تون مون سان مذاق ٿي ڪرين، عدليا!“

”توهان ڪاوڙ ڇوٿيون ڪيو. مون تہ اهوئي پڇيو آهي تہ شيخ طه ڪير آهي؟“

”ڇا تون شيخ طه کي نہ ٿي سڃاڻين؟“

”مان تہ هن جو نالو بہ نہ ٻڌو آهي.“

عيونا جدو جهد کي جاري رکڻ جي عزم سان وراڻيو. ”اهوئي پوڙهو قاري، جيڪو ڪجهه دير اڳ هتي ويٺو هيو، جنهن کي تو پاڻ قهوو پيش ڪيو هو.“

عدليا شڪ ۽ تشويش مان هن جي چهري ڏانهن ڏٺو، ۽ چوڻ لڳي، ”اڄ تہ گهر ۾ ڪوئي بہ نہ آيو. نہ ڪوئي قاري، نہ دنيادار. توهان اڄ ڪهڙيون ڳالهيون پيون ڪريو.“

ڪاوڙ مان عيونا جو آواز ونجي ويو، ڳلو ڀرجي آيو، ”تون ڪهڙيون ڳالهيون ٿي ڪرين؟ تون ايتري گستاخ ٿي وئي آهين.“

”مون کي توهان جي ڳالهين مان خوف ٿو اچي. ڪير آهي شيخ طه.“

”ڇا تون چري ٿي وئي آهين؟ يا مون کي چري سمجهين ٿي؟“

وڏنڊڙ بي چينيءَ سان عدليا جواب ڏنو. ”پنهنجي ڌيءَ جو قسم کڻي چوان ٿي تہ مان شيخ طه کي نہ ڪڏهن ٻڌو آهي نہ ڏٺو آهي. عيونا جو آواز ايترو بلند ٿي ويو جيترو الاهن سالن کان نہ ٿيو هو هن رڙ ڪري چيو، ”تون

هاڻي قسم تائين ڪائين ٿي. تون منهنجي خلاف سازش ٿي ڪرين. تون مون کي باور ڪرائڻ ٿي چاهين تہ مون کي اهڙيون شين نظر اچن ٿيون، جن جو ڪوبہ وجود نہ آهي. چا مان چري آهيان، ائين ئي چاهين ٿي نہ تون، اهوئي چاهين ٿي نہ تہ مان پنهنجي آخري دوست کان بہ محروم ٿي وڃان...؟"

عدليا جون اکيون خوف وچان ڦاٽڻ لڳيون هن جي سختي ڊري ٿي وئي هوءَ ڏڪندڙ آواز ۾ رڙيون ڪرڻ لڳي. "سانئڻ، توهان اڄ حواسن ۾ نہ آهيو."

چپ ڪر. مان توکان نہ ٿي ڊڄان، مان تنهن جي محتاج نہ آهيان. هو روز مون وٽ ايندو پيو. هي منهنجو حڪم آهي، ۽ توکي بغير بحث مباحثي جي هن کي ميڻو پوندو. خبردار، جيڪڏهن تون هن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي، مان توکي گھرمان ڪڍي ڇڏيندس."

عدليا جو رنگ پيلو ٿي ويو ۽ اکيون ڦاٽي ويون، هن عاجزيءَ سان چيو، "سانئڻ! پاڻ کي ٿڪايو نہ. پنهنجي ذهن کي سڪون ۾ رکو، مان تمام گھڻي خوشيءَ سان توهان جو حڪم مڃيندس."

پر عيونا، رڙيون ڪندي رهي، "ڪوڙي! ڪميني! چور!، زانيہ! مان ايترن سالن کان توکي برداشت ڪندي آئي آهيان. مان تنهنجو منحوس چهرو نہ ٿي ڏسڻ چاهيان. مونکي تنهنجي ڪابہ ضرورت نہ آهي. مون ڪانسواءِ تنهنجي ٽڪي جي قيمت بہ نہ آهي. مونکي تنهنجي ڪابہ گھرج نہ آهي، نڪري وڃ، جهنم ۾ وڃ، خدا جي نعمتن تنهنجو مٿو خراب ڪري ڇڏيو آهي. توکي شڪر ادا ڪرڻو هيو، مگر تون مون کي ڏينهن رات ذليل ڪندي رهينءَ ڊيڄاريندي رهينءَ، اذيتون ڏيندي رهينءَ. نڪري وڃ، اڄ کانپوءِ مونکي پنهنجي شڪل بہ نہ ڏيکار خدا توکي غارت ڪري..."

عدليا ڪجھ قدم پوئتي ٿي.. دهشت هن کي گھيري ۾ وٺي، چڻ تہ هن جي دماغ کي نپوڙي ڇڏيو هيو. اوچتو هوءَ موٽي، هيڏي هوڏي ڏٺائين ۽ پوءِ زور زور سان رڙيون ڪندي، تيز هوا جيان، ڪمري مان نڪري هلي وئي.

سنڌيڪار: حبيب ساجد

# ڪاميلو جوز سيلا

هو ١٩١٦ع ڌاري اسپين جي شهر اوريا خلا ويا ۾ ڄائو. هن جي رڳن ۾ ٻن نسلن جو رت آهي. سندس پيءُ اسپيني ۽ ماءُ برطانيا جي انگريزياڻي آهي. ڪيس ننڍپڻ ۾ ڊاڪٽر بڻجڻ جو شوق هو. هن پڙهڻ شروع ڪيو. هو اڃان ميڊيڪل جو شاگرد ئي هو تہ ١٩٣٧ع ڌاري اسپين ۾ گهرو ويڙهہ جي باهہ ڀري پئي ۽ هن جي تعليم رڪجي وئي. جيتوڻيڪ هن گهرو ويڙهہ کانپوءِ ٻيهر يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي پر هو ڊاڪٽر ٿي نہ سگهيو. ڪيس علم سان

گڏ ادب ۾ راند جو شوق به ڏاڍو هو. هو سٺو "بل فائٽر" به هو. اداڪاري به ڪيائين، مصوري ۾ به ڌيان ڏنائين.

هن ادبي رسالو شروع ڪري ادب ۾ پير پختا ڪري ورتا. هو ڪهاڻيون به لکندو رهيو ته ناول به. هن ڊراما لکيا، سفر ناما لکيا، پر شهرت ناول نگار جي حيثيت سان ماڻيائين. سندس ناول Beeiile نه رڳو اسپيني پر دنيا جي ادب ۾ تمام وڏي جاءِ والاري ٿو. ۽ سندس ناول "فيملي آف پاسڪل ڊورائي" تي اسپيني حڪومت پابندي به هنئي. (جيڪا بعد ۾ ختم ڪئي وئي.) اهو شاهڪار ناول آهي. هو هن وقت Royal Spanish Academy جو ميمبر آهي. ڪاميلو کي ١٩٨٩ع ۾ ادب جو نوبل پرائز مليو. لکڻ جو سفر جاري آهي.

# ويچارو مارسيلو

ڪاميلو جوزسيلا (اسپين)

مهينن تائين ڳوٺ ۾ هڪ ئي ذڪر ٿيندو رهيو. مارسيلو بريٽو... ملي ويل نسل وارو پرتگالي اڻ پڙهيل ۽ جذباتي شيشه ساز..... جيل مان آزاد ڪيو ويو هيو. اسان کي هن جا نوي گيت ياد هيا ۽ اهو ته خاڪي لباس پهريو، چپن تي هميشه هڪ ڪوڙي مرڪ ڪنيو، هو ڪنهن لاڏلي ۽ پالتو جانور جيان ٽڪل ٽڪل ڏسڻ ۾ ايندو هيو. اهوئي ڪوئي چاليهن ورهن جو رهيو هوندو، جن مان... جيئن هن پاڻ ئي چيو هو... گذريل ڏهه سال جيل ۾ گذاري آيو هو. هي يڪسانيت ۽ بيڪاريءَ وارو عرصو ٽن مستولن ۽ ٻن بادبانن واري ٻيڙي "سانتا ميريا" جي نقل تيار ڪرڻ صرف ٿيو هئو، جنهن کي هن شيشي جي سائي بوتل ۾ بند ڪري هڪ عظيم واقعي وارو فنپارو تخليق ڪيو هو. خدائي ڄاڻي ٿو ته هن ڪهڙي خوشيءَ ۾ اهو فن پارو ڊان ايلجنڊرو جي حوالي ڪيو هو. ۽ اهوئي وڪيل هيو جيڪو مارسيلو جي بي گناهي ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام ويو هو. بلڪ مارسيلوءَ ان بوتل تي هڪ ارپنا به چنبڙائي هئي. ڪنهن گمنام ساٿيءَ جي خطاطيءَ کي بلور جي هن بوتل تي چٽيندي هن کي يارنهن مهينا لڳي ويا هئا ۽ مارسيلو بريٽو، توهان کي معلوم ٿيڻ گهرجي ته بلڪل بي گناهه هيو، هن پنهنجي زال مارٿا جي مٿي تي ڪهاڙيءَ سان وارنه ڪيو هو، حملو ڪندڙ هن جي سس سنيوارا جسٽينا يعني مارٿاجي ماءُ هئي. مگر جيئن ته پرپٺ ۾ هي قتل مارسيلوءَ ئي ڪيو هيو ۽ پوءِ جج جي خيال ۾ ان سان ڪوبه فرق ڪونه پوندو هيو ته مارسيلو اهو جرم ڪيو هيو يا نه، ان ڪري هن کي جيل موڪليو ويو ۽ اتي هن کي تقريباً ڏهه سال رهڻو پيو. ان دوران هو ڊگهن ڊگهن وارن کي بوتل جي منهن مان گذاري سانتا ميريا جي بادبانن ۽ مستولن ۾ الجهيو رهيو. هن جي ڪٽ پرسان ڇت تي هن جي مري ويل زال جي هڪ تصوير لڙڪيل رهندي هئي

جنهن ۾ هن ڪارو لباس پهريو هيو ۽ هٿ ۾ سنگتڙيءَ جي هڪ مکڙي ڪنيون بيٺي هئي جوز مارٽيني ڪيلوي بہ ان ڪوٺيءَ ۾ بند هيو. هڪ دفعي بيتانزو ۾ منهنجو هن سان مڪاميلو تي پيو. هن ٻڌايو تہ مارسيلو تي ان تصوير جو اهڙو تہ اثر ٿيندو هيو جو ڪنهن ڪنهن وقت هن جي اڪيلي تفريح جي زيان ٿيڻ جي خوف کان ان بوتل کي لڪائڻو پوندو هو، جنهن ۾ هو جهاز ٺاهي رهيو هو. پوءِ مارسيلو تصوير جو رخ پٺ طرف ڪري ڇڏيندو هو. ٽن چئن ڏينهن بعد جڏهن هن جي ذهني حالت ٺيڪ ٿيندي هئي تہ هو تصوير کي سڌو ڪري چرين وانگر تنهن تي چمين جو وسڪارو لائي ڏيندو هيو. پوءِ تندن جي تڏي ۾ منهن لڪائي ٻارن وانگر روئندو رهندو هو.

هڪ دفعي ڪجهہ نوان قانون دان اصلاحي قيد خاني ۾ اچي ڌمڪيا. هي ماڻهو پادرين وانگر وڏي آواز ۾ غلط طريقي سان مناظرا ڪري رهيا هيا. انهن جي ذڪر ۾ ڏوهي مرضن جو الاهي تذڪرو رهيو. هو هر شيءِ مان ڪيڙا ڪڍي رهيا هئا. خدا جو ڪرڻو ائين ٿيو جو اهي ماڻهو اتي موجود ئي هيا جو مارسيو کي دورو پئجي ويو ۽ ائين انهن کي بغير وجہ جي اهو موضوع هٿ اچي ويو. جنهن کي هوءَ "پئدائشي مجرم جون چٽيون علامتون" قرار ڏئي رهيا هئا.

انهن جي خيال ۾ اهو دورو سواءِ ندامت جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو، تہ مارسيلو ان عورت جي نوجوانيءَ جي گل کي پريل ٻهار ۾ چٽي ڇڏيو هو. جنهن سان ڪڏهن هن محبت ڪئي هئي. نوجوان قانون دان مطمئن مسڪراهٽون ۽ فتح وارا احساس ڪنيو واپس هليا ويا. مون اڪثر پاڻ کان اهو سوال ڪيو آهي تہ جيڪڏهن انهن صاحبن کي اهو سڀ ڪجهہ معلوم ٿي وڃي ها جنهن جي دير سان اسان کي خبر پئي تہ انهن جو رد عمل ڇا هجي ها. اهوئي تہ ويچاري مارتا جنهن نظرنہ ايندڙ ڌاڳن سان سبيل سر ڪٽي برزخ ۾ ڦهتي هئي تہ هي جرم هن جي مڙس نہ ڪيو آهي ۽ نہ ئي ان جرم جو خيال بہ سندس ذهن ۾ آيو هيو.

جذبن جي تعبير ڪرڻ هڪ پيچيدو فعل هوندو آهي چو تہ اسان پاڻ ئي ان کي سادو بڻائڻ نہ چاهيندا آهيون. تنهن پيچيدگي سواءِ انهن ماڻهن وٽان، جن کي اسان گهٽيءَ مان گذرنديءَ رعب ۾ ايندي (ڪجهہ ريس ۽ خوف جي مليل جليل جذبن سان) سلام ڪندا آهيون، جن جي لاءِ احترام ۾ اسان رستو ڇڏي بيهندا آهيون، ڪارون، ريڊيو ۽ زالن لاءِ پانهيون، واليون خريد ڪرڻ جي طاقت باقي نہ رهيءَ اسان سادا ماڻهو جن وٽ نہ ڪارون آهن نہ ريڊيو آهيءَ نہ ئي واليون، ايستائين جو زال بہ نہ آهي، جنن لاءِ واليون خريد ڪري سگهجن. اسان شين کي پيچيدو بڻائڻ چاهيندا آهيون، جڏهن تہ سادگيءَ ڪري چوائيندي ئي اهي شيون فهم لائق نہ ٿيون رهن؟ توهان پاڻ ئي سوچيو تہ هي سڀ ڪجهہ چوندي مان ڇا جي ڪري مرڪي رهيو آهيان. اوهان پاڻ کان پڇو ڇو تہ توهان ٻي شخص جي، سڌي ڳالهہ آهي.. جذبن جي تعبير نہ ٿا ڪري سگهوءَ اهو ٻيو شخص، موجود معاملي ۾ مان پاڻ آهيان. توهان سمجهو ٿا تہ مان پر اسرار نظر اچڻ لاءِ مرڪي رهيو آهيان تہ جيئن توهان منهنجي سادگيءَ تي ريس ڪري سگهو. مگر توهان جنهن ڪتاب تي چاهيو مان قسم کڻڻ لاءِ تيار آهيان تہ جيڪڏهن مان مرڪي رهيو آهيان تہ صرف ان لاءِ تہ اهو محسوس ڪندي مون کي خوف ايندو آهي تہ جيڪا ڳالهہ هڪ دفعو منهنجي مٿان کان گذري وڃي، اها پوءِ مونکي سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي. منهنجي مرڪ تہ بس ايتري ئي آهي جيترو هڪ ٻار بہ سمجهي وڃي، جيڪڏهن اهو مون کي مرڪندي ڏسي وٺي تہ ۽ اهو ڇاڻي وٺي تہ مان ڇا ڄڻي رهيو آهيان. منهنجي مرڪ منهنجي ٻي وسيءَ جي ڍال آهي. ۽ مون کي ان ٻي وسيءَ سان پيار آهي ڇو تہ اها سادي آهيءَ مان ان جي ڪري بنا شرمنده ٿيڻ جي رڙ ڪري سگهان ٿو. غصي ۾ اچي سگهان ٿو. خواه اهي قانون دان ڇا بہ چوندا رهن تہ منهنجو غيظ ۽ غضب ان ڪري آهي تہ مان سادو نہ رهيو آهيان ۽ ان لاءِ تہ مون... شايد مٿي تي ڪهاڙي جي وار سان... پنهنجي خلوص ۽ پوڙهپ ۾ هٿ اچڻ واري دولت جيان سادگيءَ کي ماري وڌو آهي.

مان توهان کي يقين سان ٻڌائي سگهان ٿو تہ ان مليل جليل نسل

واري مار سيلو جا ڳوڙها ندامت جو نتيجو نہ هيا. چو تہ جنهن اهو ڪم ڪيو ئي نہ هو پوءِ ان تي افسوس ڇا جو. ۽ جڏهن افسوس نہ هجي تہ ندامت جوسوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. مار سيلو جا ڳوڙها، ڪجهہ ائين سمجهہ تہ .... ۽ اها ڪيڏي نہ سادگي آهي... هن کي وڃائڻ جو نتيجو هيا. جنهنکي هن ڪڏهن بہ وڃائڻ نہ چاهيو هيو. هوءَ ڪيس سڄي دنيا کان وڌيڪ پياري هئي، پنهنجي ماءُ کان بہ وڌيڪ پنهنجي ملڪ پرتگال کان بہ وڌيڪ، هنن گيتن کان بہ وڌيڪ ۽ شيشي سازي جي ان پائپ کان بہ وڌيڪ جيڪو ڊان وولف هن لاءِ جينا کان ورتيون آيو هيو. مارسيلو جاڳوڙها مارٽا لئہ هيا تہ هوءَ هاڻي لاتيون لنوڻ لاءِ موجود ڪانہ هئي. چمي ڏيڻ لاءِ، ۽ اهي پراڻا اداس گيت ڳائڻ جي لاءِ، جن ۾ بہ آواز ۾ هڪ گٽار استعمال ٿيندا هيا.

ڪاميلو جوز هن رام ڪهاڻيءَ لاءِ معافي گهران ٿو. مگر جڏهن مان انهن شين متعلق ڳالهائيندو آهيان تہ مون کي لڳندو آهي تہ مان ٻارن کي ڪيڏندي ڏسان پيو. ٻارن کي ان ڳالهہ مان ڪو مطلب نہ هوندو آهي تہ انهنجي راند جو انجام ڇا ٿيندو ۽ انهن کي تہ ان ڳالهہ جي پرواه بہ نہ هوندي آهي تہ انهن واريءَ ۾ جيڪا ڪڏ کوٽي آهي گهري بہ آهي يا نہ.

اسان ان ڳالهہ تي اتفاق ڪيو هو تہ هي مارسيلو نہ هيو بلڪہ هن جي سس جسٽينا هئي، جنهن مارٽا کي ٽيويهن سالن جي عمر ۾ ماري ڇڏيو هو. سچ کي سامهون اچڻ ۾ ڪجهہ وقت لڳو، چو تہ موت کان ڊنل ڏائڻ مرندي مرندي الاهي وقت وٺي وئي. هن ان وقت بہ پنهنجو منهن بند ڪيون رکيو جڏهن هن جي نانيءَ کي خطرناڪ نتيجن جو مهاڏو هو. خوش نصيبيءَ سان جڏهن هن جي جهنم واصل ٿيڻ جو وقت ويجهو آيو تہ هن هڪ خط ذريعي سچ بيان ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪڏهن هوءَ ائين نہ ڪري ها تہ ويچارو مارسيلو اجان تائين جيل ۾ وينو سانتا ميريا جي سنوار ۾ لڳو رهي ها. پوڙهي ايڏي تہ خبيث هئي جو هن مون کي يا پادريءَ کي بلڪ ڪنهن کي بہ سچ نہ ٻڌايو هو. مون کي ان ڳالهہ تي يقين مشڪل سان ايندو آهي تہ هوءَ ڪافر نہ هئي. حالانڪہ چونڊڙ چوندا آهن تہ هوءَ موت کي ڏسي اعترافن واري کي پڪاريندي رهي هئي. بهرحال واقعو اهوئي آهي جيئن مون ٻڌايو آهي تہ هوءَ

ڪافر نہ هئي. هوءَ مرندي مرندي هڪ خط ڇڏي وئي جنهن ۾ سڄي ڪٿا درج هئي ۽ ائين ڳهڻ ۾ ڳهڻ ايتري ئي ڪاغذي ڪاروائيءَ بعد هو معصوم شخص آزاد ٿيو. جيئن تہ هو ماهر شيشا ساز هيو ۽ ڊان وولف هن جي تمام گهڻي عزت ڪندو هيو. ان ڪري پراڻي ڪارخاني ۾ هن کي نوڪري ملي وئي. هن جي اٿهوند ۾ ڪارخاني ۾ ٻن شعبن جو اضافو ٿي چڪو هيو. جيڪڏهن خوش نہ بہ هيو پوءِ بہ خاموشي سان پنهنجو ڪم ڪندو رهندو هيو.

ٻہ سال چپ چپات ۾ گذري ويا، پوءِ اوچتو اسان کي پتو پيو تہ مارسيلو بريتو اڪيلائن مان گهبرائجي ٻي شاديءَ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو.

اڪيلائي.... ۽ مار سيلو ان جوعادي هيو، هو هميشہ پنهنجي ماحول کان الڳ ٿلڳ رهندو هيو. بلڪل ائين جيئن گذاريل ڏينهن ۾ مارٽيني ڪيلوي سان هڪ ئي ڪوٺيءَ ۾ بند هيو... ايتري قدر شديد، ڪوڙي ۽ برداشت کان ٻاهر ٿي وئي جو مارسيلو ڪجهہ خوف ۽ ڪجهہ خود غرض هٿان (آخر ذڪر واري پاسي کان هو پاڻ بي خبر هيو ۽ يقينن ان جو انڪار ڪيو هوندائين) هن فيصلو ڪيو تہ وري کان هو پنهنجا ڪاغذ درست ڪري (جن ۾ مارتا جي موت جو تصديق نامون بہ شامل هيو) ۽ نئون گهر وسائي.. پادري ريماندوءَ شاديءَ جي تقريب ۾ بلڪل اهي ئي الفاظ چيا هيا.

هن وار هن شاديءَ لاءِ ريلوي ڦاٽڪ جي چوڪيدار جي ڌيءَ دولورس جي چونڊ ڪئي هئي. مارسيلو ان فيصلي تي گهڻي عرصي تائين غور ڪيو. هن جي پيشن گوئيءَ دڪدائڪ ماضيءَ کان بچڻ لاءِ ڪيئي طريقا سوچيا ۽ استعمال ڪيا هئا. چوندا آهن تہ هن پنهنجي ٽيڻ واري سس کي مهينن تائين عجيب ۽ غريب امتحانن ۾ رڌل رکيو. ڊولورس جي ماءُ جيسنتا، ڪنهن رڍ جيان سادي ۽ بي وقوف هئي، مگر پنهنجي خوبين ڪري پنهنجي نانيءَ جي وچايل هر داءُ مان بچي نڪتي. معصوميت آخر ڪار هر امتحان مان سرخرو ٿي نڪرندي آهي.

دولورس هڪ ملاح جي، جنهن کي سمنڊ ڳهي ڇڏيو هو، نوجوان ۽ سندر بيوه هئي. هن جي شاديءَ جي نشاني هڪ ڇهن سالن وارو پٽ هيو

جنهن کي پيءُ پارنهن سال اڳ هڪ مال گاڏيءَ بغير ڪنهن وارننگ جي گذرندي چيتاڙي ڇڏيو هو. شايد توهان ڄاڻيندا هجو ته جڏهن به گاڏيون اڳيان پوئتان هلنديون ايندديون هجن ۽ پويان ايندڙ گاڏيءَ متعلق ڦاٽڪ واري کي اطلاع نه ڪيو ويو هجي ته اڳي گاڏيءَ جي انجڻ ساڻ هڪ سائي رولتين وارننگ طور لٽڪائي ويندي آهي. هاڻي سينيٽاگو کان ايندڙ گاڏي تي، جنهن پويان مال گاڏي پئي آئي، اهڙي ڪابه لالٽين ڪانه آهي ۽ جيڪڏهن هئي ته وسامي چڪي هئي، جو ته ان کي پرندي ڪنهن به نه ڏٺو هو. پوءِ ٿيو ائين جو ڊولورس پنهنجي پار کان بي خبر پنهنجي ڪم ۾ رڌل رهي ۽ مال گاڏي جا ڦٽيهه گاڏا ڻي پار مٿان گذري ويا. هن جو ننڍڙو مٽڙو پيسجي ويو. پهريائين پار لاءِ دعا ڪئي وئي پوءِ پوسٽ مارٽم ٿيو. آخرڪار لاش کي هڪ سفيد تابوت ۾ رکي دفن ڪري ڇڏيو ويو. هي تابوت ريلوي ڪمپنيءَ عنايت ڪيو هو.

ريلوي مينيجر، چيف آف سروسز کي واقعي جو ذميدار قرار ڏنو، چيف آف سروسز لا ايسڪي ليوٽڊجي اسٽيشن ماسٽر کي سزاوار قرار ڏنو، اسٽيشن ماسٽر انجنيئر مٿان اهو الزام ٿپي ڇڏيو ۽ انجنيئر لائيٽن وسائڻ جي ذميدار هوا مٿان وجهي ڇڏي ۽ هوا.... مونکي ڪلڻ جي اجازت ڏيو... ڪنهن اڳيان به جوابده نه هوندي آهي.

حالانڪه گهوٽ ۽ ڪنوار هڪڙي هڪڙي شادي نپائي چڪا هيا. مطلب ڪيڏيل ڪاڏل هيا. مگر پوءِ به شاديءَ ۾ گار گند جو موقعو نه آيو. ڄاڻو ماڻهو ته پارن جيان همدرد ۽ محبت ڪندڙ هوندا آهن. مارسيلو ۽ ڊولورس تي جيڪا ڪجهه گذري چڪي هئي، انهن پنهي کان وڌيڪ پيار ۽ محبت جو مستحق ڪير ٿي سگهندو هو. مهينا گذرندا ويا. شاديءَ جي ٺيڪ هڪ ورهه بعد انهن کي هڪ پٽ ڄائو. ننڍڙي پار کي ڏسي پيار اچي ويندو هو. پيءُ ته خوشيءَ ۾ ته ماپيو ئي نه هيو. ڇوڪرو اجان چند مهينن جو ئي هيو جو گرميون اچي پڳيون. هر روز شيشه سازيءَ جو ڪم ختم ڪري مارسيلو زال ۽ پٽ کي وٺي دريا ڪناري پهچي ويندو هيو. پار کي ڪمبل تي ليٽائي پئي وقت ڪاٽڻ لاءِ تاش کيڏندا رهندا هيا. آچر ڏينهن هو شراب ۽

ڪائڻ پيئڻ جون ٻيون شيون به وٺي هلندا هيا ۽ گٽار به کڻندا هيا. (مارسيلوءَ نئون گٽار خريد ڪيو هو. پهريون گٽار هن جي سس جسٽينا هينيان اڇي پورا پورا ٿي ويو هو.)

گهريلو زندگي سٺي ڪٽجي رهي هئي. جيتوڻيڪ هو خوشحال نه هيا. مگر محتاج به نه هيا. جڏهن ڊولورس بيتابيل جي ڪائيون چيرڻ واري ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ته هنن کي روپين پئسن جي بلڪل تنگي نه رهي. ڇوڪرو ٿورو ٿورو وڏو ٿيندو رهيو. هن جي صحت به بلڪل ٺيڪ هئي. يعني زندگي جا جيڪي به ٿورا گهڻا ڏينهن بچيا هيا هو ان مان پوريءَ ريت مزو وٺڻ جي موڊ ۾ هيا.

پهرين هن هڪ ڏند ڪڍيو، پوءِ پيرڙا پيرڙا هلڻ لڳو ۽ پوءِ ڳالهيون ڪرڻ لڳو. پنجن سالن جي عمر تائين ننڍڙي ڳاڙهي وات ۽ مضبوط هٿن ٻانهن وارو، سهڻو ڇوڪرو بڻجي ويو هو. هن کي ڪڏهن به خسري يا کنگهه جي شڪايت نه رهي. هن کي ڏندن ڪڍڻ واري تڪليف به ڪانه ٿي. هن جا پي ماءُ هاڻ به هر آچر جو شراب، قيمو ۽ گٽار کڻي درياهه ڪناري ويندا هيا. جڏهن هو ڳائيندي ڳائيندي ٿڪجي ٿي پيا ته هميشه تاس کيڏڻ لڳندا هيا. مارسيلو هميشه پنهنجي زال سان کل ڀوڳ ڪندو هيوته هن چاٺي واٺي هارايو هو ۽ ڊولورس هن سان روايتي سنجيدگي، ڪجهه غير سنجيده ڳنڀيرائپ سان پيش ايندي هئي. بنيادي طور تي جذباتي طبيعت واري مارسيلو کي هن جي هيءَ ادا ڏاڍي وڻي.

هو ڇوڪري جا جوتا لاهي ڇڏيندا هيا. هو ڪڏهن گاهه تي ڊوڙندو وتندو هو ۽ ڪڏهن درياسي ڪناري تي وڃي ويهي رهندو هيو. هن جي پتلون جا پائنچا مٿي ڪيا ويندا هيا ته جيئن هو پاڻيءَ ۾ پير وجهي سگهي....

۽ پوءِ هڪ ڏينهن تقدير ويچاري مارسيلو سان هڪ ٻيو ظلم ڪيو.... اهوئي ٿيو جنهن جو هر ڪنهن کي خطرو هيو (حالانڪ ڪنهن به واقعي ڪان اڳ ۾ انهيءَ خدشي جو ذڪر نه ڪيو هيو) خدائي بهتر ڄاڻي ٿو ته ڇوڪرو پاڻيءَ ۾ ڪريو، هن جو پير ترڪي پيو يا هن توازن وڃائي ڇڏيو يا هن کي ٿوري ننڊ آئي، بهر حال ڇوڪرو لهرن جي نذر ٿي ويو.

خدائي بهتر ڄاڻي ٿو تہ معصوم فرشتي تي ڇا گذريو. ڊان اينلمو، جيڪو پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ جي اذيت کان آشنا هيو، هميشہ مارسيلوءَ جي پٽ جي بي وسيءَ وچان هٿ پير هڻندي ٻڏڻ جو ياد ڪري ڏڪي ويندو هو. هو پاڻ ٽي دفعا جهاز جي ٻڏڻ واري واقعن مان بچي نڪتو هو. جن مان هڪ حادثو تہ الاهي شديد هو.

ٻار جي پڪار بہ ڪنهن نہ ٻڌي شايد هن چيٽ ڪئي هجي، شايد درياءَ ۾ موجود مڇين، ڪناري تي جميل ڪانيءَ يا پوءِ پاڻيءَ جي قطرن هن جي پڪار ٻڌي هجي. مگر اهي معصوم جي ڪهڙي مدد ڪري سگهيا پئي. شايد خدا ۽ ان جي فرشتن جن جي پرن جي ڦڙڦڙاهٽ صدين تي ڇانيل هئي، هن جي پڪار ٻڌي هجي. غالباً فرشتا بہ اهي ٻار هيا جن جي زندگيون پنجن بهارن بعد خدا جي حڪم سان ختم ڪيون ويون هيون. ٻار جو لاش پن چڪي جي ٻاريءَ ۾ ڦاٿل ملي ويو. لاش جي پرسان ئي هڪ مئل مرغي بہ ملي جيڪا خدا ڄاڻي ڪڏهن کان اتي ڦاٿل هئي. پرتگاليءَ جو ٻار نہ ٻڏي ها تہ ڪنهن کي ان جي لاش جو پتو بہ نہ پوي ها ۽ ائين هوءَ ڳري ڳري ختم ٿي وڃي ها ۽ مرغي جي مالڪياڻي هميشہ پنهنجي پاڙيسرين تي چوري جو شڪ ڪندي رهي ها. يا هن ڏاڙهيءَ واري آواره گرد مسافر تي شڪ ڪري ها جيڪو ٿيلهو لڙڪايون گهمندو وتندو هيو. هر جرم جو شڪ ان تي ڪيو ويندو هيو.

جيڪڏهن پن چڪيءَ تي ڄاري نہ هجي ها تہ مارسيلو جي پٽ جَي لاش جو ڪٿي بہ ڪو پتو نہ پوي ها. تصور تہ ڪيو جيڪڏهن هو چڪيءَ ۾ اچي ڪٽڪ جي اٽي وانگر پسجي وڃي ها ۽ اسان سيني ان کي کاڌو هجي ها. جج هن کي گمشده قرار ڏيئي معاملو ختم ڪري ڇڏي ها ۽ ڊونا جوليا جنهن جي ذائقي واري حس تمام تيز هئي چوي ها، " اڄ هن ماني جو تہ مزوئي عجيب آهي."

پر هن جي ڳالهہ تي ڪير ڪن ڌري ها، هوءَ تہ بس هيڏانهن هوڏانهن جي هڻندي وتندي هئي.

سنڌيڪار: حبيب ساجد



## نادِيني گورڊيمر

**Nadine Gordimer**

هوءَ گورن جي قبضي ۾ آيل ڪارن جي ملڪ ڏکڻ آفريڪا ۾ جوهانسبرگ ويجهو شهر اسپرنگس ۾ ١٩٢٣ع ڌاري پيدا ٿي ۽ اتي ئي اسڪول مان تعليم حاصل ڪيائين. اعليٰ تعليم لاءِ جوهانسبرگ ۾ ١٩٤٥ع ڌاري University of Witwatersrand ۾ گريجوئيشن ڪيائين. هن جي پهرين ڪهاڻي ١٩٣٩ع ڌاري ڇپي. پوءِ هوءَ لکندي رهي ۽ رسالن ۾ ڇپبي رهي. هن جي لکڻين ۾ رنگ ۽ نسل جي فرق جي ڪابہ ڳالهہ نہ هئي،

تنهنڪري هو مقبول ٿي وئي. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو Face to Face ۱۹۴۹ع ۾ ڇپيو. هن ناول لکيا ۽ سندس پرچار جو اهم نڪتو يائيچاري ۽ انسان دوستيءَ تي ٻڌل هو ۽ آهي. هن جا ڪهاڻين جا مجموعا مارڪيٽ ۾ هٿوں هٿ کپڻ لڳا ۽ ۱۹۹۱ع ڌاري هن گوري آفريڪن ليکڪا کي ادب جو اعزاز "نوبل پرائز" مليو.

نادين گورڊيمير هن وقت پنهنجي مڙس ۽ خاندان سان جوهانسبرگ ۾ رهي ٿي ۽ اڃان به لکي رهي آهي. سندس ڪهاڻيون ۽ ناول ڇپجي رهيا آهن.

# شهر کان آيل ٽرين

نادين گورڊيمر (ڏکڻ آفريڪا)

ٽرين ڳاڙهسري افق مان ظاهر ٿي ۽ هننجي پرمان سنگل ٽريڪ تي ترڪندي هيٺاهينءَ تي الوپ ٿي وئي.

اسٽيشن ماستر پڪ سري جهوپڙي جنهن جي ڇت لهنواري هئي، مان نڪري آيو. هوا جي ڪري سندس يونيفارم چنگهن سان وچڙي ڦڙڦڙائي رهيو هو. ڊرتيءَ تي پلئيس هٽي وينل وينبرن (دڪاندارن) جي وچان ڪان ڪنهن شيءِ جي ٺهڻ جو آواز اچي رهيو هو ۽ هڪ جانور جو عجب ڪائينڊڙ چهرو هوريان هوريان ظاهر ٿي رهيو هو. ڪتا ميڏانهن هوڏانهن ڊڪي رهيا هئا ۽ هلڪي پوري رنگ جي چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل گهرن جي دروازن هينان بيٺا پئي! انهن جي چمڙي انهن جي هڏن تي زوريءَ چڪيل، تاٽيل پئي لڳي، ۽ چوزا پڻ، اهي ڪتا ٻارن پويان ڊڪڻ پئي لڳا. اسٽيشن جي مٿان ڪان جنهن جي چوٽي تي "گڊس" لکيل هو. ڳاڙهسري الهندي جا پاچا پوائتا پئي ٿيندا ويا. ٻارن جي پتڪڙن پيرن جا نقش ٺهي وري ڊهي پئي ويا. اسٽيشن ماستر جي زال گهر جي وراندي ۾ وينل هئي ۽ سندس مٿان رڊ جي ڪل جو تاٽيل هڪ پردو لٽڪيل هيو، جيڪو هوا جي ڪري لڏي رهيو هو.

اهي ويهي رهيا. ٽرين جي ڪوڪ اوچتو وري ٻُرڻ لڳي، پر ٽرين جو وجود اڃان واريءَ ۾ گم هيو. ڪوڪ جڻ تہ فضا ۾ ٽنگجي چٽي پئي، "مان اچانو پئي ... مان اچانو پئي...."

اجهو هو پربت جهڙو انجڻ ظاهر ٿيو، پتڙيون جڙي ويون ۽ انجڻ دونهان ڪيندو، گاڏا ريڙهندو، لڏندو ۽ لمندو ۽ ڪن ڦاڙ گوڙ ڪندو اچي اسٽيشن تي بيهي رهيو. "مونکي ڏسڻ ڏي." هوءَ جيڪا گاڏي جي دري ڪان نوڙي ٻاهر نهاري رهي هئي، ماٺس جو گهنجڻ هاٿو منهن مرڪي پيو. ۽ هو انهن شينهن ڏي ڏسڻ لڳو. جيڪي سندس هٿ ۾ پڪڙيل هئا. سندس هڪ

آگر سان ڏور بدل هئي جنهن سان هڪ توڪري لٽڪي رهي هئي. هن ان ڪي لوڏيو ۽ پڇيو، ”ڇا ڪپي ....“ هوءَ هيٺ لهي آئي. مٿان واري پل ڪراس ڪري هڪ نوجوان ان ڏانهن وڌيو جنهن ڪي چادر ويڙهيل هئي. ”اهو... اهو...“ هوءَ هٿ لوڏڻ لڳي، اهو هڪ شينهن جو پٽلو هيو، جو نرم ۽خشڪ ڪاٺ مان گهڙيل هو. سندس رنگ بيدن واري ڪيڪ جيان هو . نهن ڪي نرمي سان پچايو ويو هجي. پوڙهي ان ڪي مٿي ڪٿي لوڏيو ۽ هن ڪي ڏنو، هوءَ مسڪرائي رهي هئي. مسڪراهٽ جيڪا دل مان ڦٽي نه نڪرندي آهي. بس ڏيکاءَ واري مسڪراهٽ. شينهن جو وات پٽيل هيو ۽ ان مان ڪاري جڀ ٻاهر لڙڪي رهي هئي. ”ڏس.“ هن پنهنجي مڙس ڪي چيو، تون ”جيڪڏهن دل ۾ نه ڪرين... ته پٽلي جي ڳچي تي هڪ نرم ريشمي جهالر هڪ بهترين تاثر ڏيندڙ آهي. هي وار ڪيڏا ته اصلي لڳن ٿا ۽ ٻڌائن ٿا ته هن ناهيندڙ جو ڪيڏو ته چاهه هوندو.“ هيٺ هر طرف ماڻهو فنڪار ۽ سڌريل جانورن جيان هيڏي هوڏي تلڪي رهيا هئا ۽ ٽرين جي درين مان خيالي چهرن ڏانهن واجهائي رهيا هئا، توڪريءَ ۾ پيل هرڻ به چڻ ته پنهنجن گول گول ۽ ڪارن اکين اکين سان هيڏي هوڏي ڏسي رهيو هو. ڪجهه پيا شينهن به ايا ٿيا پيا هئا. چڻ ته خوفناڪ ويڙهه پئي ڪيائون. ائين جيئن وڏا جنگجو ڀالا ايا ڪر ڪنيو بيٺا هوندا آهن، جن جي چهرن تي خوف جو ڪوبه تاثر ناهي هوندو.

”ڪيتري ۾ ....؟“ ٽرين مان ڪنهن پڇيو.

”مونکي هڪ پيني ڏي.“ هيٺ هڪ ننڍڙي ڀار سين هنئي. جنهن وٽ وڪڻڻ لاءِ ڪجهه به نه هو.

ڪتا ڪاڏي واري گاڏي هينيان هليا ويا ۽ اتي ويهي رهيا جتان ڳڳل گوشت جو واس اچي رهيو هيو. هڪ ماڻهو هيٺ لهي آيو ۽ ڪاٺ مان ٺهيل گهوريندڙ اکيون ڪُريون ڪيائين. ڪاٺ جي چنگهن ڪي هوا ۾ لوڏيائين ۽ وابس آوازن طرف هليو ويو ۽ ٽرين جي ڦيٿن پرسان ويهي ڏي وٺ ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ ڪتن وٽان گذري ڪاڏي واري گاڏي ۾ جهاتي پاتائين ته جيئن شيشن مان اهي چهرا ڏسي سگهي جيڪي پني رهيا هيا، ٻه ٻه ٽي ڪري ۽ ٻي طرف ريلوي جا مخصوص مڪ پيا هئا. جن تي مٿل گلن جون شبيهون اڪريل

هيون. ساڄي پاسي گارڊ جو ڪمرو هو. جتي اسٽيشن ماسٽر جا پارمانيءَ جا ٽڪر جمع ڪري رهيا هئا. انجڻ وٽ اسٽيشن ماسٽر ۽ ڊرائيور ڪوئلن متعلق ڪيل زيادتين ۽ شڪايتن جا احوال ڪتي رهيا هئا. هڪ ماڻهو ڪين سڏيندو ٻاهر نڪتو پوڳ مان ڏاڍيان ڪلندا! اهي سيٽي واپس وريا. دونهون چڪريون کائيندو متي وڃي رهيو هو ۽ ٻه ٻار جيڪي واريءَ تي هلي رهيا هئا، انهن هٿن ۾ جهليل ماني زور سان لوهي گيٽ کان ٻاهر سڪل باغيچي ۾ اڇلي ڇڏي.

مسافر هڪ ٻئي پٺيان گاڏي ۾ وڃڻ لڳا. ڪي پنهنجن ڪمپارٽمنٽ ۾ پئسا ڪٽڻ ويا، ۽ ڪي ٻاهر ڏسڻ لاءِ سڏ ڪرڻ لڳا. اوچتو بدليل ۽ درين جي شيشن اندران وينل ماڻهو سڏا ٽي ويهي رهيا ۽ ٻاهر تڪڻ لڳا. اها هڪ نارنگي هئي جنهن جو رنگ نيگرو ٻار جيان گهرو مشڪي هو. ”ڇا خيال آهي، ان چاڪليٽ متعلق؟“ ”نه نه اهو مزيدار ڪونه هيو.“ هڪ نوجوان ڇوڪريءَ چيو. چاڪليٽ جي ڍٻن مان ننڍڙا ننڍڙا پيس ڪٽن ڏانهن اڇلي رهي هئي. پر ڪڪڙيون انهن تي اڳ ۾ ئي جرهه هڻي رهيون هيون. ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي ڪڪڙين اهي جهٽي تي ورتيون ۽ ڪتا اداس ۽ گهبرايل اکين سان اهو ڪيل ڏسي رهيا هئا.

”نه نه انهن کي ڇڏي ڏي...“ ڇوڪريءَ رڙ ڪئي... ”انهن کي نه ڪڻ ڪيڏا قيمتي، ۽ گهڻا ٿيا اهي؟“ ڇوڪريءَمٿو لوڏيو ۽ ان پوڙهي کي سڏڻ لڳي جنهن جي هٿن ۾ شينهن هيو. هن اهو مٿي ڪنيو ۽ ڇوڪريءَ کي ڏنو... ”گهرجي؟“

”ها“ ... هن ها.. ۾ ڪنڌ ڌوڻيو... ”هن جي قيمت؟“ ٽي شلنگ ۽ ڇهه پئسا اندران سندس مڙس اهو ٻڌي رڙ ڪري انڪار ڪري ڇڏيو. ”ڇڱو سائين.“ پوڙهو ڪلڻ لڳو. ”ٽي ۽ ڇهه.“ نوجوان ڏاڍو حيران ٿيو... ”اوهه ڇڏيس....“ ڇوڪريءَ چيو. نوجوان ويهي رهيو ”ڇا توکي هي نه کپي؟“ هن ڇوڪريءَ کي ويجهو وڃي چيو....

”نه... نه ڇڏيس بس.“ ڇوڪريءَ جواب ڏنو. پوڙهو ڪنڌ لاڙيون ڪين تڪيندو رهيو. هن آهستي چيو ٽي ڇوڪريءَ مٿو لوڏي اندر

ڪمپارٽمينٽ ۾ هلي وئي ۽ ٻئي طرف واري دريءَ وٽ ويهي رهي. ٻي طرف ڪجهه به نه هو. سواءِ واريءَ ٻوڙن ۽ هڪ ڪجي جي. ٻي طرف دروازي ڪان سندس مڙس جو پاڇو نظر اچي رهيو هو. هن ڪاٺ جي هلڪن ڏارن مان ٻاهر اسٽيشن طرف نهاريو ۽ شينهن کي ياد ڪيو. مرڪ سندس مک تي پکڙجي وئي. سندس وار ڪيڏا نه پلاءِ ريشمي هئا. سندس نظر ۾ اهي سيئي ٽوڪريون اچي ويون جيڪي انهن شين سان ڀريل هيون ۽ سيٽ ۽ ريڪ تي ڍير ٿيون پيون هيون. هوءَ انهن کي گهر ۾ ڪيئن سنڀالي رکندي... تون انهنکي ڪٿي رکندينءَ گهروارا ڇا چوندا ته ڪٿان ڪان اهي ميڙي آئي آهين... ها... اتان ڪان جتان ڪان تصور جهڙا ئي هفتا گذريا هئا. سندس مڙس ٻاهر هو پر هو ته انهن تصورن جو حصو هو.. بس هاڻي ٺيڪ آهي. هتي هتي ڪو تصور رهيو ۽ جيڪو ساڻس هميشه گڏ رهيو هو. موڪلن وارن ڏينهن ۾ ڪن اجنبي ۽ اڻجاتل جڳهن تي. اهوتصور هميشه سندس ساڻ رهيو هو.

ٻاهر گهنٽي وڳي اسٽيشن ماسٽر ٽرين ڪان هٽي ويو ۽ سائي جهنڊي لهرائڻ لڳو. هيٺ ماڻهو جيڪي پسار ڪري رهيا هئا. ٽپ ڏئي اٿيا ۽ گاڏن ۾ چڙهي ويا. اهي به جيڪي پليٽ فارم تي ڪجهه جاچي رهيا هئا يا لوهي گيٽ وٽ ويهي هڪ ٻئي سان ڳالهائي رهيا هئا. هيٺ هاڻي خالي پليٽ فارم. هڪ ٽين جو ڪمرو ۽ صرف واري هئي. انجڻ ڪوڪ ڪئي ۽ گاڏا جڻ ته ننڊ مان جاڳي پيا. درين مان شراب پيئندڙ جوڙا ٻاهر واجهائڻ لڳا... جڻ هو پوءِ ڪجهه به ڏسي نه سگهندا. هيٺ اسٽيشن ماسٽر جي گهرواري گهر جي ورانڊي ۾ ويٺي، هوءَ ٽرين ڏانهن ڏسي رهي هئي. سندس مٿان رڍ جي کل جو پاڻو هوا تي جهولي رهيو هو.

اها هڪ تيز ڪوڪ هئي. سنگل هيٺ ڪريو. ٽرين جا جوڙ ڳنڍجي ويا ۽ ٽرين جو سنڌ سنڌ چرپر ۾ اچي ويو. گاڏيءَ هلڻ لاءِ ست ڏني ۽ هوريان هوريان هلڻ لڳي. اسٽيشن جي جهوپڙي پوئتي رڙهڻ لڳي. هيٺ ٻارن ۽ ماڻهن جون الوداعي رڙيون ۽ گڏ گڏ ڊڪڻ جو منظر عجيب هيو. انجڻ جو دونهون راڪيٽ جيان مٿي ۽ مٿي وڌڻ لڳو. ۽ پوئتي ڦهلجڻ لڳو. ڪاٺ جي

پتلن واڙا پتلا لوڏيندا درين سان گڏ گڏ پچڻ لڳا ۽ آخري اکيھ ٻڏائڻ لڳا.
"هيڏي "سائين... پل هڪ شلنگ ۽ ڇهہ پينس ئي ڏيو."

"بس هڪ شلنگ ۽ ڇهہ پينس!" شينهن واري پوڙهي رڙ ڪئي، نوجوان سٽ ڏني ڪيسي مان پئسا ڪڍيا ۽ ٻاهر اڇلي ڏنا. پوڙهو پئسن مٿان ڪري پيو. اسٽيشن تي ٻار هٿ لوڏي رهيا هئا ڪتا ٻيهي رهيا ۽ ٽرين کي ويندي ڏسڻ لڳا. مٽيءَ هاٿيون جهوپڙيون پوئتي رهجي ويون. جتي هڪ عورت ڊاڪ تي هٿ رکي ٽرين کي ويندي ڏسي رهي هئي.

اسٽيشن ماسٽر هوريان هلندو جهوپڙيءَ ۾ گهڙي ويو. پوڙهو سهڪندو ٻيهي رهيو. سندس ٻڇيءَ جون رڳون ڦونڊجي ويون هيون. سندس پير واريءَ ۾ ڄڻ ڪڙيل هئا. هو مرڪي ڪنڌ ڏوڻي رهيو هو. هن جي ڪليل ترِيءَ تي سندس ڪمائي پئي هئي. هڪ شلنگ ۽ ڇهہ پينس.

ٽرين جو آخري گاڏو بہ نظرن ڪان غائب ٿي ويو. نوجوان گاڏيءَ جي دروازي ڪان هٽي آيو. هو پنهنجو مٿو خوشي ۾ فتح جي تاثر سان لوڏي رهيو هو. "هي هيڏي ڏس." هن شينهن جو پتلو هٿ ۾ لوڏيو. "صرف هڪ شلنگ ۽ ڇهہ پنيس ۾..."

"ڇا!؟" هوءَ رڙ ڪري اٿي ٻيهي رهي.

هو ڪليو، "مان هن سان مشڪريءَ ۾ ئي پئسن تي ٿورو تڪرار ڪري رهيو هوس. جڏهن ٽرين هلڻ لڳي تہ هو ڊڪندو آيو ۽ هڪ شلنگ ۽ ڇهہ پينس ۾ ڏئي ڇڏيائين. سو، سائين هي وٺو پنهنجو شينهن." هوءَ ان کي پاڻ ڪان پري جهليو بيٺي رهي. شينهن جو وات پٽيل هيو، نوڪيلا ڏند ڪاري چپ ۽ ٻڇي جا وار. هوءَ انهن کي ائين ڏسي رهي هئي ڄڻ اڳ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هئائين. هن جو ڪنڌ جهڪي ويو. سندس چپ ٿڙڪي رهيا هئا بي اختياريءَ ۾ هوءَ آڱرين سان پتلي جي ٻڇي جا وار ڇهڻ لڳي، جتان ڪان اهي ڪاٺ ۾ چنبڙيل هئا. "پر تون ائين ڇو ڪيو؟" هوءَ غصي ۾ يرجي وئي.

نوجوان هن جي چهري جا خوفناڪ پاوڏسي دهلجي ويو.

"او خدا.. ڇا ڳالهہ آهي؟" نوجوان پڇيو.

"جيڪڏهن تون شيون وٺڻ ٿو چاهين." هوءَ اٿلي پئي. سندس آواز

جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو: ”تون هن ڪان پهرين هنڌ ڇو نہ ورتو؟ جيڪڏهن توکي هن جي گهرج هئي تہ ان وقت ڇو نہ ورتئي جڏهن هن توکي آڇ ڪئي هئي، تون ڇو ترسيين تہ ٽرين هلي ۽ هو توسان ڏڪندو رهي ۽ پوءِ تون هن کي هڪ شلنگ ۽ ڇهن پينس لاءِ مجبور ڪرين. هڪ ۽ ڇهہ.. هيءَ هڪ شاندار شيءِ آهي.“ هو زخمي شينهڻ وانگر ٽي وئي. ”تو پاڻ هن کي پسند ڪيو هو تو ئي چيو هو تہ هيءَ هڪ شاهڪار آهي.“ ”اوهہ... تون!“ هوءَ بي وسيءَ مان تڙپڻ لڳي. ۽ هن شينهن کي ڪٽي سيٽ تي اڇليو.

نوجوان بس ڏانهس تڪيندو ئي رهيو.

هوءَ سيٽ تي ڪري پئي ۽ ٻنهي هٿن ۾ منهن لڪائي روئڻ لڳي. هر هڪ شيءِ سندس چوڌاري رقص ڪرڻ لڳي. هڪ ۽ ڇهہ. هڪ ۽ ڇهہ هن خوبصورت شاهڪار جي قيمت صرف هڪ ۽ ڇهہ. پتلو جڻ تہ جاڳي پيوزنده ٿي پيو، ۽ وڏو وات ڦاڙي، نوڪيلن ڏندن وچان ڪاري خوفناڪ ڇپ لڙڪائڻ لڳو. ٻچي جا وار ايا ٿي ويا... صرف هڪ شلنگ ڇهن پينس ... لئہ....

شرم ڪان هوءَ سجو ڏڪڻ لڳي. ائين لڳو جڻ سندس ڪنن ۾ گرم گرم واري پئجي رهي هجي. هوءَ بيمار بيمار لڳڻ لڳي. ڪاوڙ، بي وسي ۽ شرم ڪان سندس منيون ڀڪوڙجي ويون. ۽ پوءِ آهستي آهستي هوءَ سنڀلجڻ لڳي ۽ سوچڻ لڳي تہ اهو سڀ ڪجهہ سندس پر پٺ ٿيو آهي. ان جو زميوار صرف سندس مڙس آهي... پاڻ ناهي.

هوءَ ويٺي ئي رهي. جڻ تہ ڪجهہ بہ ڳالهائڻ يا ڏسڻ نہ چاهيندي هجي. سامت ۾ اچڻ ڪانپوءِ هن جا زائل ٿي ويل احساس وري جاڳي پيا. سندس ڪنن ۾ هوا جا خوفناڪ آواز جهڪا ٿيندا ويا، تان جو هوءَ بلڪل پرسڪون ٿي وئي. هن پنهنجي مڙس طرف منهن ڪيو جيڪو هنج ۾ هٿ لڪائي چپ ويٺو هيو ۽ شينهن جو پتلو سندس پرسان پيل هيو.

وري ٽرين جي ڪوڪ ٿي اسٽيشن کي ڊرم وانگر وڄائڻ لڳي ۽ آسمان گونجڻ لڳو. مان اڇانو پئي.. مان اڇانو پئي... پر، وري بہ سندس لاءِ ڪوئي جواب نہ هو.

سنڌيڪار: حبيب ساجد

چونڊ نوبل ڪهاڻيون

ترجمو ۽ ترتيب: ممتاز بخاري ۽ حبيب ساجد

جن ليکڪن کي بہ ادب جو نوبل پرائيز مليو، انهن جي ٻولي ۽ ادب نوبل تي ويو ۽ آئون بہ نوبل تي ويس. اهي ليکڪ هڪ ئي وقت مختلف صنفن جا لکاري هئا/ آهن. کي ٿورا هئا، جيڪي رڳو شاعر هئا/ آهن، نہ تہ انهن مان فلسفي، تحقيق، تاريخ، ناول، ڪهاڻي، شاعري، سائنس وغيره جا هڪ ئي وقت لکندڙ بہ هئا / آهن، تہ ٻن ٽن صنفن جا لکاري بہ. انهن مان بجورنسن، سينڪيوز، رڊيارڊ ڪپلنگ، سليميٰ، ليگراف، پال هيسي، ٽيگور، نٽ همسن، اناطول فرانس، ٿامس مان، گالز وردي، وچ بنين، پير آنديلو، پرل ايس بڪ، سيلاپنا، هرمن هيسي، فاڪنر، برٽريند رسل، هيمنگوي، ڪاميو، اسٽين بيڪ، سارتري، شولا خوف، شموئل اگنون، آسٽورياس، ڪاواباٽا، هينرخ بول، بيٽرڪ وائٽ، سال بيلو، سنگر، الياس ڪينيٽي، گارشيا مارڪيز، نجيب محفوظ، جوزسيلا، اوڪٽا ويوپاز، نادِيمي گورڊيميز، ٽوني موريسن ۽ هڪ ٻن ٻين مونکي پنهنجي تخليقي سفر جو ساٿي بنايو.

۽ ها، آئون اهو بہ ٻڌائيندي هلان تہ مون کان سواءِ ادب ٻُسو آهي، ان ڪري آئون ادب جو لازمي حصو ۽ ماڻهن جي گهرج بڻجي چڪي آهيان، اهو جيڪو ڪجهہ مون اوهان کي ٻڌايو سو منهنجي زندگيءَ جو تعارف آهي، اها منهنجي نوبل ٽيڻ تائين جي ننڍڙي ڪٿا آهي، شايد آئون گهڻو ڪجهہ رهائي بہ وئي آهيان، پر اميد اٿم تہ منهنجو سفر جيڪو اڻويهن صديءَ جي اڌ ڪان جديد هجڻ تائين واري دور ۾ شروع ٿيو آهي، اهو اڄان ايستائين اوچائي ماڻيندو، جيستائين دنيا هلي ٿي، جيستائين ڪردار جيئرا آهن، جيستائين دنيا ۾ منظر آهن، ماڻهن جون ڳالهيون آهن، آئون جيئري رهندس ۽ آئون پڪ سان ٿي چوان تہ مونکي جيئرو رهڻو آهي، انڪري توهان کان موڪلائي ناهي.

(هن ڪتاب جي "نوبل ڪهاڻيءَ جي آتم ڪهاڻي" تان ڪنيل)

A Roshni Book
short Stories
Pakistan Rs:90.00

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)